# زبدة الفقه

سیّد زوار حسین شاہ



# زبدة الفقه

## پاڳو پهريون

## (ايمانيات ۽ طهارت)

مؤلف

مولانا سيد زوار حسين شاه

سنڌيڪار

عبدالحي ابڙو

دعوة اڪيڊمي

بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي اسلام آباد

مطبوعات نمبر: ۵۰ سندهي

ڪتاب: زبدة الفقہ (حصہ اول)

مؤلف: مولانا سيد زوار حسين شاه

مترجم: عبدالحي ابڙو

ڪمپوزنگ: پٽائي ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ حيدرآباد

ٽائٽيل: سيد مبين الرحمان

مطبع: اداره تحقيقات اسلامي پريس اسلام آباد

پبلشر: دعوة اڪيڊمي، اسلام آباد

# فهرست مضامين

## زبدة الفقه حصه اول (كتاب الايمان)
## وحصه دوم (كتاب الطهارة)

# ڪتاب الطهاره

بسم الله الرحمن الرحيم ٥

الحمد لله رب العالمين والصلوة والسلام علي رسوله الكريم وعلىٰ اٰله واصحابه اجمعين و علي فقهاء الاسلام والمسلمين ومن تبعهم باحسان الي يوم الدين-

دين اسلام پنهنجي پيروڪارن جي تعليم ۽ تربيت جو جوڳو بندوبست ڪيو آهي جنهن ۾ زندگي جي هر معاملي لاءِ تفصيلي هدايتون ڏيندي ۽ رهنمائي ڪندي قاعدا قانون مقرر ڪيا آهن. انهن قاعدن ۽ قانون جي علم کي شريعت ۾ فقہ چيو ويندو آهي.

فقہ جو علم ايترو تہ وسيع آهي جو هر شخص ان تي عبور حاصل نٿو ڪري سگهي ۽ نہ ئي سڀ ڪنهن کي ايتري فرصت آهي جو فقہ جا وڏا وڏا ڪتاب پڙهي مسئلا معلوم ڪري. البتہ فقيهن سڳورن عوام ۽ خواص جي سهولت خاطر فقہ جي اصولن ۽ جزئيات تي هر زماني ۾ ۽ هر ٻولي ۾ ڪتاب لکي مسلمانن جي رهنمائي ڪئي آهي. انهن رڳو اهڙا مسئلا ئي بيان نہ ڪيا جيڪي عملي طرح پيش اچن ٿا پر اهڙن مسئلن تي بہ غور ۽ خوض ڪيو اٿن ۽ انهن جو حل ڳوليو اٿن جيڪي ايندڙ زماني ۾ ڪنهن وقت پيش اچي سگهن ٿا. اهڙي جاکوڙ زندگي جي هر گوشي ۽ معاملي ۾ ڪئي اٿن، پوءِ ڪٿي اهي مسئلا عقائد سان واسطو رکندا هجن يا عبادات سان، معيشت ۽ معاشرت سان لاڳاپيل هجن، ڪٿي قضا ۽ ملڪي، حڪومتي ۽ بين الاقوامي معاملا هجن غرض ڪو گوشو خالي نہ ڇڏيائون.

شريعت سڳوري ان ڳالهہ تي بہ زور ڏنو آهي تہ هر مسلمان پنهنجي زندگي ۾ پيش ايندڙ مسئلن جي ڄاڻ حاصل ڪري جيئن سندس زندگي الله ۽ رسول جي حڪمن مطابق گذاري ۽ شريعت جي خلاف ڪو ڪم ڪانئس سرزد نہ ٿئي.

دعوه اڪيڊمي ان ڏس ۾ اسلامي تعليم کي عام ڪرڻ لاءِ مختلف موضوعن تي هر ٻولي ۾ ڪتاب تيار ڪرائي ڦهلائي رهي آهي ان سلسلي ۾ سنڌي ٻولي ۾ ڪيترائي ڪتاب ڇپجي نروار ٿيا آهن ۽ ڪيترائي ڇپائي ۽ تياري جي مختلف مرحلن ۾ آهن.

علم فقہ تي هن کان اڳ ۾ مشهور ڪتاب تعليم الاسلام ڇهن حصن ۾ اڪيڊمي طرفان شائع ٿي چڪو آهي ۽ ڪيترن ئي پاڙهن تائين پهچايو ويو آهي. ان سلسلي جو هي ٻيو ڪتاب زبدة الفقہ تن پاڙهن ۾ پيش ڪجي ٿو. اهو

ڪتاب تعليم الاسلام ڪان مسئلن جي تفصيل، تشريح ۽ وسعت ۾ مٿير و آهي، جنهن ۾ بنيادي عبادتن جي باري ۾ ڪافي اهڙا اصولي ۽ جذئي مسئلا اچي ويا آهن جن جي عام طرح سان عبادتن جي ادائيگي ۾ ضرورت پوي ٿي. هي ڪتاب مسجدن جي انهن امام، مولوي صاحبن ۽ مسئلا بيان ڪندڙ دوستن لاءِ پڻ ڪارائتو آهي جيڪي وڏا ڪتاب ڏسڻ جي سگهه ۽ فرصت نٿا رکن. انشاء الله انهن کي ضروري مسئلا هن ڪتاب ۾ ملي ويندا.

ڪتاب مولانا زوار حسين شاه رحمه الله جو مرتب ڪيل آهي. مولانا هڪ برک عالم، صوفي، فقيہ ۽ داعي هئا. مولانا جن سڄي حياتي دين جي دعوت و تبليغ ۽ شريعت جي تعليم و تدريس ۽ مسلمانن جي اخلاقي ۽ روحاني تربيت ڪرڻ ۾ گذاري. هن بزرگ مختلف موضوعات تي نيهارو ڪن ڪتاب لکيا جن ۾ فقہ جي موضوع تي عمدة الفقہ جي نالي سان ڇهن جلدن ۾ ضخيم، ڪتاب پڻ شامل آهي جيڪو پنهنجو مثال پاڻ آهي جيئن ته اِهو ڪتاب ڪافي ضخيم هو تنهن ڪري ان جو وري خلاصو زبدة الفقہ جي نالي سان لکيائون جيڪو دعوه اڪيڊمي سولي سنڌي ۾ پيش ڪري رهي آهي.

ڪتاب جو سنڌي ترجمو اسان جي نوجوان عالم مولانا عبدالحي ابڙي جن ڪيو آهي جيڪو بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي ۾ شريعہ فيڪلٽي ۾ استاد آهي. لهٰذا فقيہ جو لکيل ڪتاب هڪ سنڌي فقيہ جي ترجمي سان پيش ڪري رهيا آهيون.

مان پنهنجي رفيق ڪار امير الدين مهر جو پڻ ٿورائتو آهيان جن جي سهڪار سان ڪتاب تياري ۽ ڇپائي جي مختلف مرحلن مان گذري قارئين جي هٿن تائين پهتو آهي. الله تعالیٰ کان دعا آهي ته اسانجي نيڪين کي قبول فرمائي ۽ خطائن ۽ لغزشن کان درگذر ڪري ۽ ڪتاب کي عام مسلمانن لاءِ مفيد بڻائي. آمين.

٨ - سيپٽمبر سنه 1991ء

**ڊاڪٽر محمود احمد غازي**
**ڊائريڪٽر جنرل دعوة اڪيڊمي**
**بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي**
**اسلام آباد**

بسم الله الرحمن الرحيم ○

# مهاڳ

نحمده ونصلي علي رسوله الكريم , أما بعد : عن انس قال قال رسول الله صلي الله عليه وسلم : طلب العلم فريضة علي كل مسلم ( ابن ماجه - البيهقي : المشكاه - كتاب العلم ) ( علم حاصل ڪرڻ هر مسلمان تي فرض آهي )- هي ۽ اهڙيون ٻيون ڪئين حديثون علم جي فضيلت ۾ آيل آهن- هر زماني ۾ عالم سڳورا ديني علم جي ڦهلائڻ ۽ سکڻ سيکارڻ ۾ مصروف رهيا اهن- الله سبحانہ وتعالیٰ هن عاجز جي دل ۾ بہ علم جي اشاعت جي ڪوشش ۾ حصہ دار بنجڻ ۽ آخرت لاءِ ذخيرو بنائڻ لاءِ ڪتاب عمده الفقہ ڪي ترتيب ڏيڻ جو خيال وڌو- اهڙيءَ ريت ان ڪتاب جو پهريون حصو جيڪو ڪتاب الايمان ۽ ڪتاب الطهارة تي مشتمل آهي وس آهر احتياط ۽ مناسب تفصيل ۽ ننڍين ننڍين مسئلن سان پيش ڪيو ويو , جنهن جي عام مقبوليت همت وڌائي - ٻيو حصو شروع ڪرڻ وقت اهو وهم ۽ گمان بہ ڪونہ هو تہ ڪو عمدة الفقہ جو ٻيو حصو يعني ڪتاب الصلاه ايترو ضخيم ٿي ويندو - پر الله تعالیٰ جي فضل سان اهو بہ چڱي جامعيت , شرح ۽ تفصيل سان شايع ٿيو- عام خاص سڀن ڪيس پسند ڪيو- ٽيون حصو جيڪو ڪتاب الصوم ۽ ڪتاب الزڪاه تي مشتمل آهي سو بہ ساڳيءَ شرح ۽ تفصيل بلڪہ حوالن سان شايع ٿيو ۽ هاڻ چوٿون حصو يعني الحج تصنيف هيٺ آهي ۽ اميد آهي تہ جلد ئي پورو ٿي پڙهندڙن تائين پهچندو - ان بابت اندازو آهي تہ ضخامت ۽ جامعيت ۾ ٻين حصن کان ڪنهن نموني بہ گهٽ ڪونہ هوندو- الله سبحانہ و تعالیٰ جو بي حد شڪر ۽ احسان آهي جو هي ڪتاب مقبول عام ٿيو ۽ خاص ڪري عالمن سڳورن هن کي ڏاڍو پسند فرمايو-

عمدة الفقہ ٹين حصي جي ترتيب ۽ تاليف وقت هن عاجز کي خيال آيو تہ عمدة الفقہ پنهنجي جامعيت ۽ ضخامت جي لحاظ کان اهل علم لاءِ پڪ سان فائدي مند آهي پر عام ماڻهن لاءِ عام طور تي وڏيڪ تفصيلي ڪتاب پڙهن لاءِ وقت ڪڍڻ ۽ تفصيلي جزئي مسئلن کي ياد ڪرڻ مشڪل آهي- ان ڪري چو نہ عمدة الفقہ جي هر حصي جو هڪ خلاصو تيار ڪجي جنهن کي عام ماڻهو بہ آسانيءَ سان دل ۽ دماغ ۾ محفوظ رکي سگهي ۽ جيڪڏهن عام اسڪولن ۾ ٻارن کي ۽ مسجدن ۾ وڏي عمر وارن کي باقاعده سندس تعليم ڏني وڃي ۽ تبليغي مجلسن ۾ ان جو درس جاري ڪيو وڃي تہ پڪ سان ان جا تمام سٺا نتيجا نڪرندا, ان سان گڏ ڪاليجن ۽ يونيورسٽن جي نصاب ۾ ڪيس شامل ڪرڻ اسلامي عقيدن سکيائڻ جي پڪيڙڻ ۽ معاشري جي اسلامي تربيت لاءِ نهايت فائدي مند ثابت ٿيندو- اهڙيءَ طرح هن خيال عملي شڪل اختيار ڪئي ۽ عمدة الفقہ جي پهرين حصي جو خلاصو ڇپرائي پيش ڪجي ٿو- عمدة الفقہ جي خلاصي جو نالو " زبدة الفقہ" تجويز ڪيو ويو آهي- پهرين حصي جي ڪتاب الايمان واري ڀاڱي جي خلاصي کي پهريون حصو ۽ ڪتاب الطهارة جي خلاصي کي ٻيو حصو قرار ڏنو ويو آهي- آئنده انشاالله العزيز باقي حصن جو خلاصو ٽيون ۽ چوٿون بہ شايع ٿيندو-

هونئن تہ عام فهم اردو زبان ۾ ارڪان اسلام جي باري ۾ ڪئين مختصر ڪتاب ۽ رسالا جهڙوڪ تعليم الاسلام ۽ رڪن دين وغيره گهڻي عرصي کان شايع ٿي عام مقبوليت حاصل ڪري چڪا آهن ۽ عام مسلمانن کي ڪانئن ديني نفعو رسي رهيو آهي- تنهن هوندي بہ " زبدة الفقہ " پنهنجي اختصار ۽ اجمال سميت تمام گهڻي ننڍن ننڍن جزئي مسئلن تي مشتمل آهي جيڪي ڪنهن هڪ مختصر رسالي يا ڪتاب ۾ ملي نہ ٿا سگهن- نئين دور جي گهرجن مطابق زبان تي خاص ڪري توجہ ڏنو ويو آهي تہ

عام فهم ۽ آسان هجي ۽ مسئلن جي ترتيب بہ من موهيندڙ آهي جنهن ڪري ياد رکڻ ۾ آساني ٿيندي.

اميد تہ پڙهندڙ هن رسالي کي پسند ڪندي هر هڪ ننڍي وڏي ۾ ان جي تعليم کي رواج ڏيندا. جيڪڏهن هن ۾ ڪا غلطي ڏسڻ ۾ اچي تہ مهرباني ڪري ان جو ڏس ڏيندا ۽ جيڪي ڪوتاهيون هجن تن بابت پنهنجي مشورن کان مطلع فرمايو تہ جيئن ٻئي ڇاپي ۾ ان جو سڌارو ڪري سگهجي، ۽ ڪتاب جي افاديت ۾ واڌارو ٿئي ، ڇو تہ مقصد صحيح عقيدن ۽ دين جي تعليم جو پکيڙڻ ۽ تبليغ آهي. جنهن ۾ هر مسلمان پاران توفيق ۽ حيثيت آهر حصو وٺڻ ضروري آهي - جيئن اسان سڀن کي ثواب دارين حاصل ٿئي.

دعا آهي تہ الله تعالیٰ هن عاجز کي خلوص نيت عطا فرمائي ۽ هن عاجزانہ پيش ڪش کي قبول فرمائي ، اهل اسلام کي ڪانئس پوريءَ طرح فائدو وٺڻ ۽ عمل ڪرڻ جي سعادت نصيب فرمائي، آمين. وصلوات الله وسلامه علي سيد المرسلين وعلي آله وأصحابه أجمعين ، برحمتک يا أرحم الراحمين - الحمدلله الذي هدانا لهذا وما كنا لنهتدي لولا أن هد انالله - سبحان ربک رب العزة عمايصفون وسلام علي المرسلين والحمد لله رب العالمين -

احقر

مترجم (عبدالحي ابڙو) سيد زوار حسين غفرلہ ولوالديہ

ڀرين رمضان المبارڪ ١٤١٠ھ جمعو ١١ صفر سنہ ١٣٩٣ھ

٢٨ مارچ ١٩٩٠ء مطابق ١٦ مارچ سنہ ١٩٧٢ء

# ** ڪتاب الايمان **

## ايمان جو بيان

جڏهن ڪو به شخص عاقل بالغ ٿي ويندو آهي ته مٿس ايمان آڻڻ يعني خدا کي هڪ ۽ رسولن کي سچو مڃڻ فرض ٿي پوندو آهي، ( جنهن جو تفصيل اڳتي ايندو ). ايمان آڻڻ کان پوءِ سڀ عبادتون فرض واجب وغيره مٿس لازم ٿي وينديون آهن ۽ سڀ جهليل ۽ حرام ڪيل شيون مٿس حرام ٿي وينديون آهن.

فرض ٻن قسمن جا آهن : (۱) دائمي : جيڪو هميشه فرض هجي ، ۽ اهو آهي ايمان تي پختو رهڻ ۽ حرام ، ڪفر ۽ شرڪ کان پاسو ڪرڻ ، ( اهو عقيدي سان تعلق رکي ٿو ). (۲) وقتي : جيئن نماز ، روزو ، زڪاة ۽ حج وغيره. ( اهي فقه ۾ اچن ٿا ). فرائض جو علم حاصل ڪرڻ فرض آهي ، يعني جڏهن ڪنهن فرض جو وقت اچي وڃي ته ان فرض سان لاڳاپو رکندڙ شرعي حڪمن جو علم حاصل ڪرڻ به ضروري ٿي پوندو آهي. جيئن ماڻهو جڏهن مسلمان ٿيو يا بالغ ٿيو ته انهن شين جو ڄاڻڻ مٿس ضروري آهي ، جن کان سواءِ ايمان درست نه ٿيندو آهي. ۽ جڏهن نماز فرض ٿي وئي ته نماز جي مسئلن جو سکڻ فرض آهي. ماه رمضان المبارڪ جي اچڻ تي روزي جا حڪم ۽ نصاب جيتري مال جي مالڪ ٿيڻ تي زڪاة جي حڪمن جو سکڻ ، علي هذا القياس ، حج ، نڪاح ، طلاق ، حيض نفاس ۽ واپار وڪري جي حڪمن جو سکڻ پنهنجي پنهنجي وقت تي فرض ٿي ويندو آهي- ايمان ، نماز ، روزي ۽ حيض نفاس جي حڪمن جو علم گهرج آهر حاصل ڪرڻ هر مسلمان مرد ۽ عورت تي فرض عين آهي.

## اسلام

رڳو اسلام ئي سچو مذهب ( دين ) آهي جيڪو دين ۽ دنيا جون سڀيئي ڀلائيون ۽ چڱيون ڳالهيون سيکاري ٿو. الله تعالىٰ وٽ مقبول ۽ پسند ڪيل دين رڳو اسلام ئي آهي- الله تعالىٰ جو ارشاد آهي : ان الدين عندالله الاسلام ( آل عمران ع ٢) ( بي شڪ دين الله تعالىٰ وٽ اسلام ئي آهي ) ٻئي هنڌ ارشاد رباني آهي : ورضيت لكم الاسلام دينا ( سوره المائده ع ١ ) ( مون اوهان لاءِ دين اسلام کي پسند فرمايو آهي ). ۽ اسلام جي مڃيندڙن کي مسلمان چئبو آهي-

## اسلام جو پهريون رڪن، ڪلمو

اسلام جو پهريون رڪن ڪلمو آهي جيڪو هي آهي : لا اله الاالله محمد رسول‌الله ( الله کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق ڪونہ آهي ، محمد (صلي الله عليہ وسلم ) الله جو رسول آهي ). ان کي ڪلمہ طيبہ ، ڪلمہ توحيد ۽ پهريون ڪلمو ڪوٺيو ويندو آهي- ٻيون ڪلمو جنهن کي ڪلمہء شهادت چئبو آهي ، سو هي آهي : أشهد أن لا اله الاالله وأشهد أن محمدا عبده ورسوله ( مان گواهي ڏيان ٿو تہ الله تعالىٰ کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي ۽ مان گواهي ڏيان ٿو تہ محمد (صلي الله عليہ وسلم ) الله جو ٻانهو ۽ سندس رسول آهي ). جنهن ڪلمہ طيبہ يا ڪلمہ شهادت جو مطلب سمجهي دل سان يقين ۽ زبان سان اقرار ڪيو سو مسلمان آهي.

## ايمان جي صفت-

(١) ايمان مجمل هي آهي : آمنت بالله ڪما هو باسمائہ وصفاتہ وقبلت جميع احڪامہ - ( مون الله تي ايمان آندو جيئن هو پنهنجي نالن ۽ صفتن سان آهي ۽ مون سندس سڀ حڪم قبول ڪيا).

(٢) ايمان مفصل هي آهي : آمنت بالله وملائكته وكتبه ورسله واليوم الآخر والقدر خيره وشره من الله تعالىٰ والبعث بعد الموت - ( مون الله تعالىٰ تي ، سندس فرشتن تي ، سندس رسولن تي ، قيامت جي ڏينهن تي ، ان ڳالھ تي تہ چڱي ۽ بري تقدير الله تعالىٰ جي طرفان ٿيندي آهي ، ۽ موت کان پوءِ ٻيهر اُٿاريو وڃڻ تي ايمان آندو ).

ايمان مفصل ۾ جن ستن شين جو ذڪر ٿيو اُنهن تي هر مسلمان لاءِ ايمان آڻڻ ضروري آهي ، اهي ست شيون هي آهن : الله تعالىٰ (جي ذات) ، سندس فرشتا ، ڪتاب ۽ رسول ، آخرت جو ڏينهن ، تقدير جو الله تعالىٰ طرفان هجڻ ، موت کان پوءِ ٻيهر زنده ٿي اُٿڻ. انهن جي مختصر تشريح هيٺ ڏجي ٿي :-

## الله تعالىٰ تي ايمان آڻڻ -

الله ، هي ان هستي جو اسم ذات آهي جيڪو واجب الوجود آهي يعني جيڪو پنهنجو پاڻ هر وقت هر هنڌ موجود آهي ، هميشہ کان آهي ۽ هميشہ رهندو. سندس نہ ڪا شروعات آهي نہ پڇاڙي ، ۽ سندس عدم يعني ڪنهن وقت ڪنهن هنڌ نہ هجڻ محال آهي. الله تعالىٰ کان سواءِ ٻي ڪا بہ شي واجب الوجود نہ آهي. ان اسم ذاتي کان سواءِ بہ ان هستي جا گھڻائي صفاتي نالا آهن ، جهڙوڪ خالق ، رازق ، حي وقيوم وغيره جيڪي ڳڻائي کان ٻاهر آهن. هڪ حديث شريف ۾ نوانوي يعني هڪ گھٽ سؤ نالا آيا آهن ۽ ڪن ٻين حديثن ۾ انهن کان علاوه ٻيا نالا بہ بيان ٿيا آهن. قرآن ۽ حديث ۾ آيل سواءِ پنهنجي ٺاهيل عقلي ۽ عرفي نالن سان الله تعالىٰ کي پڪارڻ هرگز جائز نہ آهي ڪٿي اهي صحيح نالن جي معنىٰ جي مطابق ڇو نہ هجن. مثال طور تي الله تعالىٰ کي عالم چئبو پر عاقل چوڻ جائز نہ آهي. الله تعالىٰ جا نالا ۽ صفتون سندس پاڪ ذات سان اهڙيءَ طرح سان متعلق آهن جو نہ ذات

جو عين آهن، نہ وري غير. ان ڪري الله تعالیٰ جي صفتن يعني علم ۽ قدرت وغيره کي الله نہ ٿو چئي سگهجي ۽ نہ ئي غير چئي سگهجي ٿو. الله تعالیٰ جي صفتن کي صفات ذاتي يا صفات ڪماليہ ڪو نيو ويندو آهي، اهي هي آهن:

(١) وحدت، يعني الله تعالیٰ هڪ آهي، سندس ذات ۽ صفتن ۾ ان جو ڪو شريڪ نہ آهي ۽ اهوئي عبادت جي لائق آهي. ان کان سواءِ ڪو عبادت جي لائق نہ آهي.

(٢) قدم، يعني اهو هميشہ کان آهي ۽ هميشہ رهندو. جيڪو هميشہ کان هجي ان کي ازلي، ۽ جيڪو هميشہ رهي تنهن کي ابدي چئبو آهي. تنهن ڪري الله تعالیٰ ازلي بہ آهي ۽ ابدي بہ. قديم هجڻ جو بہ اهوئي مطلب آهي.

(٣) حياة، هميشہ کان زنده آهي ۽ هميشہ زنده رهندو. اهو حي وقيوم آهي.

(۴) قدرت، ڪائنات کي پيدا ڪرڻ ۽ قائم رکڻ، پوءِ فنا ڪري ٻيهر وجود ۾ آڻڻ ۽ هر شيءِ تي قادر آهي.

(۵) علم، ڪابہ شي ننڍي هجي ڪٿي وڏي سندس علم کان ٻاهر ۽ ڪائنس لڪل نہ آهي، ۽ اهو ان کي وجود ۾ اچڻ کان اڳ ۽ منجهي وڃڻ کان پوءِ بہ ڄاڻيندو آهي - اهو هر شيءِ کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

(٦) ارادو، الله تعالیٰ جنهن شيءِ کي گهرندو آهي پنهنجي اختيار ۽ ارادي سان پيدا ڪندو ۽ مٽائيندو آهي. ڪائنات جي ڪابہ شيءِ سندس ارادي ۽ اختيار کان ٻاهر نہ آهي، ۽ اهو ڪنهن ڪم لاءِ مجبور نہ آهي. جيڪو گهرندو آهي، سو ڪندو آهي، ڪو بہ ان کي روڪ جهل ڪرڻ وارو نہ آهي.

(٨،٧) سمع و بصر، هو هر ڳالهہ کي ٻڌندو ۽ هر شيءِ کي ڏسندو آهي. هلڪي کان هلڪي آواز کي ٻڌندو ۽ ننڍي کان ننڍي شيءِ کي ڏسندو آهي. ويجهي ۽ پري، لونداهي ۽ روشني جو ڪو فرق نہ آهي.

(٩) ڪلام، يعني ڳالهائڻ، اها صفت بہ الله تعالیٰ لاءِ ثابت آهي. سندس

ڪلام آواز کان پاڪ آهي ۽ هو ان لاءِ زبان يا ڪنهن ٻي شيءِ جو محتاج نہ آهي. هن پنهنجي رسولن ۽ پيغمبرن جي ذريعي پنهنجو ڪلام پنهنجن ٻانهن کي پهچايو آهي. سڀ آسماني ڪتاب ۽ صحيفا سندس ڪلام آهن.

(١٠) خلق ۽ تڪوين يعني پيدا ڪرڻ ۽ وجود ۾ آڻڻ. زمين، آسمان، چنڊ، سج، تارا، فرشتا، انسان، جن مطلب تہ سموري ڪائنات کي اُن ئي پيدا ڪيو. سموري ڪائنات جو اڳ ۾ بالڪل ڪو وجود نہ هو، پوءِ الله تعالىٰ جي پيدا ڪرڻ سان وجود ۾ آئي ۽ اهوئي سڄي ڪائنات جو مالڪ آهي.

مٿي بيان ڪيل انهن صفتن کي صفات ثابتہ يا صفات ثبوتيہ چوندا آهن. ان کان علاوه ٻيون بہ صفات آهن، جهڙوڪ مارڻ، جيارڻ، عزت ذلت ڏيڻ ۽ رزق ڏيڻ وغيره، جيڪي سڀ ازلي ابدي ۽ قديم آهن. انهن ۾ گهٽ واڌ ۽ ڦير ڦار نہ ٿي ٿي سگهي. ان جون سموريون صفتون ٻي ڪيف ۽ هميشہ رهڻ واريون آهن. هو رحمٰن ۽ رحيم آهي، مالڪ الملڪ آهي. سڀ جو بادشاه آهي، پنهنجي ٻانهن کي آفتن کان بچائيندو آهي، عزت ۽ بزرگي وارو آهي، گناهن کي بخشيندڙ آهي، گهڻو ڏيندڙ آهي، سموري مخلوق کي روزي رسائيندڙ آهي، جنهن جي گهري روزي وڌائي ۽ جنهن جي گهري تنگ ڪري جنهن کي گهري عزت ڏئي ۽ جنهن کي وٺيس ذلت ڏئي، جنهن کي گهري هيٺ ڪري ۽ جنهن کي گهري مٿي ڪري. انصاف ۽ برداشت ۽ بارگيريءَ وارو، خدمت ۽ عبادت جو قدر ڪرڻ وارو، دعا قبول ڪندڙ آهي. سڀ جو حاڪم آهي، مٿس ڪو حڪم هلائڻ وارو نہ آهي. ان جو ڪوبہ ڪم حڪمت کان خالي ڪونهي. سڀ جا ڪم بنائيندڙ آهي- اهوئي جيارينڌو ۽ مارينڌو آهي- توبہ قبول ڪندڙ، هدايت ڏيندڙ، جيڪي سزا جي لائق آهن تن کي سزا ڏيندڙ آهي. سندس حڪم کان سواءِ هڪ داڻو بہ چر پر نہ ٿو ڪري سگهي. هو سڄي جهان جي حفاظت کان نہ ٿو ٿڪجي. سڀ ناقص ۽ اڻ پوريون صفتون سندس بارگاه کان پري آهن. هو سڀ عيبن کان

پاڪ آهي. مخلوق جي صفتن کان آجو آهي. هو نه کائيندو آهي، نه پيئندو آهي، نه سمهندو آهي، نه ڪيس گيرٽ ايندي آهي. نه هو ڪنهن کان پيدا ٿيل آهي، نه ڪائنس ڪو پيدا ٿيو آهي، سندس نه ڪو پيءُ ماءُ آهي نه وري ڌيءُ پٽ. هو پاءُ پين، زال ۽ مائٽن مٽن ۽ ٻين لاڳاپن کان پاڪ آهي. زمان و مڪان، طرفن ۽ جهتن، ڊيگهه ۽ ويڪر، جسم ۽ جوهر، شڪل ۽ صورت، رنگ ۽ بوءِ، موت ۽ هلاڪت مطلب ته هر عيب ۽ واقعي کان پاڪ ۽ آجو آهي. قرآن مجيد ۽ حديثن ۾ بعض هنڌن تي الله تعالىٰ جي متعلق اهڙين ڳالهين جي خبر ڏني وئي آهي، جن جي حقيقت الله تعالىٰ ئي چڱي طرح ڄاڻي ٿو. انهن جو مطلب الله تعالىٰ جي حوالي ڪجي. هو ڪنهن جو محتاج ڪونهي، سڀ سندس محتاج آهن. ڪيس ڪنهن شيءِ جي ضرورت نه آهي، هو بي مثل آهي. ڪا به شيءِ ان جي مثل ۽ مشابه نه آهي. سڀ ڪمال اُن کي ئي حاصل آهن.

## فرشتن تي ايمان آڻڻ

فرشتن تي ايمان آڻڻ جو مطلب هي آهي ته فرشتا الله تعالىٰ جي هڪ مخلوق آهن. اُهي سڀ نور مان پيدا ڪيل آهن. ڏينهن رات الله جي عبادت ۾ مشغول رهندا آهن. اسان جي نظرن کان غائب آهن. اُهي نه مرد آهن نه عورت. مٽي مانٽي ڪرڻ ۽ کائڻ پيئڻ جا محتاج ناهن. سڀ فرشتا معصوم آهن. الله جي نافرماني ۽ گناهه نه ڪندا آهن. جنهن ڪم تي الله تعالىٰ کين لڳائي ڇڏيو آهي، انهن ۾ مشغول رهندا آهن ۽ سڀ ڪم ۽ انتظام الله تعالىٰ جي حڪم مطابق پورو ڪندا آهن. اُهي ڳاڻاٽي کان مٿي آهن. سندن تعداد الله تعالىٰ کان سواءِ ڪو به نه ٿو ڄاڻي. انهن منجهان هي چار فرشتا مقرب ۽ مشهور آهن:

(١) حضرت جبرئيل عليه السلام، جيڪو الله تعالىٰ جا ڪتاب، حڪم ۽ پيغام پيغمبرن سڳورن وٽ آڻيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن انبياء عليهم

السلام جي مدد ڪرڻ ۽ خدا ۽ رسول جي دشمنن سان وڙهڻ لاءِ به ڪيس موڪليو ويو ۽ ڪڏهن الله تعالىٰ جي نافرمانن تي عذاب به ان جي ذريعي موڪليو ويو.

(٢) حضرت ميڪائيل عليه السلام، جيڪو بارش وغيره جي انتظام ڪرڻ ۽ مخلوق کي روزي رسائڻ جي ڪم تي مقرر آهي ۽ بي شمار فرشتا سندن ماتحتي ۾ ڪم ڪندا آهن. ڪي ڪڪرن جي انتظام لاءِ مقرر آهن، ڪي هوائن جي انتظام لاءِ، ۽ ڪي دريائن تلائن ۽ نهرن تي مقرر آهن، ۽ انهن سڀني شين جو انتظام الله تعالىٰ جي حڪم مطابق ڪندا آهن.

(٣) حضرت اسرافيل عليه السلام، جيڪو قيامت جي ڏينهن صور ڦوڪيندو.

(٤) حضرت عزرائيل عليه السلام، جيڪو مخلوق جي روحن کي قبض ڪرڻ يعني ساهه ڪڍڻ لاءِ مقرر آهي، کيس ملڪ الموت به چوندا آهن. سندس ماتحتيءَ ۾ بي شمار فرشتا ڪم ڪندا آهن، نيڪ ٻانهن جي ساهه ڪڍڻ ۽ بدڪارن جي ساهه ڪڍڻ لاءِ الڳ الڳ فرشتا آهن. اهي چار ئي فرشتا باقي سڀني فرشتن کان افضل آهن. انهن کان علاوه ٻيا فرشتا به آهن جيڪي هڪ ٻئي کان گهٽ وڌ مرتبو رکن ٿا، يعني ڪو وڌيڪ مقرب آهي ته ڪو گهٽ. انهن مان ڪي مشهور فرشتا هي آهن:

(١) ڪراما ڪاتبين، (٢) انسان جي حفاظت ڪندڙ، (٣) منڪر نڪير، (٤) ذڪر تلاوت ۽ ٻين ڀلائي وارن ڪمن ۾ حاضر ٿيندڙ فرشتا، (٥) رضوان يعني جنت جو داروغو ۽ سندس ماتحت فرشتا، (٦) مالڪ، يعني جهنم جو داروغو ۽ سندس ماتحت فرشتا، (٧) الله تعالىٰ جي عرش کڻندڙ فرشتا،

هر وقت الله تعالىٰ جي ياد، عبادت، پاڪائي بيان ڪندڙ، حمد ڪندڙ، لااله الا الله جو ذڪر ڪندڙ ۽ تقديس ۾ مشغول رهندڙ فرشتا.

سڀ فرشتا معصوم آهن. انهن مان ڪن کي ٻه پر آهن، ڪن کي ٽي ۽

ڪن کي چار ۽ ڪن کي تمام گهڻا. انهن پرن جي حقيقت الله تعالیٰ ئي بهتر ڄاڻي ٿو. اِهي سڀ ڳالهيون قرآن مجيد ۽ صحيح حديثن ۾ آيل آهن. انهن ۾ شڪ ڪرڻ يا سندن توهين ۽ دشمني ڪرڻ ڪفر ۽ وبال آهي.

## ٣- الله تعالیٰ جي ڪتابن تي ايمان آڻڻ

الله تعالیٰ جي ڪتابن کان مراد اُهي صحيفا ( ننڍا ڪتاب ) ۽ ڪتاب آهن جيڪي الله تعالیٰ پنهنجي نبين تي نازل فرمايا آهن. اهي صحيفا ۽ ڪتاب گهڻائي آهن، جن جو تعداد يقيني طور تي معلوم نہ آهي. انهن مان هي چار ڪتاب مشهور آهن: (١) توريت- جيڪو حضرت موسیٰ عليہ السلام تي عبراني زبان ۾ نازل ٿيو.

(٢) زبور - جيڪو حضرت داؤد عليہ السلام تي سرياني زبان ۾ نازل ٿيو.

انجيل - جيڪو حضرت عيسیٰ عليہ السلام تي عبراني زبان ۾ نازل ٿيو.

قرآن مجيد- جيڪو اسان جي پيغمبر حضرت محمد مصطفیٰ صلي الله عليہ وسلم تي عربي زبان ۾ نازل ٿيو. انهن چئن وڏن ڪتابن کان علاوه ڪجھ صحيفا ( ننڍا ڪتاب ) حضرت آدم عليہ السلام تي ۽ ڪجھ حضرت شيث عليہ السلام تي، ڪي حضرت ابرهيم عليہ السلام تي، ڪي حضرت موسیٰ عليہ السلام تي نازل ٿيا. انهن کان سواءِ ڪي ٻيا صحيفا بہ آهن جيڪي ڪن ٻين پيغمبرن تي نازل ٿيا. اهو سڀ قرآن مجيد مان ثابت آهي، ۽ انهن کي نہ مڃڻ وارو شخص ڪافر آهي. قرآن مجيد مان اهو بہ ثابت آهي تہ موجوده توريت، زبور ۽ انجيل جيڪي يهودين ۽ عيسائين وٽ آهن، سي اصلي نہ آهن، بلڪ انهن اصل ڪتابن ۾ ڦير ڦار ڪري ڇڏي آهي، ان ڪري انهن جي باري ۾ هي اعتقاد نہ رکڻ گهرجي تہ اهي اصلي آسماني ڪتاب آهن، بلڪ اهو اعتقاد رکجي تہ اهي اصلي نہ آهن. انهن نالن جا ڪتاب انهن

نبي سڳورن تي نازل ٿيا هئا. قرآن مجيد جي نازل ٿيڻ سان اهي ڪتاب ۽ سندن شريعت منسوخ ٿي وئي ۽ قرآن مجيد سڀ کان آخري ڪتاب آهي، ان جا احڪام قيامت تائين جاري رهندا. اهو هر قسم جي ڦير ڦار ( تحريف ) کان محفوظ آهي ۽ قيامت تائين محفوظ رهندو. آسماني ڪتابن ۾ سڀ کان افضل قرآن مجيد آهي يعني ان ۾ ثواب، ۽ سندس فائديمند هجڻ، سڀني کان وڌيڪ ثابت آهي. سندس ڪي فضيلتون هي آهن:

(١) ان جو هڪ هڪ حرف ۽ هڪ هڪ لفظ ايستائين جو زير زبر پيش ياڪٿي شوشو به، هر قسم جي گهاٽي واڌي کان قيامت تائين محفوظ آهي.

(٢) ان جي ننڍي کان ننڍي سوره جي مثل به ڪو شخص نه ٺو ٺاهي سگهي.

(٣) ان اڳين سڀني ڪتابن ۽ شريعتن جا گهڻائي حڪم منسوخ ڪري ڇڏيا آهن.

(۴) سڀ ڪتاب پنهنجي پنهنجي وقت ۾ هڪ ئي دفعي نازل ٿيا آهن، پر قرآن مجيد کي به فضيلتون حاصل آهن پهرين هي ته هڪ ئي دفعي رمضان المبارڪ جي مهيني شب قدر ۾ لوح محفوظ کان، هيٺئين آسمان تي نازل ٿيو، پوءِ اتان ٽيويهن سالن تائين ضرورت آهر ٿورو ٿورو نازل ٿيندو رهيو ۽ ان ريت ماڻهن جي دلين ۾ محفوظ ٿيندو ويو. اهو سڀ حڪمت الاهيٰ تي ٻڌل هو.

(۵) سندس احڪام اهڙا ته معتدل ( وچولا ) آهن جو قيامت تائين هر زماني ۽ هر قوم جي مناسب آهن.

(٦) حضور انور صلي الله عليه وسلم جي زماني کان اڄ تائين تواتر سان ( لڳو لڳ ) نقل ٿيندو آيو آهي، جيڪو سندس يقيني ۽ قطعي هئڻ ۽ ڦير ڦار کان محفوظ هجڻ، جو پڪو دليل آهي.

(٧) قرآن مجيد هزارن لکن مسلمانن جي سينن ۾ اسلام جي شروعات

ڪان وٺي اڄ تائين محفوظ هلندو پيو اچي ۽ انشاء الله قيامت تائين اهو سلسلو جاري رهندو. اهوئي سبب آهي جو اسلام جي دشمنن کي ڪڏهن به منجهس گهٽائي واڌ ڪرڻ جو موقعو نه ملي سگهيو ۽ نه ئي انشاء الله قيامت تائين ملي سگهندو.

## رسولن تي ايمان آڻڻ

رسولن تي ايمان آڻڻ جو مطلب هي آهي ته الله تعالىٰ پنهنجي ٻانهن تائين پنهنجي حڪمن کي پهچائڻ لاءِ انهن منجهان ئي ڪن ٻانهن کي چونڊي ورتو آهي جن کي نبي ۽ رسول چئبو آهي. نبي ۽ رسول الله تعالىٰ جا ٻانها ۽ انسان هوندا آهن، اهي سچار هوندا آهن، ڪڏهن ڪوڙ نه ڳالهائيندا آهن، هر قسم جي ننڍين وڏن گناهن کان معصوم هوندا آهن، الله تعالي جا حڪم پوريءَ طرح پهچائيندا آهن ۽ منجهن ڪا گهٽائي واڌي نه ڪندا آهن، نه وري ڪنهن پيغام کي لڪائيندا آهن.

رسول ان پيغمبر کي چئجي ٿو جنهن کي نئين شريعت ۽ ڪتاب ڏنو ويو هجي، ۽ نبي هر پيغمبر کي سڏجي ٿو، ڪٿي ان کي نئين شريعت ۽ ڪتاب ڏنو ويو هجي يا نه ڏنو ويو هجي بلڪ اهو اڳين شريعت ۽ ڪتاب جي پيروي ڪندڙ هجي، تنهن ڪري هر رسول نبي آهي ۽ هر نبي رسول نه آهي (ڪن عالمن نبي ۽ رسول کي ساڳئي معنىٰ ۾ ورتو آهي). نبوت ۽ رسالت پنهنجي ڪسب ۽ ڪوشش سان حاصل نه ٿيندي آهي بلڪ جنهن کي الله تعالىٰ بنائي اهوئي بڻندو آهي، اهو مرتبو الله تعالىٰ جي طرف کان عطا ڪيو ويندو آهي - سڀ نبي مرد ٿيا آهن ڪا عورت نبي نه ٿي آهي -

دنيا ۾ گهٽائي رسول ۽ نبي آيا، ڪن روايتن ۾ سندن تعداد هڪ لک چوويهه هزار آيو آهي، ڪن ۾ هڪ لک چوٽيهه هزار ۽ ڪن ۾ ٻه لک چوويهه هزار، اهو ڳاڻاٽو قطعي نه آهي، گهٽو ڪري ته گهٽائي بيان ڪرڻ لاءِ

آهي - انهن جو صحيح انگ الله تعالىٰ ئي ڄاڻي ٿو- اسان توهان کي هن ريت ايمان آڻڻ گهرجي تہ الله تعالىٰ جيترا بہ رسول ۽ نبي موڪليا اسان انهن سڀن کي برحق ۽ رسول ۽ نبي مڃيون ٿا ، انهن مان ٽي سو تيرهن رسول آهن ، سڀ کان پهريون نبي حضرت آدم عليہ السلام آهي ۽ سڀ کان آخري رسول حضرت محمد مصطفىٰ صلي الله عليہ وسلم جن آهن ، پڻ خاتم النبيين آهن ۽ مٿن رسالت ۽ نبوت ختم ٿي ويئي ، پڻ قيامت تائين سڀن انسانن ۽ جنن لاءِ رسول آهن ، ڪانئن بعد قيامت تائين حقيقي توڙي ظلي يا بروزي ڪنهن قسم جو ڪو نبي يا رسول نہ ايندو - پڻ سڀني کان پوءِ جيڪو شخص حقيقي يا ظلي يا بروزي ڪنهن بہ قسم جي پيغمبريءَ جي دعوىٰ ڪري اهو ڪوڙو ۽ ڪافرو دجال آهي -

حضرت آدم عليہ السلام ۽ حضرت محمد مصطفىٰ صلي الله عليہ وسلم جي وچ ۾ جيڪي پيغمبر آيا انهن مان ڪن جا نالا مبارڪ قرآن مجيد ۽ حديثن ۾ آيا آهن ، تن منجهان مشهور نالا هي آهن : حضرت نوح ، حضرت شيث ، حضرت ابرهيم ، حضرت اسحاق ، حضرت اسماعيل ، حضرت يعقوب ، حضرت يوسف ، حضرت داوٗد ، حضرت سليمان ، حضرت ايوب ، حضرت موسىٰ حضرت هارون ، حضرت زڪريا ، حضرت يحيىٰ ، حضرت الياس ، حضرت اليسع ، حضرت يونس ، حضرت لوط ، حضرت ادريس ، حضرت ذوالڪفل ، حضرت صالح ، حضرت هود ، حضرت شعيب ۽ حضرت عيسىٰ علي نبينا و عليهم الصلاة والسلام - رسول پيغمبرن مان ڪن جو مرتبو ڪن کان مٿاهون آهي - اسان جو پيغمبر حضرت محمد مصطفىٰ صلي الله عليہ وسلم سڀن نبين ۽ رسولن کان افضل ۽ بزرگ آهي ، الله تعالىٰ جا تہ پڻ بہ ٻانها ۽ فرمان بردار آهن ، خدا تعالىٰ کان پوءِ پڻ سڀني جو مرتبو سڀ کان وڏيڪ آهي : بعد از خدا بزرگ توئي قصہ مختصر

پاڻ سڳورا حضرت اسماعيل عليہ السلام جي اولاد منجهان آهن ، ۽ عرب جي مشهور ۽ سڀ کان معزز خاندان قريش سان تعلق رکن ٿا. ملڪ عرب جي مشهور شهر مڪہ معظمہ ۾ پيدا ٿيا. سمورن عرب گهراڻن ۾ قريش جي گهراڻي جي عزت ۽ مرتبو مٿانهون هيو. قريش کي ٻين گهراڻن جو سردار مڃيو ويندو هو ,وري خاندان قريش جي هڪ شاخ بني هاشم هئي جيڪا قريش جي ٻين شاخن کان وڌيڪ عزت واري هئي ، پاڻ سڳورا ان بنو هاشم شاخ مان آهن ان ڪري پاڻ ڪريمن کي هاشمي بہ چوندا آهن - هاشم پاڻ سڳورن جي پڙڏاڏي جو نالو آهي ,پاڻ سڳورن جو سلسلہ نسب چئن پشتن تائين هر مسلمان کي ياد رکڻ گهرجي جيڪو هن ريت آهي : محمد ( صلي الله عليہ وسلم ) بن عبدالله بن عبدالمطلب بن هاشم بن عبد مناف - چاليهن سالن جي عمر ۾ مٿن وحي جو نزول شروع ٿيو يعني الله تعالىٰ پنهنجو ڪلام قرآن مجيد ۽ پنهنجا احڪام مٿن لاهڻ شروع ڪيا. ان کان پوءِ پاڻ ٽيويهہ سال زندهہ رهيا. نبوت ملڻ کان تيرهن سالن تائين يعني ڪل ۵۳ سال مڪہ معظمہ ۾ ۽ ڏهہ سال مدينہ منوره ۾ رهيا. جڏهن پاڻ مڪہ مڪرمہ ۾ دين اسلام جي تبليغ شروع ڪيائون تہ مڪہ جي ڪافرن ۽ مشرڪن پاڻ سڳورن کي قسمين قسمين تڪليفون پهچائڻ شروع ڪيون ,پاڻ برداشت ڪندا رهيا ,آخر جڏهن دشمني جي ڪا حد نہ رهي ۽ سڀني ملي پاڻ سڳورن ﷺ کي قتل ڪرڻ جو ارادو ڪيو تہ حضور انور عليہ الصلاه والسلام الله تعالىٰ جي حڪم سان پنهنجي پياري وطن مڪي شريف کي ڇڏي مدينہ منوره هليا ويا ان کي " هجرت " ڪوٺيو ويندو آهي ۽ انهيءَ مناسبت سان مسلمانن جو سن هجري جاري ٿيو آهي- پاڻ سڳورن جي مدينہ منوره ڏانهن وڃڻ جي خبر ٻڌي ٻيا مسلمان بہ جن کي ڪافر ستائيندا رهندا هئا آهستي آهستي مدينہ منوره هليا ويا. انهن مسلمانن کي جيڪي مڪہ مڪرمہ کان پنهنجا گهرٻار ڇڏي

مدينہ طيبہ هليا آيا۔ " مهاجرين " سڏبو آهي ، ۽ مدينہ طيبہ جي مسلمانن کي جن پاڻ سڳورن صہ ۽ مهاجرين جي مدد ڪئي انصار چوندا آهن - پاڻ سڳورن جي مدينہ منوره جي قيام واري ڏهن سالن جي زماني ۾ الله پاڪ پاڻ ڪريمن کي اهي فتوحات نصيب فرمايون جو جن جي برڪت سان اڄ اسلام دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ رائج آهي - ہہ ٽي ڏينهن مٿي ٽيهٺ سالن جي عمر ۾ مشهور روايت مطابق تاريخ ١٢ ربيع الاول سنہ ١١ ھ سومر ڏينهن پاڻ ڪريمن جي پاڪ جسم کان روح مبارڪ رفيق اعلىٰ ڏانهن اڏام ڪئي۔ انڪ ميت وانهم ميتون ,اناالله وانا اليه راجعون ( پاڻ سڳورن جا مفصل حالات , اخلاق ۽ عادات وغيره , حديث , شمائل , سير ۽ تاريخ جي ڪتابن ۾ ڏسو )۔

## عقيدو :

انبياء عليهم السلام پنهنجي پنهنجي قبرن ۾ ان ريت حقيقي زندگي ۾ زنده آهن الاهي وعدي کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ هڪ گهڙيءَ لاءِ مٿن موت آيو وري زنده ٿي ويا۔ سندن اها زندگي شهيدن جي زندگي کان گهڻو مٿانهين آهي پر ان جي ڪيفيت الله ئي بهتر ڄاڻي ٿو۔

## صحابہ ڪرام :

هر پيغمبر جي زماني ۾ جن ماڻهن ان پيغمبر تي ايمان آندو اهي سندس صحابي آهن - پاڻ سڳورن صہ جا بہ اصحاب آهن - صحابي ان شخص کي ڪوٺجي ٿو جنهن ايمان جي حالت ۾ حضور انور صلي الله عليہ وسلم کي ڏٺو هجي يا پاڻ ڪريمن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو هجي ، ۽ سندس موت ايمان تي ٿيو هجي - صحابہ هزارين آهن جيڪي پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ حاضر ٿي مسلمان ٿيا ۽ اسلام تي سندن وفات ٿي - صحابہ جا مرتبا هڪ

ﭭني جي پيٽ ۾ گهٽ وڌ آهن ۽ سڀ صحابہ باقي امت کان افضل آهن - جيڪڏهن ڪنهن ﭭني مؤمن پنهنجي سموري عمر نيڪ عمل ڪرڻ ۾ گذاري هجي ۽ احد جبل جي برابر سون الله جي واٽ ۾ خرچ ڪيو هجي تنهن هوندي بہ ڪنهن صحابي جي هڪ ادنىٰ عمل ۽ هڪ مد ( تقريبا هڪ سير ) جون جي خيرات ڪرڻ جي برابر بہ نہ تو ٿي سگهي - ۽ ڪو وڏي کان وڏو غير صحابي ولي هڪ ادنىٰ صحابي جي مرتبي کي بہ نہ تو پهچي سگهي۔

سڄي امت جو ان ڳالهہ تي اجماع آهي تہ سڀني اصحاب ۾ سڀ کان(١) افضل حضرت ابو بڪر صديق رضي الله عنہ آهي ﭘاڻ سموري امت کان افضل آهن - ڪانئن بعد (٢) حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ سموري امت کان افضل آهن , ڪانئن پوءِ حضرت عثمان غني رضي الله عنہ پوءِ حضرت علي المرتضىٰ ڪرم الله وجهہ سموري امت کان افضل آهن - اهي چار ئي بزرگ رسول الله صلي الله عليہ وسلم کان پوءِ انهيءَ ترتيب سان جيڪا مٿي بيان ٿي ﭘاڻ ڪريمن جا خليفا بنيا۔ ﭘاڻ سڳورن جي هن دنيا کان لاڏائي ڪرڻ بعد دين جو ڪم سنڀالڻ ۽ جيڪي انتظام ﭘاڻ فرمائيندا هئا انهن کي قائم رکڻ لاءِ جيڪو شخص سڀن مسلمانن جي گڏيل مرضي سان سندن قائم مقام بڻيو ان کي " خليفو ڪوٺيو ويندو آهي , تنهن ڪري سڀ کان پهريائين حضرت ابو بڪر پوءِ حضرت عمر پوءِ حضرت عثمان ۽ پوءِ حضرت علي رضي الله عنهم خليفا ٿيا۔ انهن چئن کي خلفاء اربعہ , خلفاءِ راشدين ۽ چار يار ڪوٺيو ويندو آهي - انهن چئن کان پوءِ حضرت امام حسن بن علي رضي الله عنهما خليفہ ٿيا , ۽ سندن خلافت جي مدت تائين سڀن خليفن جي خلافت جي مدت ٽيهہ سال آهي , ان کي خلافت راشده ڪوٺيو ويندو آهي جنهن جو ذڪر حديث شريف ۾ آهي , انهن چئن يارن کان پوءِ مجموعي طورتي سڀ اهل بيت باقي صحابين کان افضل آهن - اهل

بيت ۾ سڀ پاڪ بيبيون رضہ ، حضرت علي رضہ ( جن جو ذڪر چئن ۾ اچي چڪو آهي ) ، حضرت فاطمہ الزهراء رضہ ، حضرت حسن رضہ ۽ حضرت حسين رضوان الله تعالیٰ عليهم اجمعين شامل آهن - بيبين سڀني ۾ حضرت عائشہ رضہ ۽ حضرت خديجہ الڪبریٰ رضہ سڀ کان افضل آهن ، ۽ نياڻين ۾ حضرت فاطمہ الزهراء رضہ سڀ کان افضل آهي-

فتح مڪہ کان اڳ الله جي واٽ ۾ خرچ ڪندڙ ۽ جهاد ۾ شامل ٿيندڙ صحابہ رضہ پوءِ وارن کان افضل آهن - جنگ بدر ۾ شريڪ ٿيندڙ صحابہ رضہ ، سابقين ۽ افضل آهن - انهن کان سواءِ باقي صحابين کي هڪ ٻئي تي فضيلت نہ ڏني وڃي ، سڀ کي افضل سمجهيو وڃي ۽ ڪنهن جي بہ شان ۾ ڪا ٿورڙي بہ گستاخي نہ ڪجي ، نہ تہ ايمان ضائع ٿي ويندو- صحابہ ڪرام رضہ جي اندروني جهڳڙن ۽ سندن پاڻ ۾ اختلافن کي نيڪ نيتي تي قياس ڪرڻ گهرجي - سڀ صحابہ رضہ مجتهد هئا- مجتهد کان صحيح ۽ غلط ٻئي رايا ظاهر ٿي سگهن ٿا ، ۽ سندن غلطي اجتهادي غلطي آهي ، جنهن تي کين هڪ ثواب ملندو- غير صحابي جنهن بہ صحابي جي تقليد ڪئي تنهن تي ڪيس چونڪارو ملي ويندو ، ڇو تہ سڀ صحابي سڳورا اتباع جي لائق ۽ شريعت جا معيار آهن - انهن جي باري ۾ گهٽ وڌ ڳالهائڻ الله تعالیٰ ۽ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي ناراضپي جو سبب ۽ سخت حرام آهي ، الله تعالیٰ اسان کي ان وبال کان بچائي - آمين - حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين رضي الله عنهما يقينا بلند درجي جا شهيد آهن سندن شهادت جو منڪر گمراهہ ۽ بي دين آهي -

## ولايت ۽ اولياء الله:

جيڪو مسلمان الله تعالیٰ ۽ سندس رسول صلي الله عليہ وسلم جي پيروي ڪري ، گهڻو ذڪر ۽ عبادت ڪري ، گناهن کان بچندو رهي ، الله

۽ رسول سان دنيا جي سڀني شين کان وڌيڪ محبت رکندڙ هجي اهو الله جو مقرب ۽ پيارو بنجي ويندو آهي ، اهڙي شخص کي ولي چوندا آهن - هونئن تہ هر مؤمن ولي آهي پر جيڪو شخص باري تعالىٰ جي قرب جو هڪ خاص مقام حاصل ڪري وٺندو آهي ،شريعت جي اصطلاح ۾ ان کي ولي چوندا آهن - سندس سڃاڻ هي آهي تہ اهو مسلمان متقي ۽ پرهيز گار هجي ، عبادت گهڻي ڪندو هجي ، الله ۽ رسول سان هر شيء کان وڌيڪ محبت رکندو هجي ، ڪيس دنيا جو حرص نہ هجي ۽ آخرت جو خيال هر وقت لڳل هجيس - سڀ صحابي رضہ ولي ٿيا آهن بلڪ اهي غير صحابي ولي جي مقابلي ۾ بلند درجي جا ولي آهن - جهڙيءَ طرح ڪو صحابي يا ولي ڀلي ڪيتروئي وڏو درجو رکندڙ هجي ڪنهن نبي جي برابر نہ ٿو ٿي سگهي ، ساڳيءَ ريت صحابي ٿين جي فضيلت بہ تمام وڏي آهي ۽ ڪوبہ غير صحابي ولي ڀلي ڪيتروئي وڏو درجو رکندو هجي ڪنهن ادنىٰ صحابيءَ جي برابر بہ نہ ٿو ٿي سگهي - صحابن کان پوءِ لولياء الله ۾ تابعين ( صحابہ سان ملاقات ڪندڙن ) جو مرتبو آهي ، پوءِ تبع تابعين جو- لولياء الله جا گهڻائي سلسلا ٿي گذريا آهن ، جن مان چار سلسلا گهڻو مشهور ۽ دنيا ۾ رائج آهن - جيڪي هي آهن : چشتيہ ، قادريہ ، نقشبنديہ ، سهروردیہ ، انهن جو وڌيڪ تفصيل تصوف جي ڪتابن ۾ ڏسو- اهڙو شخص جيڪو شريعت جي ابتڙ عمل ڪري ، جهڙوڪ نماز نہ پڙهي ، يا ڏاڙي ڪوڙائي يا ڪو ٻيو ڪم شريعت جي خلاف ڪري ان کي ولي سمجهڻ بلڪل غلط آهي پوءِ ڀلي ڪانئس ڪيتريون ئي خارق عادت ( معمول کان هٽيل ) ڳالهيون ظاهر چو نہ ٿين ، ۽ ڪٿي هوا ۾ اڏامڻ يا پاڻيءَ تي هلڻ لڳي - جيستائين ڪو شخص پنهنجي هوش حواس ۾ آهي ۽ ڪيس عبادت ڪرڻ جي طاقت حاصل آهي ايمان آڻڻ کان پوءِ مٿس شريعت جي پابندي ڪرڻ فرض آهي ، ڪا عبادت ڪانئس نہ معاف ٿيندي آهي ، ۽ نہ وري ڪا گناهہ واري ڳالهہ ان لاءِ جائز ٿي

ويندي آهي- اهڙي شخص کان جيڪو شريعت جي خلاف ڳالهين تي عمل ڪندو هجي ، ڪشف ۽ خارق عادت ڳالهين جو ظاهر ٿيڻ " استدراج " ۽ ٺوڳو آهي - پر جيڪڏهن ڪو شخص الله جي محبت جي غلبي ۾ مستغرق هئڻ ڪري يا ڪنهن دماغي صدمي جي ڪري بي خبر ٿي وڃي ايستائين جو پنهنجي ڪاڏي پيتي ۽ پهرڻ وغيره کان بہ بي خبر ٿي وڃي تہ اهو شريعت جي پابنديءَ کان آزاد ٿي ويندو آهي- اهڙي شخص کي گهٽ وڌ نہ چوڻ گهرجي پر سندس پيروي بہ نہ ڪرڻ گهرجي -

## معجزو ۽ ڪرامت:

١ معجزو : ڪي عام معمول کان هٽيل ڳالهيون الله پاڪ پنهنجي رسولن ۽ نبين جي هٿ تي ظاهر ڪرائيندو آهي ، جن جي ڪرڻ کان دنيا جا ماڻهو عاجز هوندا آهن ، جيئن ماڻهو انهن ڳالهين کي ڏسي ان نبي جي نبوت کي سمجهي وٺن. نبين ۽ رسولن جي اهڙين معمول کان هٽيل ڳالهين کي معجزو چئجي ٿو. ڪن پيغمبرن جا مشهور معجزا هي آهن .

(١) حضرت موسیٰ عليہ السلام جي لٺ نانگ جي شڪل ۾ بڻجي جادوگرن جي جادو وءَ واري نانگن کي ڳيهي ويئي ۽ سڀ جادوگر عاجز ٿي ويا ۽ ايمان آندائون.

(٢) يد بيضاءَ يعني حضرت موسیٰ عليہ السلام جو هٿ الله تعالي اهڙو روشن ڪري ڇڏيندو هو جو سندس چمڪ سج جي روشنيءَ تي بہ غالب اچي ويندي هئي.

(٣) حضرت موسیٰ عليہ السلام الله پاڪ جي حڪم سان درياءَ تي لٺ هنئي. جنهن سان ٻارنهن رستا ٺهي پيا ، حضرت موسیٰ ع ۽ سندن ساٿي انهن رستن کان لنگهي ويا ، فرعون ۽ ان جا ساٿي

جڏهن انهن رستن کان لنگهڻ لڳا ۽ سڀ درياءَ ۾ داخل ٿي ويا ته سمورو پاڻي هڪ ٻئي سان ملي ويو ۽ فرعون لشڪر سوڌو ٻڏي ويو.

(۴) حضرت عيسیٰ عليه السلام الله تعاليٰ جي حڪم سان مردن کي زنده ڪري ڇڏيندو هو.

(۵) هو مادر زاد ( پيدائشي ) انڌن کي اکين وارو ڪري ڇڏيندو هو.

(٦) ڪوڙهه جي بيماري ءَ وارن کي ٺيڪ ڪري ڇڏيندو هو ۽

(٧) مٽي ءَ جو جانور ( جهرڪي ) ٺاهي ان کي زنده ڪري اڏاري ڇڏيندو هو.

(٨) حضرت داؤد عليه السلام جي هٿ ۾ لوهه نرم ٿي ويندو هو. پاڻ ان کان زرهه وغيره ٺاهيندا هئا.

(٩) حضرت داؤد عليه السلام جي سريلي آواز کان پکي، جانور ۽ پاڻي وغيره بيهي رهندا هوا. ٻيا به ڪيترائي معجزا انهن ۽ ٻين پيغمبرن سڳورن کان ظاهر ٿيا. تفصيل لاءِ تاريخ، حديث ۽ تفسير جا ڪتاب ڏسو. اسان جي نبي صلي الله عليه وسلم کان به ڪيترائي، بلڪ سڀني نبين سڳورن کان وڌيڪ معجزا ظاهر ٿيا:

آنچه خوبان همه دارند، تو تنها داري

پاڻ سڳورن جي معجزن ۽ سندن تفصيل لاءِ حديث، تفسير ۽ سيرت جا ڪتاب پڙهڻ گهرجن. البته ڪي مشهور معجزا هيٺ ڏجن ٿا:

(١) پاڻ سڳورن جو سڀ کان وڌو ۽ تاقيامت زنده رهڻ وارو معجزو

قرآن مجيد آهي. دنيا جا وڏا وڏا عالم فاضل ۽ عربي دان سمورين ڪوشش جي باوجود ان جي ننڍي ۾ ننڍي سوره وانگر به ڪو ڪلام نه جوڙي سگهيا ۽ نه وري قيامت تائين جوڙي سگهندا.

(٢) معراج شريف: حضور انور صلي الله عليه وسلم ، الله جي حڪم سان رات جو سجاڳي جي حالت ۾ پنهنجي جسم مبارڪ سان براق تي سوار ٿي مڪه معظمه کان بيت المقدس تائين ۽ اتان کان ستن آسمانن ۽ سدره المنتهیٰ تائين ، وري پوءِ اتان کان جتي الله تعالیٰ کي منظور هو ، تشريف فرما ٿيا ۽ کين الله تعالي جي قرب جو اهو مقام حاصل ٿيو جيڪو اڄ تائين ڪنهن به پيغمبر کي حاصل نه ٿيو آهي ، ۽ نه ٿيندو ، ۽ سندس ڪيفيت کي اڄ تائين نه ڪو بيان ڪري سگهيو آهي ۽ نه اڳتي ڪڏهن بيان ڪري سگهندو. انهي ءَ رات ۾ کين جنت ۽ دوزخ جو سير ڪرايو ويو. پاڻ سڳورن سڀ ملڪوت السماوات والارض کي ڏٺو ، ۽ پوءِ پنهنجي جاءِ تي واپس اچي ويا. اهو سڀ ڪجهه رات جي هڪ ٿورڙي حصي ۾ ٿيو ، ايتري قدر جو سندن بسترو به گرم هو ۽ گهر جو ڪڙو به اجا تائين لڏي رهيو هو. ان سير کي معراج ڪوٺيو وڃي ٿو. اهو معراج جسماني هيو ۽ حق هيو. ان ۾ شڪ ڪرڻ ۽ نه مڃڻ ڪفر آهي. ان جسماني معراج کان اڳ به غالبا چار پنج ڀيرا خواب ۾ معراج ٿيا هئا ، اهڙن معراجن کي " منامي معراج " چئجي ٿو ، ڇو ته منام خواب کي چئبو آهي. نبين سڳورن جا خواب سچا ۽ غلطي ۽ خطا کان محفوظ هوندا آهن. ٻين نبين کي به پنهنجي پنهنجي مقام مطابق معراج ٿيا ، پر حضور انور صلي الله عليه وسلم جو جسماني معراج سڀ کان اعلیٰ ۽ افضل آهي.

(٣) شق القمر: مڪي جي ڪافرن طرفان معجزي جي گهر تي ، پاڻ چنڊ جا ٻه ٽڪر ڪري ڏيکاريون: هڪ ٽڪر اوپر ۾ ۽ ٻيو اولهه ۾ هليو ويو ۽ بالڪل لونداهي تي وئي. اتي موجود سڀني ماڻهن اهو نظارو ڏٺو ، وري اهي

ٻني نڪر هڪ ٻني سان ملي ويا ۽ چنڊ اصل حالت ۾ اچي ويو.

(۴) پاڻ الله تعالي جي طرفان ڏنل علم غيب سان ڪيترين ئي آئنده واقع ٿيندڙ ڳالهين جي اڳ ۾ خبر ڏنائون ۽ اهي انهي ءَ ريت ئي واقع ٿيون.

(۵) سندن دعا جي برڪت سان هڪ ٻن ماڻهن جو ڪاتو سون ماڻهن پيٽ ڀري کاڌو. ان کان سواءِ سندن آڱرين کان پاڻي ءَ جو ڦٽڻ, وڻن, پٿرن ۽ جانورن جو کين سلام ڪرڻ ۽ سجدو ڪرڻ, پهڻين جو ڪلمون پڙهڻ ۽ اهڙا ٻيا سندن بي شمار معجزا آهن.

جيڪا عادت کان هٽيل ڳالهه ڪنهن نبي ءَ وٽ نبوت کان اڳ ظاهر ٿئي ان کي "ارهاص" چنجي ٿو.

۲. ڪرامت: جيڪا خرق عادت (معمول جي خلاف ڳالهه) ڪنهن نبي ءَ جي پوئلڳ کان ظاهر ٿئي ۽ اهڙو شخص ولي هجي ته ان کي ڪرامت سڏجي ٿو. الله تعالىٰ پنهنجي نيڪ ٻانهن جي ماڻهن جي دلين ۾ عزت ۽ بزرگي وڌائڻ لاءِ ڪانئن ڪرامتون ظاهر ڪرائيندو آهي. الله جي ولين ۽ نيڪ ٻانهن کان ڪرامت جو ظاهر ٿيڻ حق آهي. جيڪڏهن ڪنهن صالح مؤمن کان خرق عادت ظاهر ٿئي ته ان کي "معونت" چون ٿا ۽ جيڪڏهن اها خلاف عادت ڳالهه اهڙي شخص کان ظاهر ٿئي جيڪو شريعت جي خلاف عمل ڪندو هجي, پوءِ اهو شخص ڪٿي اسلام جو دعويدار هجي يا ڪافر, ته ان کي "قضاءِ حاجت" چئجي ٿو. پوءِ جيڪڏهن اها ظاهري يا لڪل سببن کان سواءِ ٿي هجي ته ان کي "استدراج" چئبو, ۽ جيڪڏهن ان جو ڪو ظاهري يا لڪل سبب هجي ته اهو سحر (جادو) آهي. استدراج ۽ سحر واري شخص کي ولي سمجهڻ ۽ سندس خرق عادت کي ڪرامت سمجهڻ سخت غلطي ۽ شيطاني دوکو آهي. اهڙي ڪافر کان جيڪو نبوت جي دعوىٰ ڪري خرق عادت ان جي دعوىٰ جي ابتڙ ظاهر ٿيندي آهي, جيئن مسيلمه ڪذاب ڪنهن هڪ اک واري جي انڌي اک جي ٺيڪ ٿيڻ جي دعا ڪئي ته

سندس ٻئي اک بہ انتي ٿي وئي. ان کي " اهانت " چوندا آهن. اهو ضروري ناهي تہ هر ولي کان ضرور ڪا ڪرامت ظاهر ٿئي ، بلڪ ٿي سگهي ٿو تہ ڪو شخص الله جو ولي هجي ۽ ساري عمر ۾ ڪانئس هڪ ڪرامت بہ ظاهر نہ ٿئي ، ۽ اهو بہ ضروري نہ آهي تہ جنهن کان وڌيڪ ڪرامتون ظاهر ٿين اهو وڌيڪ افضل هجي.

٥ . آخرت تي ايمان آڻڻ : . . آخرت واري ڏينهن تي ايمان آڻڻ جو مطلب هي آهي تہ قيامت جو ڏينهن ۽ ان جو سختيون حق آهن. قبر ۾ منڪر نڪير جو سوال جواب ۽ سڀ ڪافرن ۽ ڪن گنهگار مؤمنن کي قبر جو عذاب ٿيڻ حق آهي.

قبر جو عذاب : . هر ساهواري کي موت جو ذائقو چکڻو آهي ۽ مرڻ کان پوءِ هر انسان کي ان جي عملن جو بدلو يا سزا ملندي. ان جا بہ درجا آهن : هڪ مرڻ کان پوءِ کان وٺي قيامت تائين ، ان کي عالم برزخ چوندا آهن ، ۽ ٻيو درجو قيامت کان وٺي ابد الاباد تائين آهي ان کي حشر و نشر چئجي ٿو. ان ۾ پوري جزا ۽ سزا ٿيندي. سڀني ڪافرن ۽ ڪن گنهگار مؤمنن کي قبر جو عذاب ٿيندو آهي. ڪن گنهگار مؤمن کان قبر جو عذاب معاف بہ ٿي ويندو آهي ، يا اهي گناهہ جي آذار تي عذاب پوڳي ڇوٽڪارو حاصل ڪندا آهن. صالح مؤمن ( مرد ۽ عورتون ) قبر ۾ عيش ۽ آرام سان رهندا آهن. وارثن ۽ ٻين مسلمانن جي خير خيرات ڪرڻ ، قرآن شريف ۽ نفل وغيره پڙهڻ ۽ ان جو ايصال ثواب ۽ دعا ڪرڻ سان بہ ميت جي عذاب قبر ۾ هلڪائي ٿيندي آهي ، پر ڪافر کي مرڻ کان پوءِ ڪا خيرات يا دعا وغيره فائدو نٿي ڏئي جيتوڻيڪ ڪو مومن ئي ائين ڪري. ساڳي ريت جيڪڏهن ڪو ڪافر ڪنهن ڪافر يا مؤمن لاءِ دعا ڪري يا صدقو ڏئي تہ هرگز ان کي ان جو نفعو نہ ٿيندو. ثواب پهچائڻ لاءِ ڪنهن خاص شيءِ يا خاص وقت يا خاص طريقي جي پابندي شريعت ۾ نہ آهي : اهڙي پابنديءَ کان بچڻ

گهرجي. بلڪ جنهن وقت جيڪو ڪجهه ٿي سگهي مالي يا بدني ثواب جو ڪم ادا ڪري ان جو ثواب بخشيو وڃي. ثواب پهچائڻ جو ڪم رسم جي پابنديءَ، ڏيکاءَ، نالي ۽ شهرت لاءِ نه ڪجي. ۽ بنان ضرورت جي اڌار يا وياج تي قرض کڻي رسمن رواجن جي پابندي ڪرڻ جو گناهه اجان به وڌيڪ آهي. ڪنهن اهڙي مصلحت جي ڪري وقت وغيره جي پابندي ڪري سگهجي ٿي جيڪا شرعا جائز هجي. ۽ ان کي شريعت جي طرفان لازمي نه سمجهيو وڃي ته ڪو حرج نه آهي. پر اڄ ڪالهه جاهلن جي رسمي پابنديءَ جي پو کان بچڻ ضروري آهي، نه ته اهي دليل بنائي وٺندا.

قبر ۾ مردي کان پڇائي جو تفصيل هي آهي ته جڏهن مردي کي سندس مٽ مائٽ ۽ عزيز قريب قبر ۾ رکي واپس هليا ويندا آهن ته اهو سندن جتين جو آواز ٻڌندو آهي. ان وقت وٽس ٻه فرشتا ايندا آهن، هڪ کي منڪر ۽ ٻئي کي نڪير چوندا آهن، جيڪي کيس ويهاري پڇندا آهن: من ربک؟ (تنهنجو رب ڪير آهي؟)، من نبيک؟ (تنهنجو نبي ڪير آهي؟)، ما دينک؟ (تنهنجو دين ڇا آهي؟). مؤمن بندو جواب ڏيندو آهي: ربي الله (منهنجو رب الله تعالى آهي.) نبيي محمد (منهنجو نبي محمد صلي الله عليه وسلم آهي.) ديني الاسلام (منهنجو دين اسلام آهي.). ڪن روايتن ۾ ٻيو سوال هن ريت آيو آهي: "ما ڪنت تقول في هذا الرجل؟" (تون هن شخص (محمد صلي الله عليه وسلم) بابت ڇا چوندو هئين؟ مؤمن مردو جواب ڏيندو: "هو رسول الله صلي الله عليه وسلم" (پاڻ الله جا رسول آهن). فرشتا چوندا توکي ڪنهن ٻڌايو؟ هو چوندو: مون الله جا ڪتاب پڙهيا، مٿن ايمان آندو ۽ تصديق ڪئي. پوءِ ان لاءِ قبر ۾ جنت ڏانهن هڪ در کوليو ويندو، جنهن کان جنت جي ٿڌڙي هوا ۽ خوشبو ان وٽ ايندي رهندي، ۽ سندس قبر ڪشادي ۽ روشن ڪئي ويندي ۽ کيس چيو ويندو ته گهوٽ وانگر بي فڪرو ٿي سمهي پئه - جيڪڏهن اهو ماڻهو ڪافر يا منافق

هوندو ته انهن سوالن جي جواب ۾ چوندو آهي: هاه هاه لا أدري ( افسوس مون کي ڪا خبر نه آهي ). اهي فرشتا ان کي لوهه جي گرزن ( هٿوڙن ) سان اهڙو ته هڻندا آهن جو جنن ۽ انسانن کان سواءِ سموري مخلوق ان جون رڙيون ٻڌندي آهي ، ۽ قبر ان کي ايترو ته ڇيڀاٽيندي آهي جو ان جون پاسيريون هيڏانهن کان هوڏانهن ۽ هوڏانهن کان هيڏانهن نڪري وينديون آهن. پوءِ ٻاهر جي دري مٿس کولي ويندي آهي ۽ اهو حشر تائين ان عذاب ۾ مبتلا رهندو آهي. البت ڪن مؤمنن کي گناهه جيترو عذاب پهچائي ، ان کان اڳ ۾ ان عذاب کان آزادي ملي ويندي آهي ، ۽ ڪڏهن رڳو الله جي فضل و ڪرم سان ۽ ڪڏهن دنيا جي ماڻهن جي دعا ۽ صدقي خيرات وغيره جي ثواب پهچائڻ سان به عذاب کان ڇوٽڪارو حاصل ٿي ويندو آهي. جمعي جي ڏينهن جي برڪت سان به هر گنهگار مؤمن کي ان ڏينهن عذاب کان ڇوٽڪارو ملندو آهي. قبر جو دٻاءُ ۽ سوڙهو ٿيڻ نيڪ ٻانهن لاءِ به ٿيندو آهي. جيڪو ڪنهن گناهه جي ڪري يا ڪنهن نعمت جو شڪر ادا نه ڪرڻ خاطر ٿورڙيءَ جهٽ لاءِ ٿيندو آهي ، پوءِ ان وقت ئي ختم ٿي ويندو آهي. ڪن کي الله تعالي جي رحمت سان نه به ٿيندو آهي. مرڻ کان پوءِ هر روز صبح ۽ شام جي وقت هر مردي کي سندس ٺڪاڻو ڏيکاريو ويندو آهي. جنتي ءَ کي جنت ڏيکاري خوشخبري ڏيندا آهن ۽ دوزخيءَ کي دوزخ ڏيکاري سندس حسرت وڌائيندا آهن.

جيڪي مردا قبر ۾ دفن نه ڪيا ويندا آهن بلڪ ساڙيا ويندا آهن ، يا پاڻيءَ ۾ ٻڏي مري ويندا آهن ، يا جانور انهن کي کائي ويندا آهن وغيره انهن کي به قبر جو عذاب ٿيندو آهي. قبر جو مطلب رڳو اها کڏ نه آهي جيڪا زمين کوٽي ميت کي ان ۾ دفن ڪيو ويندو آهي بلڪ اها جاءِ آهي جت مرڻ کان پوءِ برزخ ۾ روح کي رکيو ويندو آهي. نيڪن جي روح جي جڳهه کي مٿانهون عالم ، يعني " عليين " چوندا آهن ، ۽ برن جي روح جي جڳهه کي

هيٺانهون عالم يعني "سجين" چوندا آهن ۽ اهو عذاب، نانگن، وڇن ۽ لوهه جي سيخن وغيره سان، جيڪي ان عالم جي مناسب هجن، روح کي ڏنو ويندو آهي، ۽ جسم سان روح جي ٿورڙي تعلق جي رهڻ ڪري زمين جي ان کڏ کي به قبر چوندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن ان قبر ۾ رکيل جسم تي به ان عذاب ۽ ثواب جا اثر مرتب ٿي ڪري دنيا وارن جي عبرت لاءِ ظاهر ٿيندا رهندا آهن.

عالمن، مسلمان جي گناهن جي معاف ٿيڻ جا ڏهه سبب لکيا آهن:

(١) توبه (٢) استغفار (٣) چڱا عمل (۴) دنيا ۾ ڪنهن مصيبت هيٺ اچڻ (۵) قبر جي سوڙهه (٦) مسلمانن جي دعا جي برڪت (٧) مسلمانن جو صدقو خيرات، جيڪا ان جي طرفان ڏين (٨) قيامت جي سختي (٩) نبي صلي الله عليه وسلم جي شفاعت (١٠) رڳو الله جي رحمت.

جيڪي ماڻهو قبر جي عذاب ۽ منڪر نڪير جي پڇاڻي کان محفوظ رهندا سي هي آهن: (١) غازي يا شهيد (٢) جمعي جي رات يا جمعي جي ڏينهن فوت ٿيندڙ.

تناسخ (روحن جو ڪنهن ٻئي جاندار جي جسم ذريعي دنيا ۾ ٻيهر اچڻ) مسلمانن جي عقيدي جي بالڪل خلاف آهي. اهو هندن ۽ ڪن ڪافر فلسفين جو عقيدو آهي جيڪو نهايت واهيات ۽ غلط آهي.

انبياءِ عليهم السلام هن دنيا کان پردو ڪرڻ بعد پنهنجي قبرن ۾ پنهنجن جسمن سان زنده آهن. ان زندگي ءَ جي ڪيفيت الله تعالىٰ ئي بهتر ڄاڻي ٿو. شهيد به زنده آهن، پر نبين سڳورن جي زندگي سڀ کان اعلىٰ آهي. صديق ۽ ٻيا اولياءِ الله ۽ حفاظ به زنده آهن. اولياءِ الله ۽ شهيدن جا روح سبز پکين جي جسم ۾ داخل ڪيا ويندا آهن. اهي بهشت ۾ گهمندا ڦرندا ۽ ان جي نهرين جو پاڻي پيئندا آهن. سندن روحن کي اجازت هوندي آهي ته جت وڻين گهمن.

**قيامت:** قيامت جو ڏينهن ان ڏينهن کي چوندا آهن جڏهن اسرافيل عليہ السلام صور ڦوڪيندو. قيامت جو اچڻ برحق آهي. ان جو ٺيڪ وقت الله تعاليٰ کان سواءِ ڪوبہ نہ ٿو ڄاڻي. ايتري خبر آهي تہ جمعي جو ڏينهن ۽ محرم جي ڏهين تاريخ هوندي. قيامت جون جيڪي نشانيون حضور انور صلي الله عليہ وسلم جن ٻڌايون سي سڀ حق آهن ۽ اهي ٻن قسمن جون آهن : (١) علامات صغريٰ ( ننڍيون نشانيون ). (٢) علامات ڪبريٰ ( وڏيون نشانيون ).

علامات صغريٰ ، جيڪي حضور انور صلي الله عليہ وسلم جي وصال مبارڪ کان وٺي امام مهدي عليہ السلام جي ظاهر ٿيڻ تائين ظاهر ٿينديون رهنديون ، اهي تمام گهڻيون آهن. انهن منجهان ڪي مختصر طور تي هي آهن :

(١) حضور انور صلي الله عليہ وسلم جو هن دنيا کان پردو ڦرمائڻ.

(٢) بيت المقدس جو فتح ٿيڻ.

(٣) هڪ عام وبا جو ڦهلجڻ. ( اهي ٻئي نشانيون حضرت عمر رضہ جي زماني ۾ پوريون ٿيون ).

(٤) مال جو گهڻو ٿيڻ ( ائين حضرت عثمان رضہ جي زماني ۾ ( ۽ ان کان پوءِ ،مترجم ) ٿيو.

(٥) هڪ فتنو جيڪو عرب جي گهر گهر ۾ اٿندو. ( اهو حضرت عثمان رضہ جي شهادت جو سبب بڻيو ).

(٦) مسلمانن ۽ عيسائين ۾ صلح ٿيندو ،پوءِ عيسائي ٺوڪو ڏيندا ، ( اها نشاني اڃان ظاهر ٿيڻ واري آهي ).

(٧) علم ڪچي ويندو ۽ جهالت وڌي ويندي.

(٨) زنا ۽ شراب پيئڻ گهڻو ٿيندو.

(٩) عورتون وڌيڪ ۽ مرد گهٽ ٿي ويندا. ( ائين غالبا حضرت امام

مهدي عليہ السلام جي زماني ۾ جهاد ۾ گهٽي تعداد ۾ مردن جي شهيد ٿيڻ جي ڪري ٿيندو ).

(١٠) ڪوڙ گهڻو ڳالهايو ويندو.

(١١) وڏا وڏا ڪم نا اهلن جي حوالي هوندا ، بي علم ۽ گهٽ علم وارا ماڻهو اڳوڻ بنجي ويندا ، هيناهين درجي جا ماڻهو وڏيون وڏيون بلند عمارتون ٺاهيندا.

(١٢) ماڻهو مصيبتن جي سببان موت جي خواهش ڪندا.

(١٣) قوم جا سردار غنيمت جي مال کي پنهنجي ملڪيت سمجهندا.

(١٤) امانت ۾ خيانت وڌي ويندي .

(١٥) ماڻهو زڪات ڏيڻ کي ڏنڊ سمجهندا.

(١٦) علم دنيا حاصل ڪرڻ لاءِ پڙهندا.

(١٧) پنهنجي ماءُ پيءُ جي نافرماني ۽ مٿن سختي ڪندا.

(١٨) مرد زال جو فرمانبردار ۽ ماءُ پيءُ جو نافرمان هوندو ۽ دوست کي ويجهو ڪندو ۽ پيءُ کي پري ڌڪيندو.

(١٩) مسجدن ۾ ماڻهو شور ڪندا.

(٢٠) فاسق شخص قوم جا سردار ٿيندا ۽ رذيل ماڻهو قوم جا ضامن ۽ چڱامڙس هوندا.

(٢١) بديءَ جي ڊپ جي ڪري شرير ماڻهو جي تعظيم ڪئي ويندي.

(٢٢) باجا ڪلم ڪلاڻي ويندا ، ڳائڻ وڄائڻ ۽ ناچ رنگ گهڻو ٿيندو.

(٢٣) امت جا پويان ، اڳين بزرگن تي لعنت ڪندا.

(٢٤) ڳاڙهو طوفان.

(٢٥) زلزلا.

(٢٦) زمين ڳيهجڻ.

(٢٧) شڪلون مٽجڻ.

(٢٨) پٺروسن ۾ ٻيون نشانيون ظاهر ٿينديون ۽ اهڙيءَ ريت لڳاتار اينديون جيئن ڌاڳي جي ڇڇڻ تي تسبيح جا داڻا ڪرندا آهن. مختصر هي ته چڱا ڪم گهٽجندا ويندا ۽ برا ڪم ۽ گناهه وڌندا ويندا.

(٢٩) نصاريٰ (عيسائي ) سڀني ملڪن تي ڇانئجي ويندا.

(٣٠) مسلمانن ۾ ڏاڍي هلچل مچي ويندي ۽ گهبرائي حضرت امام مهدي عليه السلام جي ڳولا ۾ مدينه منوره ايندا ۽ امام مهدي عليه السلام جن مڪه ڏانهن هليا ويندا. ڪي ٻيون نشانيون به ظاهر ٿينديون, جهڙوڪ :

(٣١) درندا جانور ماڻهوءَ سان ڳالهائيندا.

(٣٢) گند ۾ اچليل جتيءَ جو تسمون ڳالهائيندو ۽ ماڻهو کي سندس گهر جا راز ٻڌائيندو, بلڪه خود انسان جي ران ان کي خبرون ڏيندي.

(٣٣) وقت ۾ برڪت نه هوندي, سال مهيني وانگر, مهينو هفتي وانگر, ۽ هفتو ڏينهن جي برابر هوندو, ۽ ڏينهن ايئن ٿي ويندو جيئن ڪنهن شيءَ کي باهه لڳي ۽ جلدي ٻڙڪي ختم ٿي وڃي.

(٣٤) عرب ملڪ ۾ پوک, باغ ۽ نهرون ٿي وينديون ۽ مال گهڻو ٿيندو.

(٣٥) فرات وارو درياءُ پنهنجا خزانا کولي ڇڏيندو, ته اهي سون جي جبلن جيترا هوندا.

(٣٦) ان وقت ٽيهه وڏا دجال ظاهر ٿيندا. جيڪي نبوت جي دعويٰ ڪندا حالانڪه نبوت حضور انور صلي الله عليه وسلم تي ختم ٿي چڪي آهي. انهن مان ڪي گذري چڪا آهن جهڙوڪ مسيلمه, ڪذاب, طليحه بن خويلد, اسود عنسي, سجاح عورت ( جنهن بعد ۾ اسلام قبول ڪيو هو ), مرزا غلام احمد قادياني وغيره ۽ جيڪي باقي آهن سي به ضرور ظاهر ٿيندا. انهن کان سواءِ ٻيون به گهڻيئي نشانيون حديثن ۾ آيون آهن.

## علامات ڪبريٰ (وڏيون نشانيون ):

حضرت امام مهدي عليہ السلام جي ظهور کان صور ڦوڪڻ تائين هيٺيون نشانيون ظاهر ٿينديون.

(١) حضرت امام مهدي عليہ السلام جو ظهور ٿيندو. مهدي جو مطلب آهي : هدايت لڌل. امام مهدي موعود يعني جن جو قيامت جي نشانين ۾ ذڪر آهي ۽ قيامت جي ويجهڙائيءَ بابت جن جي ظاهر ٿيڻ جو وعدو آهي. پاڻ هڪ خاص شخصيت آهن جيڪي دجال موعود ( يعني جنهن دجال جي امام مهدي عليہ السلام کان اڳ ظاهر ٿيڻ جو وعدو آهي ) جي وقت ۾ ظاهر ٿيندا ۽ دجال جي ظاهر ٿيڻ کان اڳ پاڻ عيسائين سان جنگ ڪري فتحياب ٿيندا ، سندن نالو محمد ، والد جو نالو عبدالله ۽ والده جو نالو آمنہ هوندو. پاڻ حضرت امام حسن رضي الله عنہ جي اولاد مان هوندا ۽ مديني جا رهاڪو هوندا. قد ڊيگهہ ڏانهن مائل ، جسم مضبوط ، رنگ اڇو پر ڳاڙهاڻ ڏانهن مائل ، منهن ڪشادو ، نڪ سنهو ۽ بلند ، زبان ۾ ڪجهہ هٻڪ . جڏهن ڳالهائڻ کان تنگ ٿيندا تہ گوڏن تي هٿ هڻندا. سندن علم لدني هوندو. چاليهن سالن جي عمر ۾ ظاهر ٿيندا. ان کان پوءِ ست يا اٺ سال زندهہ رهندا. جڏهن مڪہ مڪرمہ کان مدينہ منوره ايندا تہ ماڻهو کين سڃاڻي ، سندن بيعت ڪندا ۽ پنهنجو بادشاهہ بڻائيندا . ان وقت غيب کان هيءُ آواز ايندو : هذا خليفہ الله المهدي فاستمعوا واطيعوه ( هي الله تعالىٰ جو خليفو مهدي آهي. سندس ڳالهہ ٻڌو ۽ اطاعت ڪريو ).

(٢) ان سال ماه رمضان ۾ تيرهين تاريخ تي چنڊ ۽ ستاويهين تاريخ تي سج گرهڻ ٿيندي.

(٣) امام مهدي عليہ السلام جي زماني ۾ اسلام چڱيءَ طرح پکڙندو. امام مهدي سنت نبويءَ تي عمل ڪندو ، عرب جي فوج سندس مدد لاءِ گڏ ٿيندي. ڪعبي جي دروازي جي اڳيان جيڪو خزانو پوريل آهي جنهن کي تاج الڪعبہ چوندا آهن تنهن کي ڪيندو ۽ مسلمانن ۾ ورهائيندو ،

دمشق جي ويجھو عيسائين جي ھڪ وڏي لشڪر سان جنگ ٿيندي. مسلمانن جا ٽي ٽولا ھوندا. ھڪ اھو جيڪو عيسائين جي خوف کان ڀڄي ويندو ان جي توبہ ھرگز قبول نہ ٿيندي, اھي ڪفر جي حالت ۾ مري ويندا. ھڪ ٽولو شھيد ٿي ويندو ۽ افضل شھيدن جو مرتبو ماڻيندو. ٽيون ٽولو فتح حاصل ڪندو ۽ ھميشہ فتني کان امن ۾ رھندو.

(۴) دجال موعود ھڪ خاص شخص آھي, اھو يھودين مان ھوندو ۽ ان جو لقب مسيح ھوندو. ساڄيءَ اک کان انڌو ھوندو جنھن ۾ انگور جي داڻي جيترو گوشت اڀريل ھوندو. ان جا وار حبشين جي وارن وانگر نھايت وچڙيل ۽ وڪوڙيل ھوندا. ھڪ وڏو گڏھ سندس سواريءَ لاءِ ھوندو ۽ سندس مٿي جي بالڪل وچ ۾ "ڪافر" ھن ريت لکيل ھوندو: "ڪ ف ر" جنھن کي ھر سمجھدار شخص پڙھي وٺندو. پھريائين شام ۽ عراق جي وچ ۾ ظاھر ٿي نبوت جي دعويٰ ڪندو, پوءِ اصفھان ايندو ۽ ستر ھزار يھودي سندس پوئلڳ ھوندا. ھو خدائي جي دعويٰ ڪندو ان وٽ باھ ھوندي جنھن کي ھو دوزخ ڪوٺيندو ۽ ھڪ باغ ھوندو جنھن جو نالو بھشت رکندو. اصل ۾ سندس دوزخ ۾ جنت جي ۽ جنت ۾ دوزخ جي تاثير ھوندي. زمين ۾ جتي ڪٿي وڳوڙ وجھندو وتندو ۽ ڪکر وانگر پکيڙ جي ويندو. ان کان اڳ سخت ڏڪار ٿيندو. ھو عجيب عجيب ڪرشما ڏيکاريندو جيڪي استدراج جي حڪم ۾ ھوندا. مسلمانن کي سندن ذڪر ۽ تسبيح ماني پاڻيءَ جو ڪم ڏيندي. پوءِ مڪي ڏانھن ايندو, پر فرشتن جي حفاظت جي ڪري مڪہ معظمہ ۾ گھڙي نہ سگھندو, پوءِ مديني منوره ارادو ڪندو ۽ احد جبل وٽ ڊيرو ھڻندو. مديني منوره جا ان وقت ست دروازا ھوندا. ھر دروازي تي ٻہ پھرو ڏيندڙ فرشتا ھوندا ان ڪري دجال اندر نہ وڃي سگھندو. پوءِ دمشق ڏانھن روانو ٿيندو, جتي امام مھدي عليہ السلام جن ھوندا. ھو امام مھديءَ سان مقابلو ڪندو, امام مھدي

رضي الله عنه جي لشڪر کي سنئون ڪري جنگ لاءِ تيار ٿيندا.

(۵) ان وچ ۾ عصر جي وقت دمشق جي جامع مسجد جي اڀرندي اڇي مناري تي ڦڪوويس پاتل ٻن فرشتن جي ٻانهن تي هٿ رکي حضرت عيسيٰ عليه السلام جن آسمان کان لهندا. جڏهن مٿو هيٺ ڪندا ته پگهر جا قطرا ڪرندا ۽ جڏهن مٿو کڻندا ته موتين جي داڻن وانگر قطرا ڪرندا. پوءِ پاڻ امام مهدي رضي الله عنه سان ملاقات ڪندا ۽ هڪ ٻئي کي امامت لاءِ چوندا. غالبا اڳ ۾ امام مهدي رضي الله عنه امام ٿي نماز پڙهائيندا، جيئن امت جي تڪريم ٿئي، پوءِ حضرت عيسيٰ عليه السلام جن امامت ڪرائيندا، ڇو ته پاڻ نبي آهن. حضرت عيسيٰ عليه السلام جن دجال کي قتل ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندا. سندن ڦوڪ جو تاثير اهڙو هوندو جو جنهن به ڪافر کي اها هوا لڳندي، سو مري ويندو ۽ جيتري پنڌ تائين سندن نظر ويندي، اها هوا به اوتري تائين ويندي. پاڻ دجال جي ڪڍ پوندا. باب لد ( ملڪ شام جي هڪ جا بلو ڳوٺ ) وٽ ان کي گهيري ۾ آڻيندا ۽ نيزي سان قتل ڪري ان جو رت ماڻهن کي ڏيکاريندا. جيڪڏهن ان جي قتل ۾ حضرت عيسيٰ عليه السلام جن جلدي نه ڪن ، ته اهو ڪافر لوڻ وانگر پنهنجو پاڻ ڳري وڃي. پوءِ اسلامي لشڪر دجال جي لشڪر کي جنهن ۾ گهڻا يهودي هوندا ، خوب قتل ڪندو. حضرت عيسيٰ عليه السلام جن حڪم ڏيندا ته سوئرن کي ماريو وڃي ۽ صليب کي ڀڃو وڃي، جنهن کي عيسائي پوڄيندا آهن ، ۽ ڪنهن ڪافر کان جزيو نه ورتو وڃي بلڪه اهو اسلام آڻي. ان ڪري ان وقت سموري دنيا ۾ دين اسلام پکڙجي ويندو ، ڪفر مٽجي ويندو ، خوب انصاف رائج ٿيندو. ظلم زيادتي دنيا کان دور ٿي ويندي. امام مهدي عليه السلام جي خلافت ، ست ، اٺ يا نو سال ٿيندي ( روايتن ۾ اختلاف آهي ). پوءِ پاڻ دنيا کان لاڏائو ڪري ويندا. حضرت عيسيٰ عليه السلام ۽ مسلمان سندن جنازي جي نماز پڙهي دفنائيندا.

(٦) ان کان پوءِ سڀ انتظام حضرت عيسىٰ عليہ السلام جي اختيار ۾ هوندو ۽ دنيا چڱيءَ حالت ۾ هوندي. پوءِ لوچتو الاهي حڪم سان حضرت عيسىٰ عليہ السلام جن ماڻهن کي طور جبل ڏانهن وٺي ويندا ۽ قوم ياجوج ماجوج ٻاهر نڪرندي, جيڪا يافث بن نوح جي اولاد مان آهي. ذوالقرنين بادشاهہ انهن جي رستي کي, جيڪو ٻن جبلن جي وچ ۾ هو پڪو بند ڪري ڇڏيو هو, آخر زماني ۾ ان وقت اها ديوار ڊهي پوندي ۽ اها لٽ ڦر ڪندڙ قوم پکيڙ جي ويندي. ڪوبہ سائن مقابلو نہ ڪري سگهندو . آخر ڪار آسماني وبا سان پنهنجو پاڻ مري ويندا پوءِ زمين ۾ خير ۽ برڪت ظاهر ٿيندي. ماڻهن کي مال جي ڪا پرواهہ ڪونہ هوندي. هڪ سجدي ڪرڻ کي دنيا ۽ سندس سموري نعمتن کان وڌيڪ سمجهندا. اها خير ۽ برڪت ستن سالن تائين رهندي . ان عرصي ۾ حضرت عيسىٰ عليہ السلام جن نڪاح بہ ڪندا ۽ ڪين اولاد بہ ٿيندو پوءِ دنيا کان لاڏائو فرمائيندا, ۽ حضور صلي الله عليہ وسلم جي روضي مبارڪ ۾ دفن ٿيندا ۽ قيامت ۾ اُتان ئي اُٿندا.

(٧) حضرت عيسىٰ عليہ السلام جن هڪ شخص کي خليفو مقرر ڪندا , اُهو چڱيءَ طرح عدل سان حڪومت ڪندو , پر شر ۽ وگوڙ , ڪفر ۽ بي ديني پکڙجي ويندي. اهڙيءَ ريت ٻہ ٽي شخص هڪ ٻئي جي پٺيان حاڪم ٿيندا, ڪفر ۽ بي ديني وڌندي ويندي. پوءِ اُن زماني ۾ هڪ گهر اوڀر ۾ ۽ هڪ اولهہ ۾ زمين ۾ ڳِهجي ويندو, جتي تقدير جا انڪاري رهندڙ هوندا.

(٨) انهيءَ ڏينهن آسمان کان هڪ دونهون ظاهر ٿيندو , جنهن کان مؤمنن کي زڪام وانگر لڳندو ۽ ڪافرن کي ڏاڍي تڪليف ٿيندي.

(٩) انهيءَ عرصي ۾ ئي ذوالحج واري مهيني ۾ قرباني ( ١٠- ذوالحج ) واري ڏينهن کان پوءِ واري رات ڏاڍي ڊگهي ٿيندي- ايستائين جو ٻار دانهون ڪندا ۽ مسافر تنگ ٿيندا ۽ جانور چراگاهن ۾ وڃڻ لاءِ ڏاڍو گوڙ ڪندا پر

صبح نہ ٿيندي - ايتري تائين جو ماڻهو ٻچي روئيندا ۽ دانهون ڪندا ۽ توبہ توبہ پڪاريندا۔ ان رات جي ٻيگھ ٽن يا چئن راتين جي برابر ٿي ويندي۔

(۱۰) پوءِ سج جي نڪي ٿورڙي روشنيءَ سان ( جيئن گِھن وقت ٿيندو آهي ) اولھ پاسي کان اڀرندي ۽ ايترو بلند ٿيندو جيترو چاشت جي وقت ٿيندو آهي پوءِ لهي ويندو ۽ معمول مطابق اوڀر کان اڀرندو۔ ان کان پوءِ ڪنهن جي بہ توبہ قبول نہ ٿيندي۔

(۱۱) ٻئي ڏينهن تي مڪي جو صفا جبل زلزلي سان چيرجي پوندو ۽ هڪ جانور جنهن جي عجيب شڪل هوندي ٻاهر ايندو ۽ ماڻهن سان ڳالهائيندو ۽ ان کي دابۃ الارض سڏيو ويندو آهي۔ ان جي هڪ هٿ ۾ حضرت موسىٰ عليہ السلام جي عصا ( لٺ ) ۽ ٻئي ۾ سليماني مهر هوندي۔ عصا سان هر مسلمان جي پيشانيءَ تي هڪ نوراني لڪير ڪيندو ۽ مُهر سان هر ڪافر جي پيشانيءَ تي هڪ نهايت ڪارو داغ لڳائيندو۔ اُن وقت سڀ مسلمان ۽ ڪافر پڌريءَ ريت سڃاتا ويندا ۽ اها نشاني هرگز نہ مٽجندي۔ ڪافر پوءِ هرگز ايمان نہ آڻيندو ۽ مسلمان هميشہ ايمان تي رهندو۔ ان کان سو سال پوءِ قيامت ايندي۔

(۱۲) دابۃ الارض جي نڪرڻ کان ٿورو عرصو پوءِ يعني جڏهن قيامت ۾ چاليھ سال رهجي ويندا تہ شام جي پاسي کان هڪ خوشبودار ٿڌي هوا گهلندي ، جيڪا بغلن جي هيٺيان کان گذرندي، جنهن جي اثر سان ڪوبہ اهل ايمان ۽ اهل خير زمين تي نہ رهندو سڀ مري ويندا . ايتري قدر جو جيڪڏهن ڪو مومن جبل جي غار ۾ بہ لڪل هوندو تہ اها هوا جبل جي غار ۾ بہ پهچي ان کي ماريندي، پوءِ رڳو سڀ ڪافر ئي ڪافر رهجي ويندا۔

(۱۳) پوءِ حبشي جي ڪافرن جو غلبو ٿيندو۔ اُهي ڪعبي شريف کي ڪيرائي ڇڏيندا ۽ ان جي هيٺيان کان خزانا ڪيندا ظلم ۽ وڳوڙ پکڙندو۔ جانورن وانگر ماڻهو گهٽين بازارن ۾ ماءُ پيءُ سان زنا ڪندا۔ قرآن ڪاغذن

ڪان ڪچي ويندو، شهر ويران ٿي ويندا، ذڪار ۽ وبا ظاهر ٿيندا. ان ڪان پوءِ ملڪ شام ۾ سک شانتي ۽ امن ٿيندو. ڀين جڳهين جا ماڻهو بہ اُتي ايندا، جنهن ڪري هت ماڻهن جي گهڻائي ٿيندي.

(۱۴) ڪجھ وقت ڪان پوءِ ڏکڻ پاسي ڪان هڪ باھ ظاهر ٿيندي ۽ ماڻهن کي وڪوڙي ملڪ شام ڏانهن آڻيندي جت مرڻ ڪان پوءِ حشر نشر ٿيندو.

(۱۵) ان ڪان پوءِ پنجن سالن تائين وري ٻيهر ماڻهن کي خوب عيش ۽ آرام حاصل ٿيندو. ماڻهو شيطان جي برغلائڻ سان بتن جي عبادت ڪندا. ڪين رزق روزيءَ ۾ ڪشادگي ملندي ۽ زمين تي الله الله چوڻ وارو ڪو بہ باقي نہ رهندو. تڏهن صور ڦو ڪيو ويندو ۽ قيامت قائم ٿي ويندي. ماڻهو اُن وقت عيش ۽ آرام ۾ هوندا ۽ مختلف ڪمن ڪارين ۾ مصروف هوندا، تہ اوچتو جمعي جي ڏينهن جڏهن محرم جا عاشورا هوندا، صبح سويري ماڻهن جي ڪنن ۾ سنهڙو آواز ايندو. ماڻهو حيران ٿيندا تہ هي ڇا آهي. اهو آواز آهستي آهستي بلند ٿيندو ويندو، ايتري تائين جو ڪڙڪاٽ ۽ گاج وانگر ٿي ويندو: تڏهن ماڻهو مرڻ لڳندا.

" صور " بگل وانگر هڪ شيءَ آهي، حضرت اسرافيل عليہ السلام ان کي وات سان وڄائيندو. ان جي آواز جي سختيءَ ڪان هر شيءَ فنا ٿي ويندي. ساھ وارا مري ويندا، وڻ ۽ جبل ڪپھ جي تندن وانگر اڏا مندا وتندا. آسمان جا تارا، چنڊ ۽ سج ٽٽي ڪري پوندا، آسمان ڦاٽي ڪري پوندو، زمين ختم ٿي ويندي. ڪن عالمن جو چوڻ آهي تہ ڪلي فنا ڪان هي اٺ شيون نڪتل آهن، اُهي فنا نہ ٿينديون: (۱) عرش (۲) ڪرسي (۳) لوح (۴) قلم (۵) بهشت (٦) دوزخ (۷) صور (۸) روح - پر روحن تي هڪ خاص قسم جي بيهوشي ايندي، پر ڪي عالم چون ٿا تہ الله تعالىٰ ڪان سواءِ هر چيز فنا ٿي ويندي، اهي اٺ شيون بہ ٿورڙيءَ جهٽ لاءِ فنا ٿي وينديون. اُن وقت الله تعالىٰ فرمائيندو: لمن الملڪ اليوم ( اڄ بادشاهي ڪنهن جي آهي؟). جڏهن

ڪوبہ جواب نہ ڏيندو تہ الله تعالىٰ پاڻ ئي فرمائيندو : لله الواحد القهار. (باشاهي الله واحد ۽ قهار جي آهي).

اهو پهرين ڦوڪ جو بيان هو. چاليهن سالن کان پوءِ ٻيهر" صور" ڦوڪيو ويندو. ان سان هر شيءِ ٻيهر موجود ٿي ويندي. ان جي ڪيفيت "بعث بعد الموت " ۾ ڏنل آهي.

٦. خير ۽ شر جي تقدير. خير ۽ شر جي تقدير جي الله تعالىٰ جي طرفان هجڻ جو مطلب هي آهي تہ ٻانهي جا افعال ڪئي اُهي چڱا هجن يا برا , سڀ جو خلقيندڙ الله تعالىٰ آهي , ۽ ٻانها ڪم ۽ ڪسب ڪندڙ آهن , ۽ ان ڪسب تي جزا ۽ سزا ٻڌل آهي. نيڪي جي ڪسب سان الله پاڪ راضي ٿيندو آهي , ۽ بدي جي ڪسب سان ناراض ٿيندو آهي. تقدير جو خلاصو هي آهي تہ دنيا ۾ جيڪو ڪجهہ چڱو يا برو ڪم ۽ واقعو ٿيندو آهي الله تعالىٰ جي علم ۾ اُن جو هڪ اندازو مقرر آهي. ڪا چڱي يا بري ڳالهہ الله تعالىٰ جي علم ۽ اندازي کان ٻاهر نہ آهي, ۽ اُن جي ٿيڻ کان اڳ , بلڪ هر شيءَ کي پيدا ڪرڻ کان اڳ ئي الله تعالىٰ سڀ ڪجهہ هميشہ کان ڄاڻي ٿو , ۽ پنهنجي علم ۽ اندازي جي مطابق ان کي پيدا ڪندو آهي. تنهن ڪري ٻانهن جا سڀ ڪم الله تعالىٰ جي ارادي , مشيت ۽ قضا وقدر سان ظاهر ٿيندا آهن. پر هن ٻانهي کي سندس ڪمن ۾ اختيار ڏنو آهي. ان ڪري جڏهن ٻانهو ڪنهن ڪم جو ارادو ڪندو آهي تہ ان کي هڪ قسم جي قدرت الله تعالىٰ جي طرفان عنايت ٿيندي آهي. پوءِ جيڪڏهن ٻانهو ان قدرت کي چڱي ڪم تي لڳائي, تڏهن بہ ان کي اختيار آهي, ۽ ان اختيار کي چڱي ڪم ۾ استعمال ڪرڻ جي ان کي جزا يعني چڱو بدلو ملندو , ۽ جيڪڏهن بري ڪم ۾ خرچ ڪندو تڏهن بہ ڪيس اختيار آهي, ۽ ان اختيار کي بري ڪم ۾ استعمال ڪرڻ جي ان کي سزا يعني برو بدلو ملندو. ان

قدرت ۽ اختيار تي شرعي حڪمن جو دارومدار آهي-

تقدير يعني خير ۽ شر جي قدر تي ايمان آڻڻ تواتر ( يقين ) جي حد تائين پهتل آهي، ۽ ان جو انڪاري ڪافر آهي- پر ان مسئلي ۾ وڌيڪ بحث مباحثو نہ ڪرڻ گهرجي ، ڇو تہ گمراهيءَ جو خطرو آهي ۽ ڪو فائدو نہ آهي- ان ڪري نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم تاڪيد سان ان تي بحث ڪرڻ کان منع فرمايو آهي- جيتوڻيڪ الله تعالىٰ نيڪي ۽ بديءَ جو خلقڻهار آهي پر ڪيس رڳو خير جو خلقڻهار ( يزدان )يا رڳو شر جو خلقڻهار ( اهرمن ) چوڻ ڪفر آهي، ۽ اهو مجوسين جو عقيدو آهي ، ۽ ان ريت هو ٻہ خدا مڃيندا آهن- بلڪ هينئن چوڻ گهرجي : خالق الخير والشر ، يا خالق ڪل شيءِ ـــ هر شيءَ جو خلقيندڙ ۽ مٿس اختيار رکندڙ خدا کي سمجهيو وڃي- تارن ,زمين ۽ آسمان جي ٻين نشانين کي ڪنهن شيءَ جي ٿيڻ ۾ حقيقي اثرائتو سمجهڻ نہ گهرجي, ڇو تہ اهو شرڪ آهي- اسباب جي درجي ۾ سمجهڻ جائز آهي, يعني مجازيءَ طور تي ان فعل کي ان سبب ڏانهن منسوب ڪرڻ ۽ اهو سمجهڻ تہ انهن شين ۾ اهڙو تاثير الله تعالىٰ رکيو آهي ۽ سندس ئي ارادي ۽ اختيار سان انهن جو تاثير ظاهر ٿيندو آهي تہ اهو جائز آهي-

قضا ٽن قسمن جي هوندي آهي : (۱) مبرم حقيقي ، يعني جيڪا الله تعالىٰ جي علم ۾ ڪنهن شيءَ تي معلق نہ آهي- (۲) معلق محض ، جنهن جو ڪنهن شيءَ تي معلق هجڻ فرشتن جي صحيفن ۾ ظاهر فرمايو ويو آهي- (۳) معلق ، جيڪا مبرم وانگر آهي, يعني جيڪا فرشتن جي صحيفن ۾ معلق ظاهر نہ ڪئي وئي آهي پر خدا جي علم ۾ معلق آهي-

مبرم حقيقي جي تبديلي ناممڪن آهي- معلق قضا, ڪڏهن اولياء الله جي دعا ۽ تصرف سان ٽري ويندي آهي, ۽ جنهن قضا کي علم الاهي جي لحاظ کان معلق ، ۽ فرشتن جي صحيفن جي اعتبار کان مبرم چئجي ٿو, سا

۽ خاص خاص بزرگن جي دعا ۽ تصرف سان ٽري ويندي آهي- حضرت سيدنا شيخ عبدالقادر جيلاني (قدس سره العزيز ) انهيءَ جي متعلق فرمائن ٿا تہ منهنجي دعا سان مبرم قضا ٽاري ويندي آهي : ۽ انهيءَ بابت ٻي حديث شريف ۾ آيو آهي : ان الدعاء يرد القضاء بعد ما ابرم ( بيشڪ دعا مبرم قضا ( پڪي فيصلي ) کي بہ ٽاري ڇڏيندي آهي)- والله أعلم بالصواب-

حضرت مجدد الف ثاني ( قدس سره السامي ) جن بہ پنهنجي هڪ مريد لاءِ اهڙي ئي تقدير جي ٽارڻ لاءِ دعا ڪئي ۽ تصرف ڪيو جيڪو قبول ٿيو- ( وڌيڪ تفصيل " مڪتوبات حضرت مجدد الف ثاني " جي خط نمبر ۳۱۷ ج ۱ ۾ ڏسو )-

## ۷- بعث بعد الموت:

"بعث بعد الموت" جو مطلب هي آهي تہ مرڻ کان پوءِ سڀني کي قيامت جي ڏينهن ٻيهر جياري اٿاريو ويندو- پهريون صور ڦوڪڻ کان پوءِ جڏهن چاليهن سالن جو عرصو گذري ويندو ۽ ان وچ ۾ الله تعالیٰ جو اڪيلو مالڪ ۽ بادشاهہ هجڻ ظاهر ٿي چڪو هوندو تہ الله تعالیٰ اسرافيل عليہ السلام کي زندهہ ڪندو پوءِ هو صور ڦوڪيندو جنهن کي "نفخہ ثانيہ" چيو وڃي ٿو ، جنهن سان پهريائين عرش کي کڻندڙ فرشتا ، پوءِ جبرائيل ، ميڪائيل ۽ عزرائيل عليهم السلام اٿندا پوءِ ٻئين زمين ، آسمان ۽ سج چنڊ موجود ٿيندا- پوءِ هڪ مينهن وسندو جنهن سان سلوڪ وانگر هر روح واري شيءَ جسم سان گڏ زندهہ ٿيندي- ان ٻيهر پيدا ڪرڻ ، ۽ حساب ڪتاب وٺي بدلي ۽ سزا طور بهشت ۽ دوزخ ۾ موڪلڻ کي شريعت ۾ بعث و نشر ۽ حشر و نشر چئجي ٿو ۽ ان ڏينهن کي يوم الحشر ، يوم الجزاء ، يوم الدين ۽ يوم الحساب چوندا آهن- ان جو منڪر ڪافر آهي- سڀ کان پهريائين اسان جو نبي سڳورو صلي الله عليہ وسلم قبر مبارڪ کان اهڙيءَ ريت ٻاهر ايندو جو پاڻ سڳورن جي ساڄي هٿ ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنہ جو هٿ هوندو ۽ کاٻي هٿ ۾

حضرت فاروق اعظم رضہ جو هٿ هوندو- پوءِ حضرت عيسىٰ عليہ السلام ، پوءِ ٻيا نبي سڀ ورا ، پوءِ صديق ، پوءِ شهيد ، پوءِ صالح ، ۽ پوءِ ٻيا مومن هيٺن چوندي اٿندا تہ الحمد لله الذي اذهب عنا الحزن ان ربنا لغفور شكور پوءِ كافر ۽ ٻرا شخص هيٺن چوندي اٿندا تہ ياويلنا من بعثنا من مرقدنا- نيكن جو ٽولو الڳ هوندو ۽ برن جو الڳ - هر شخص اڳهاڙو ۽ اڻ طهريل اٿندو- سڀ کان پهريائين حضرت ابراهيم عليہ السلام کي جنت جو اڇو لباس پهرايو ويندو ، پوءِ حضرت محمد مصطفىٰ صلي اللهعليہوسلم کي ان کان بهتر پهراڻ پهرايو ويندو ، پوءِ ٻين رسولن ۽ نبين کي ، پوءِ مومنن کي پوشاڪ پهرائي ويندي- پوءِ پيادو ۽ ڪو سوار ٿي حشر جي ميدان ۾ ويندو ، ڪافر لونڊي منهن هلندي ويندو- ڪنهن کي فرشتا گهلي وٺي ويندا ، ڪنهن کي ٻاهر ڳڏڪندي - اُن ڏينهن سج هڪ ميل جي پنڌ تي هوندو- ان ڏينهن جي تپش ۽ گرمي بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي- الله تعالىٰ پنهنجي پناه ۾ رکي- دماغ ۾ ميجالو ٽچڪندو هوندو ، پگهر ايترو تہ نڪرندو جو جڏهن ستر گز زمين ٻہ ان کي چهي نہ سگهندي تہ مٿي چڙهندو ، ڪنهن جي پيڏين تائين ، ڪنهن جي سيني ، ڪنهن جي ڳچيءَ ، ۽ ڪافر جي تہ منهن تائين چڙهي ڪيس لغام وانگر وڪوڙي وٺندو جنهن ۾ هو غوتا کائيندو- سخت اُڃ جي ڪري زبانون سڪي ڪنبو ٿي وينديون ۽ ڪن جي تہ وات کان ٻاهر نڪري اينديون- دليون ٻڙڪي ڳلي ۾ اچي وينديون- هر شخص گناهن جي آڌار تي ان تڪليف ۾ مبتلا ٿيندو - ---- پوءِ سڀني کي اعمال ناما ڏنا ويندا- مومنن کي اڳيان کان ساڄي هٿ ۾ ، ۽ ڪافرن کي پٺيان کان کاٻي هٿ ۾ ڏنا ويندا- ---

نيڪيون ۽ بديون انصاف جي تارازيءَ ۾ توريون وينديون- جنهن جو نيڪيءَ جو پڙ ڳرو هوندو ، اهو جنت ۾ ويندو ، ۽ جنهن جو اهو پڙ هلڪو هوندو ، اهو دوزخ ۾ ويندو ۽ جنهن جا ٻئي پڙ برابر هوندا ، اهو ڪجهہ وقت

اعراف ۾ رهندو، پوءِ الله تعالىٰ جي رحمت سان جنت ۾ ويندو. تارازيءَ ۾ عمل تورڻ جي ڪيفيت الله تعالىٰ ئي بهتر ڄاڻي ٿو. حقوق العباد جو بدلو هن ريت ڏياريو ويندو جو ظالم جون نيڪيون مظلوم کي ڏياريون وينديون، جڏهن نيڪيون ختم ٿي وينديون ته مظلوم جون برائيون ظالم تي رکيون وينديون. چرندن پکين ۽ جهنگلي جانورن وغيره جو به حساب ٿيندو ۽ سڀ کي بدلو ڏياري جنن ۽ انسانن کان سواءِ ٻين کي نيست نابود ڪري ڇڏيو ويندو. ميزان ( تارازي ) حق آهي ان جو منڪر ڪافر آهي.

**پل صراط:** پل صراط حق آهي ۽ ان کي نه مڃيندڙ به ڪافر آهي. حشر واري ميدان جي چوڌاري دوزخ هوندي. جنت ۾ وڃڻ لاءِ ان دوزخ تي هڪ پل هوندي جيڪا وار کان وڌيڪ سنهي، ترار کان وڌيڪ تکي ۽ رات کان وڌيڪ ڪاري هوندي. يعني ان تي اونداهي هوندي - ايمان جي روشنيءَ کان سواءِ ٻي ڪابه روشني نه هوندي. ان جون ست ڪنڊون آهن. سڀني کي ان جي مٿان لنگهڻ جو حڪم ٿيندو. سڀ کان اڳ نبين جا سردار حضرت محمد مصطفىٰ صلي الله عليه وسلم ان جي مٿان لنگهندا. ڪانئن پوءِ سندن امت لنگهندي، پوءِ ٻي مخلوق واري تي ٿيندي. نبين سڀني کان سواءِ ٻيو ڪوبه شخص نه ڳالهائيندو ۽ انبياء جو ڪلام هي هوندو : اللهم سلم سلم ( اي الله سلامت رک، سلامت رک ). جهنم ۾ پلصراط جي ٻنهي پاسن ڏانهن ڪنڍن وانگر ڪڙا بيٺل هوندا جن جي ديگهه الله تعالىٰ ئي بهتر ڄاڻي ٿو. اهي ماڻهن کي سندن عملن مطابق الله تعالىٰ جي حڪم سان جهليندا ڪن کي وٺي جهنم ۾ اڇلائيندا ۽ ڪن جو گوشت ڇلي ڇڏيندا، پر زخمي کي الله تعالىٰ ڇوٽڪارو ڏيندو. مومن سڀ لنگهي ويندا: ڪي وڄ وانگر، ڪي تيز هوا وانگر، ڪي پکين وانگر، ڪي تيز گهوڙي وانگر، ڪي تيز اٺ وانگر جلد لنگهي ويندا، ڪي تيز ڊڪندڙ ماڻهو وانگر، ڪي تکو هلندڙ پيادي وانگر، ڪي عورتن وانگر آهستي، ڪي ٻنڍڻ پر گسڪندي، ۽

کي کول جي چال سان هلندا. ڪافر ۽ منافق سڀ وڃي دوزخ ۾ ڪرندا. جيترو جنهن کي هن دنيا ۾ شريعت تي هلڻ ڏکيو لڳندو هوندو، اوتروئي اُت پلصراط تي هلڻ ان لاءِ ڏکيو ٿي پوندو.

شفاعت: حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي شفاعت حق آهي. قيامت جي ڏينهن پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم الله تعالىٰ جي اڳيان گنهگار ٻانهن جي شفاعت فرمائيندا. حضور صلي الله عليه وسلم جن کي اها فضليت عطا ٿي چڪي آهي. تنهن هوندي به الله تعالىٰ جي جلال ۽ جبروت جي ادب جي خاطر الله تعالىٰ کان شفاعت جي اجازت گهرندا ۽ سجدي ۾ ڪري الله تعالىٰ جي تمام گهڻي حمد ۽ ثنا ڪندا، پوءِ کين شفاعت جي اجازت ملندي. پاڻ هرهر شفاعت ڪندا رهندا ۽ الله پاڪ بخشيندو رهندو، ايستائين جو جنهن سچي دل سان لااله الاالله چيو ۽ ان تي فوت ٿيو هوندو، جيتوڻيڪ ان ڪبيرا گناه به ڪيا هجن، پر شرڪ نه ڪيو هوندو، ته اهو دوزخ مان ڪڍيو ويندو ۽ جنت ۾ داخل ڪيو ويندو. ٻيا نبيءَ به نبيءَ جو امتي هجي، پاڻ سڳورا سڀ جي شفاعت ڪندا، ۽ الله پاڪ قبول فرمائيندو. ڪفر ۽ شرڪ کان سواءِ باقي سڀ گناهن جي معافيءَ لاءِ شفاعت ٿي سگهي ٿي. ڪبيره گناهن وارا شفاعت جا وڌيڪ محتاج هوندا، ڇو ته صغيره گناه ته دنيا ۾ به عبادتن سان معاف ٿي ويندا آهن. پاڻ سڳورن کان پوءِ ٻيا نبي سڳورا، ولي، شهيد، عالم، حافظ ۽ حج ڪندڙ، بلڪ هر اهو شخص جنهن کي ڪو ديني منصب مليو هجي سو، پنهنجي پنهنجي ويجهن جي شفاعت ڪندو، پر اجازت بنان ڪو شخص شفاعت نه ڪري سگهندو. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ڪن مردن جي قبر ۾ شفاعت ڪندا، ڪن جي حشر ۾ دوزخ ۾ وڃڻ کان اڳ شفاعت ڪندا، ۽ ڪن کي دوزخ ۾ وڃڻ کان پوءِ شفاعت ڪري دوزخ کان ڪڍندا. ڪن جي

جنت ۾ مرتبي ۽ درجي جي بلنديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ شفاعت فرمائيندا. ڪن جي شفاعت جو پاڻ سڳورن خاص وعدو فرمايو آهي, مثال طور تي:

(۱) جيڪو سندن مزار مبارڪ جي زيارت ڪري.

(۲) جيڪو مٿن گهڻو درود پڙهي.

(۳) جيڪو ثواب سمجهي مڪي يا مديني ۾ رهي تانجو سندس وفات به اُتي ئي ٿئي.

اهڙن شخصن لاءِ پاڻ ڪريمن شفاعت جو وعدو فرمايو آهي.

ڪافرن يا مشرڪن لاءِ پاڻ سڳورن جي يا ڪنهن ٻئي جي شفاعت نہ هوندي , ان تي عالمن جو اتفاق آهي. ڪن گنهگار مسلمانن لاءِ بہ پاڻ سڳورن جي شفاعت نہ هوندي , جيئن تہ پاڻ سڳورن فرمايو آهي تہ قدريہ ۽ مرجئہ ( فرقن ) لاءِ منهنجي شفاعت نہ هوندي. ظالم بادشاهہ لاءِ بہ مان شفاعت نہ ڪندس ۽ شريعت کان هٽندڙ جي بہ شفاعت نہ ڪندس . جيڪڏهن ان جو ظاهر مطلب ورتو وڃي تہ ڪبيره گناهن وارن کان اهي ماڻهو نڪتل هوندا. يا هيئن چئبو تہ درجن جي بلندي واري شفاعت انهن لاءِ نہ هوندي. ڪن ماڻهن کان لڪل حساب ورتو ويندو ۽ الله تعالىٰ مٿن ڊڪ فرمائي ڪين بخشي ڇڏيندو , ۽ ڪن کان سختيءَ سان هڪ هڪ شيءَ جو پڇاڻو ٿيندو. الله تعالىٰ قيامت جي ڏينهن کي ( جيڪو اسان جي حساب سان پنجاهہ هزار سالن جو ڏينهن آهي ) پنهنجي خاص ٻانهن لاءِ ايترو تہ سولو ڪري ڇڏيندو جو ڪين اهو وقت ايترو معلوم ٿيندو جيترو هڪ فرض نماز ۾ لڳندو آهي, بلڪ ان کان بہ گهٽ : ايستائين جو ڪن لاءِ هڪ اک ڇنڀ ۾ سڄو ڏينهن طي ٿي ويندو. ـــ

الله تعالىٰ حضور اقدس صلي الله عليہ وسلم کي مقام محمود عطا فرمائيندو جو سڀ اڳيان پويان پاڻ سڳورن جي تعريف ۽ حمد ڪندا. ـــ ان سان گڏ ڪين هڪ جهنڊو بہ ملندو جنهن کي " لواء الحمد " چئبو. سڀ

مومن حضرت آدم عليہ السلام کان وٺي دنيا جي پڇاڙيءَ تائين ، سمورا ان جي هيٺان هوندا۔

**حوض ڪوثر:** قيامت ڏينهن هر نبيءَ لاءِ هڪ حوض هوندو ۽ هر نبيءَ جي امت جي جدا جدا سڃاڻپ هوندي۔ اسان جي نبي صلي الله عليہ وسلم جي حوض جو نالو ڪوثر آهي۔ اهو سمورن حوضن کان وڏو آهي۔ پاڻ سڳورن جي امت جي سڃاڻپ هي هوندي تہ سندن وضو وارا عضوا تمام گهڻو چمڪندڙ هوندا۔ پاڻ ڪريمن جو حوض ڪوثر هڪ مهيني جيتري پنڌ جي ڊيگهہ ۾ هوندو۔ ان جا ڪنارا سڌي ڪنڊ ۾ هوندا۽ ڪنارن تي موتيءَ جا قبا آهن۔ ان جي مٽي نهايت خوشبودار مشڪ جي آهي۔ ان جو پاڻي کير کان وڌيڪ اڇو ، ماکيءَ کان وڌيڪ مٺو، گلاب ۽ مشڪ کان وڌيڪ خوشبودار ، سج کان وڌيڪ چمڪندڙ ۽ برف کان وڌيڪ ٿڌو آهي۔ ان جي پيئڻ جا ٿانوَ تارن وانگر چمڪندڙ ۽ گهڻا آهن۔ پاڻ سڳورا پنهنجي هٿ مبارڪ سان پيالا ڀري پياريندا۔ جيڪو هڪ دفعو پي وٺندو تہ پوءِ حشر جي ميدان ۾ اُڃيو نہ ٿيندو۔ مرتد ، ڪافر ۽ مشرڪ ، حوض ڪوثر جي پاڻيءَ کان محروم رهندا۔ ڪن عالمن جي راءِ مطابق گمراهہ فرقا جهڙوڪ شيعا ، خارجي ۽ معتزلہ وغيره بہ ان نعمت کان محروم رهندا۔ حوض ڪوثر حق آهي۔ البتہ ان جون ڪيفيتون ، جيڪي مٿي بيان ٿيون سي، خبر آحاد سان ثابت آهن، ان ڪري ظن جي مرتبي ۾ آهن۔

**دوزخ جو بيان** دوزخ جا ست طبقا آهن:

(١) جنهم ، (٢) لظيٰ ، (٣) حطمہ ، (٤) سقر ، (٥) سعير ، (٦) جحيم ، (٧) هاويہ ،

انهن ستن طبقن ۾ عذاب گهڻ وڌ ۽ مختلف قسمن جو آهي۔ جيڪڏهن

دوزخ کان هڪ دائي برابر باهہ آندي وجي تہ سموري زمين ۽ آسمان کي ٽوڙي ۽ جهٽ ۾ فنا ڪري ڇڏي- دنيا جي باهہ ان جو هڪ پاڱي ستر پاڱو آهي- ماڻهو ۽ پٿر ان جو ٻل آهن- جيڪڏهن دوزخ جو ڪو داروغو دنيا وارن تي ظاهر ٿئي تہ زمين جا سڀ رهاڪو ان جي دهشت کان مري وڃن- دوزخين جي ڪپڙن جو هڪ پرزو بہ ايترو تہ بدبودار ۽ گندو هوندو جو جيڪڏهن سموري مخلوق مري وڃي، تڏهن بہ انهن جي بدبو اُن جي بدبو ۽ گندگيءَ کي نٿي پهچي سگهي- دوزخ جون ڪي واديون اهڙيون آهن، جو خود دوزخ بہ هر روز ستر يا ان کان وڌيڪ ڀيرا انهن کان پناهہ گهرندي آهي- دوزخ جو گهٽ ۾ گهٽ عذاب هي هوندو جو باهہ جي جتي جنهن دوزخيءَ کي پارائي ويندي، ان سان ان جو دماغ ڪنيءَ وانگر ٽهڪندو- هو سمجهندو تہ سڀ کان وڌيڪ عذاب ان کي ئي ٿي رهيو آهي- دوزخ ۾ قسمين قسمين عذاب هوندو، جهڙوڪ ، باهہ جو گهر ، باهہ جو فرش ، باهہ جو زقوم ( ٿوهر ) ، پيئڻ لاءِ پونءِ ، تمام گهڻو ٽهڪندڙ پاڻي ، پهرڻ لاءِ گندرف جا ڪپڙا ، ڳچيءَ ۾ گرم ڳٽ ۽ زنجير، ڪافرن کي ا ونڌي منهن گهمائڻ وڏا وڏا ڪنڊا لڳڻ ، ڳرن گرزن سان هڻڻ ، وڏا اٺن جي ڳچيءَ جيترا وڇون ۽ تمام وڏا نانگ ، جو جيڪڏهن هڪ بہ ڏنگ هڻي تہ ان جو ساڙو، درد ۽ بي آرامي هزار سالن تائين رهي وغيره ،---- دوزخين جا منهن ڪارا ۽ شڪليون بڇڙيون هونديون - جسم تمام وڏا ڪيا ويندا- هڪ ڪلهي کان ٻئي ڪلهي تائين تيز سوار جي ٽن ڏينهن جي پنڌ برابر، ۽ هڪ هڪ هوڙ اُحد جبل جيتري ٿيندي- ڪافرن جي شڪل نهايت بڇڙي ۽ غير انساني هوندي- هر گهڙي ۾ الاهي عذاب انهن لاءِ سخت ٿيندو ويندو- ، اهي موت گهرندا پر مٿن موت نہ ايندو ، هميشہ هميشہ دوزخ جي عذاب ۾ جڪڙيل رهندا- مومن گنهگار گناهہ جيترو عذاب ڀوڳي يا نبي ڪريم صلي اللهعليوسلم جي برڪت ۽ شفاعت سان ڇو ٽڪارو لهندا-

نسال الله العفو والعافيته في الدين والدنيا والآخره ربنا ادخلنا الفردوس واجرنا من النار-

**جنت جو بيان** جنت هڪ اهڙي جاءِ آهي جيڪا الله تعالىٰ ايمان وارن لاءِ بنائي آهي ۽ ان ۾ اهي نعمتون تيار ڪيون اٿائين جن ڪي نہ اکين ڏٺو نہ ڪنن ٻڌو ۽ نہ ڪنهن ماڻهوءَ جي دل تي انهن جو خيال آيو- جيڪي مثال قرآن مجيد ۽ حديثن ۾ آيا آهن اهي رڳو سمجهائڻ لاءِ آهن- حساب کان پوءِ مومن جنت ڏانهن روانا ٿيندا- رستي ۾ رضوان جو چشمو ايندو- ان ۾ سڀ مومن غسل ڪندا- سندن منهن چوڏهينءَ رات جي چنڊ وانگر ٻرندا هوندا ۽ بدن صاف هوندو- سندن سونهن بي حد هوندي- عورتون اهڙي سونهن سينگار واريون هونديون جو حورون بہ سندن سونهن ڏسي ريس ڪنديون- سڀ امتون قطارن ۾ وينديون- هر هڪ ٽولي کي هڪ بلند نشان ملندو- محمدي نشان سڀ کان وڌيڪ سونهارو هوندو- هڪ لک فرشتا نوراني خوشبودار ٿال کڻي سندن استقبال لاءِ ايندا- هر هڪ جي مٿي تي تاج هوندو- سڀ کان اڳ حضرت محمد مصطفىٰ صلي الله عليہ وسلم جي امت بهشت ڏانهن هلندي، پوءِ ٻيا گروهہ اڳيان پويان هلندا- فرشتا نوراني خوشبودار ٿالهہ پاڻ سڳورن کي پيش ڪندا، پوءِ ٻين پيغمبرن کي پوءِ ٻين ماڻهن کي پيش ڪندا- سڀ کان پهرين پاڻ سڳورا لنگهندا ۽ ستر هزار فرشتا جبريل عليہ السلام سوتو ساڻن گڏ هوندا ۽ ڏهہ ڪروڙ سريلي آواز وارا غلمان سريلي آواز سان قرآن شريف پڙهي رهيا هوندا- ستر هزار چست ڦڙتيلا ۽ بي حد سونهن سينگار وارا ساڻ هلندڙ براق هوندا- نوري فرشتا واڳون وٺي هلندا- سڀن فرشتن ۾ خوشيءَ جو چوٻول هوندو- جنت ۾ هر پاسي خوشيءَ جا نغارا وڄندا- جنت جا دروازا کلي ويندا- سڀ کان پهريائين حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن تشريف فرما ٿيندا ۽ پويان

مومن خدا تعالىٰ جي تعريف پڙهندي داخل ٿيندا.

بهشت جا اٺ در آهن: (١) دارالخلد، هيءُ عام ماڻهن لاءِ آهي. (٢) دارالسلام، جيڪو فقيرن ۽ صبر ڪندڙن جو مقام آهي. (٣) دارالمقام، جيڪو مالدار شڪر گذارن جي جڳهه آهي. (٤) عدن، هي عبادت گذارن، زاهدن، غازين، سخين ۽ امامن لاءِ آهي. (٥) دارالقرار، ان ۾ عالم ۽ حافظ رهندا. (٦) جنت النعيم، هي شهيدن ۽ مؤذنن لاءِ آهي. (٧) جنت الماوىٰ، جيڪو وڏن شهيدن، محسنن ۽ ولين سڳورن جو هنڌ آهي. (٨) جنت الفردوس، هيءُ نبين، رسولن ۽ عمل ڪندڙ عالمن جي جڳهه آهي.

فردوس برين جي مٿان "غرفهءِ نور" آهي. اهو مقام حضرت خاتم الانبياء صلي الله عليه وسلم لاءِ آهي. مقام محمود ۽ وسيلہ جنت جو خاص درجو پاڻ ڪريمن کي عطا ٿيندو. انهن اٺن بهشتن جا ٻه گهٽائي درجا آهن. جيڪڏهن دنيا جي سون چاندي کي اٿوٿو ڪيو وڃي تڏهن به هڪ گهٽ ۾ گهٽ درجي واري بهشتي کي ان کان وڌيڪ نعمت ملندي. هيٺاهين کان هيٺاهين مومن کي جيڪو گهر ملندو اُن جي هڪ هڪ سر سون جي ۽ هڪ هڪ چاندي جي هوندي. زعفران ۽ مشڪ جو گارو هوندو. ان جون ڪنگريون لعل موتي جون هونديون. مشڪ ۽ عنبر جو چونو هوندو. زعفران ۽ مشڪ سان ڳوٺل هوندو. ان گهر ۾ ستر هزار اڱڻ هوندا جن مان هر هڪ جي ويڪر پنج سو ميلن جي پنڌ جيتري هوندي ۽ قسمين قسمين لوطاقون هونديون جن ۾ حورون ۽ غلمان ۽ ڳائڻ وڄائڻ وارا بي شمار هوندا. منجهس قسم قسم جا گل گلزار ۽ باغ هوندا. جنت جا ميوا ڏاڍا وڻندڙ هوندا، جيڪڏهن انهن مان ٽوڙڻو نڪر به ڪنهن مردي جي وات ۾ وڌو وڃي ته هڪدم جيئرو ٿي پوي. اهي ميوا هميشه هڪ حالت ۾ رهندا، ڪڏهن به ڪونہ گهٽندا.

جنت ۾ چار نهرون آهن : (۱) اهڙي پاڻي جون واهيون آهن جن جو پاڻي گهڻو وقت بيهڻ جي ڪري ڪڏهن به منجي نه ٿو, بلڪ سندس اهو اصلي ذائقو رهندو هميشه آهي۔ (۲) کير جون واهيون جن جو مزو به دير تائين رهڻ سان خراب نٿو ٿئي۔ (۳) شراب جون نهرون جن جو ذائقو نهايت وڻندڙ آهي۔ (۴) خالص ۽ صاف ماکيءَ جون واهيون, نه ان ماکيءَ ۽ کير جهڙي ملي دنيا جي ڪاشيءَ آهي ۽ نه پاڻي ۽ شراب جي مثال دنيا ۾ ملي سگهي ٿي۔ اهو شراب اهڙو ڪونهي جنهن ۾ بدبو, ڪوڙان ۽ نشو هجي ۽ جنهن جي پيئڻ سان عقل تي پرد و پنجي وجي ۽ حواس جي ڪنٽرول کان ٻاهر ٿيڻ ڪري ماڻهو اجايو بڪند و وتي, بلڪ اهو شراب انهن سڀ عيبن کان پاڪ آهي۔ جنت ۾ هڪ اهڙو وڻ آهي جو جيڪڏهن سوار سؤ سالن تائين ان جي ڇانوَ ۾ هلي تڏهن به ختم نه ٿئي۔ هر هڪ جنتيءَ لاءِ سون وارو تخت وڏي سونهن سينگار سان هوندو۔ هر پاسي حور قصور هوندا۔ غلمان سامهون هوندا۔ حورون نوراني مخلوق آهن جن جي خوبصورتيءَ جي ڪا حد نه آهي ۔ کاڌو پيتو, آرام, خوشي, جماع ۽ لذت وغيره بهشتين کي جيجهي ملندي ۽ جيڪي شيون گهرندا سي ساڳئي وقت سندن اڳيان موجود ٿي وينديون ۽ انهن جي لذت دنيا جي لذتن کان سوين ڀيرا وڌيڪ هوندي ۽ اُهي ڪو نقصان نه رسائينديون۔ ميون جي شڪل ڪٿي ڏسڻ ۾ هڪ جهڙي هوندي, پر مزو ڌار ڌار هوندو۔ اُتي گندگي, پاخانو, پيشاب, نڪ, لم, ڪن جي مر يا بدن جي مر هرگز نه هوندي۔ بلڪ ڪٿي ڪيترو به کائجي, هڪ خوشبودار فرحت ڏيندڙ ا وڳراهي ايندي يا فرحت ڏيندڙ پگهرايندو ۽ کاڌو پيتو هضم ٿي, سمورو بار ۽ ڳرائي دور ٿي ويندي, هر وقت زبان کان تسبيح, تڪبير ۽ تحميد ارادي سان يا بنان ارادي جي ساهه کڻڻ وانگر جاري هوندي۔ هر جنتيءَ جي سرانديءَ ۽ پيرن وٽ به حورون ڏاڍي سريلي آواز سان ڳائينديون مگر سندن ڳائڻ اِهي شيطاني ساز

آواز نہ هوندا بلڪ الله جل شانہ جي حمد ۽ پاڪائي هوندو. سندن آواز اهڙو تہ سريلو هوندو جو مخلوق اهڙو آواز ڪڏهن ڪونہ ٻڌو هوندو. جيڪڏهن جنت جو ڪپڙو دنيا ۾ پاتو وڃي تہ جيڪو ڏسي سو بيهوش ٿي پوي ۽ ماڻهن جون نگاهون ان جي تاب جهلي نہ سگهن ، جيڪڏهن بهشت جي انهن نعمتن ۾ زمين آسمان کي وٺيو وڃي تہ اُهي منجهن اهڙيءَ ريت رلجي وڃن جو ڪا خبر بہ نہ پئجي سگهي.

سوق الجنہ : جنت ۾ هڪ بازار آهي جنهن جو نالو سوق الجنہ آهي. ان بازار ۾ قسمين قسمين نعمتون آڻي گڏايون وينديون. ان ۾ بهشتين لاءِ ياقوت ، زمرد ، موتي ، لعل ، زبرجد ۽ ٻين قسمن جا جواهرات ۽ سون چانديءَ جون نوراني ڪرسيون ۽ منبر هوندا ، جيڪي رڳو مومنن لاءِ هوندا ، ۽ عملن جي مطابق هر جنتيءَ کي ڏنا ويندا. هيٺاهون بهشتي بہ مشڪ ۽ ڪافور جي ڪوڙهہ تي ويهندو ۽ ڪوبہ پاڻ کي گهٽ نہ سمجهندو بلڪ اهو ڪرسيءَ وارن کي بہ پاڻ کان وڌيڪ نہ سمجهندو. سڀ خوشيءَ ۽ سرور جي حالت ۾ ويٺا هوندا. الله تعالىٰ جي ديدار کان مشرف ٿيندا ۽ الله تعالىٰ جو حمد پڙهندا ، جنت جون سڀ نعمتون وساري ڇڏيندا ، ۽ پوءِ هوش ۾ ايندا. الله تعالىٰ جو ديدار ايئن صاف هوندو جيئن سج ۽ چوڏهينءَ رات جي چنڊ کي هر هڪ پنهنجي هنڌ کان ڏسندو آهي ۽ هڪ جو ڏسڻ ٻئي جي ڏسڻ آڏو رڪاوٽ نہ ٿيندي . اهي سڀ ان حالت ۾ هوندا تہ ڪڪر ڇانئجي ويندو ۽ مٿن اهڙي خوشبو وسائيندو جو ماڻهن کي ڪڏهن بہ اهڙي ڪونہ ملي هوندي. پوءِ الله تعالىٰ ارشاد فرمائيندو تہ هن بازار مان توهان کي جنهن شيءِ جي خواهش آهي سا پسند ڪري وٺو ۽ هر قسم جي ريشمي پوشاڪ ۽ نهايت نفيس چمڪندڙ بي شمار موتي ڪٺي وٺو. جڏهن بهشتي پنهنجي پنهنجي مرضي مطابق پسند ڪري وٺندا تہ فرشتا (جيڪي ان بازار کي وڪوڙيو بيٺا هوندا) انهن تحفن کي انهن جنتين جي

گهر پهچائيندا- جنتي ان بازار ۾ هڪ ٻئي سان ملندا پوءِ اتان پنهنجي پنهنجي جاين تي واپس ايندا- سندن زالون استقبال ڪنديون ۽ مبارڪباد ڏينديون- عام مومنن کي الله پاڪ جو ديدار هر هفتي ۾ جمعي جي ڏينهن ٿيندو ۽ خاص مومنن کي روزانو ٻه ڀيرا فجر ۽ عصر جي وقت ۽ خاص الخاص مومنن کي هر وقت هر گهڙيءَ اها عظيم نعمت حاصل ٿيندي ۽ جنت ۾ الله تعالىٰ جي ديدار کان وڌيڪ ٻي ڪا نعمت نه هوندي- جنتي مرد ۽ زالون تمام حسين هوندا- سڀ ري ڏاڙهيا هوندا ، مٿي جي وارن ، ڀنبڙين ۽ پرون کان سواءِ سندن جسم تي ڪٿي به وار نه هوندا- سڀن جون اکيون قدرتي طور تي سرمائتيون هونديون- زائفون مرد ڪٿي ڪيتري به عمر دنيا ۾ گذاري فوت ٿيا هجن ، اتي سڀ نوجوان هوندا ۽ هميشه نوجوان رهندا- پاڻ ۾ سندن ڪو اختلاف يا دشمني نه هوندي- هڪ ٻئي کي سلام چوندا- ڪافحش ۽ گناهه واري ڳالهه اتي ٻڌڻ ۾ نه ايندي- جيڪو شخص هڪ ڀيرو جنت ۾ داخل ٿي ويندو وري ٻيهر ڪيس اتان نه ڪڍيو ويندو بلڪ ابدالاباد تائين اتي ئي رهندو- جنت ۾ نه موت آهي نه ننڊ- مطلب ته جنت جون نعمتون ڳڻائي کان ٻاهر آهن- قرآن مجيد ۽ حديث شريفن ۾ انهن جو تفصيل موجود آهي- وڌيڪ الله تعالىٰ جنهن کي نصيب ڪندو- اتي وڃي ڏسي وٺندو- الهم هب لناجنه الفردوس , وارزقنا زياره وجهڪ الڪريم بجاه حبيبڪ الرحيم عليه الصلاة والتسليم , آمين-

**اعراف جو بيان :** جن جون نيڪيون ۽ بديون برابر هونديون سي نه دوزخ جا حقدار هوندا نه جنت جا ، پر جنت جي اميد رکندا هوندا- اهي شروع ۾ اعراف ۾ رهندا ۽ آخر ڪار الله تعالىٰ جي فضل سان جنت ۾ ويندا- اعراف بلند جاءِ کي چئبو آهي- جنت ۽ دوزخ جي وچ ۾ ڪوٽ جيان هڪ ڀت آهي جيڪا جنت جي لذتن کي دوزخ تائين ۽ دوزخ جي تڪليفن

ڪي جنت تائين پهچڻ کان روڪي ٿي- ان پٽ جي مٿانهين تي جيڪا جاءِ هوندي تنهن کي اعراف ڪوٺجي ٿو- ڪن جو چوڻ آهي ته اعراف معرفت جي معنىٰ ۾ آهي جو ته ان جاءِ تان جنت ۽ دوزخ وارا پنهنجين پنهنجين پيشانين سان سڃاڻا ويندا- اعراف وارن جي باري ۾ ڪئين اقوال آهن- معتبر ۽ صحيح هي آهي ته جن جون چڱايون ۽ مندايون هڪ جيتريون هونديون اُهي اعراف وارا آهن- اهي وچ ۾ هئڻ ڪري جنت ۽ دوزخ ٻنهين طبقن جي ڪيفيتن کان متاثر ٿيندا- اعراف ۽ مٿس ماڻهن جو هئڻ حق آهي ۽ ان جو انڪار ڪفر آهي-

فائدو : جنت ۽ دوزخ پيدا ٿي چڪي آهي- حضرت آدم ۽ حضرت حوا عليهما السلام جي جنت ۾ رهڻ ۽ وري اُتان کان زمين تي لاهڻ جو واقعو قرآن مجيد ۾ موجود آهي- ٻين ڪئين آيتن ۽ حديثن مان به جنت ۽ دوزخ جو موجود هئڻ ثابت ٿي, تواتر جي حد کي پهچي چڪو آهي- ان جو انڪار ڪفر آهي- انهن جي حقيقت ۾ اختلاف آهي : ڪي روحاني ۽ ڪي جسماني چون ٿا, پر اهو لفظي تڪرار آهي- البته ڪن حديثن مان اها ڳالهه ضرور معلوم ٿئي ٿي ته جيڪي نعمتون جنت ۾ پيدا ٿي ويون آهن, انهن کان علاوه به ڏينهون ڏينهن نعمتون پيدا ٿينديون رهن ٿيون , يعني جنت جو ڪو حصو اهڙو آهي جنهن ۾ ذڪر , تسبيح ۽ چڱن عملن سان وڻ وغيره پيدا ٿين ٿا- والله أعلم بالصواب -

# ايمان جا رڪن، حڪم ۽ شرط وغيره

**ايمان جا رڪن-** ايمان جا ٻه رڪن آهن:

(١) اقرار باللسان، يعني دين جا حڪم جيڪي تواتر سان اجمالي ۽ تفصيلي طور تي اسان تائين پهتا آهن تن جو زبان سان اقرار ڪجي- ( انهن حڪمن جو تفصيل ايمان مجمل ۽ مفصل جي صفت ۾ بيان ٿي چڪو آهي )

(٢) تصديق بالقلب، يعني ايمان مجمل ۽ مفصل جي دل سان تصديق ڪجي، انهن کي دل سان مڃجي ۽ يقين ڪجي-

اقرار ۽ تصديق جون چار صورتون آهن:

(١) جنهن زبان سان اقرار ۽ دل سان تصديق ڪئي، اهو الله تعالیٰ وٽ به مومن ۽ جنت جو مستحق آهي ۽ دنيا وارن وٽ به مومن ۽ دنيا ۾ مومنن واري حقن جو حقدار آهي-

(٢) جيڪو انهن ٻنهي رڪنن کان محروم هجي، اهو الله تعالیٰ وٽ به ڪافر ۽ هميشه لاءِ دوزخ جو مستحق آهي، ۽ ماڻهن وٽ به ڪافر ۽ دنيا ۾ مومنن واري حقن کان محروم آهي-

(٣) جنهن دل سان تصديق ڪئي مگر زبان سان اقرار نه ڪيائين ته دنيا جي حڪمن ۾ ان کي مومن نه چئبو ۽ اهو مومنن واري حقن کان محروم رهندو، پر الله تعالیٰ وٽ اهو شخص مومن آهي ۽ آخرت ۾ جنت جو مستحق آهي- تنهن ڪري اضطرار ( يعني مجبوريءَ ) جي حالت ۾ ڪفر جي ڪلمو چوڻ سان اهو شخص الله تعالیٰ وٽ مومن رهندو، ڪٿي ماڻهو کيس ڪافر چون- اهڙيءَ ريت گونگي ماڻهوءَ جو ايمان زباني اقرار کان سواءِ به معتبر آهي- گونگو شخص زباني اقرار بدران اشاري سان اقرار ڪري، ۽ گونگي شخص جو مومن هجڻ نماز پڙهڻ ۽ اهڙين ٻين نشانين

سان بہ معلوم ڪري سگھجي ٿو.

(۴) جنهن رڳو زبان سان اقرار ڪيو ۽ دل سان تصديق نہ ڪيائين, اهو ماڻهن وٽ ظاهري حڪمن ۾ مومن آهي ۽ الله تعالیٰ وٽ اهو شخص ڪافر آهي ان کي شريعت ۾ منافق چئجي ٿو. منافق دنيا ۾ مومن سڏرائي پاڻ کي انهن شرعي حدن (سزائن ) کان جيڪي ڪافرن تي لاڳو ٿين ٿيون, بچائي وٺندا آهن, پر آخرت ۾ انهن لاءِ هميشہ جي دوزخ ۾ دردناڪ عذاب آهي. حضور انور صلي الله عليہ وسلم جن جي زماني ۾ منافقن کي قرآن پاڪ ۽ وحي خدا وندي جي ذريعي ظاهر ۽ پڌرو ڪيو ويو هو. پاڻ سڳورن کان پوءِ واري ڪنهن زماني ۾ ڪنهن خاص شخص کي يقين سان منافق نہ ٿو چئي سگھجي.

**ايمان جا حڪم**: مومن لاءِ ايمان جا ست حڪم آهن جن کي مومن جا حق بہ چئي سگھجي ٿو. پنج دنيا سان متعلق آهن : (۱ ۽ ۲) شرعي حڪم کان سواءِ ڪيس قتل يا قيد نہ ڪبو. (۳) سندس مال ناحق نہ کائبو. (۴) ڪيس تڪليف نہ رسائبي. (۵) ان بابت برائيءَ جو گمان جائز نہ آهي, جيستائين ڪا ڳالھ چٽيءَ طرح پڌري نہ ٿئي.

ٻہ حق آخرت سان متعلق آهن _____ (۱) مومن قطعي طرح يعني هميشہ دوزخ ۾ نہ رهندو. شرڪ کان سواءِ ڪٿي ڪيترا بہ وڏا وڏا گناھ ڪيل هجنس, آخر ڪڏهن نہ ڪڏهن جنت ۾ ويندو, (۲) جڏهن نيڪين ۽ بدين کي توريو ويندو جنهن جون نيڪيون ڳريون هونديون, اهو ڪامياب ٿيندو متس الله تعالیٰ جو فضل و ڪرم ٿيندو ۽ ڪيس حساب کان سواءِ بهشت ۾ داخل ڪندو, ۽ جنهن جون برائيون غالب ٿينديون, اهو گناھ آهر سزا ڀوڳي جنت ۾ ويندو, ۽ الله تعالیٰ گھري تہ ڪيس رڳو پنهنجي فضل ۽ ٻاجھ سان يا حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي شفاعت سان يا ٻين نبين ۽ ولين جي شفاعت سان بخشي ڇڏي ۽ جنت ۾ داخل ڪري ڇڏي, ۽

وٺيس تہ گناھ آھر عذاب ڏيئي پوءِ جنت ۾ داخل ڪري- مومن کي ھرگز نااميد ٿيڻ نہ گھرجي ۽ نہ وري بي خوف ٿي رھڻ گھرجي-

ايمان جا شرط - ايمان جا ست شرط آھن :

(١) ايمان بالغيب يعني خدا تي ايمان آڻڻ ڪٿي ڪيس نہ ڏٺو ويو آھي- پر ايمان بالباس يعني موت جا فرشتا ڏسي ايمان آڻڻ معتبر نہ آھي- اُن مھل مومن جي توبہ بہ مقبول نہ آھي-

(٢) عالم الغيب خدا آھي- اھا الله تعالىٰ جي خاص صفت ۽ سندس شان آھي-

(٣) ايمان اختيار, عقل ۽ ھوش سان آڻڻ, ڪافر کي ماري ڪنھي ڪلمو پڙھايو ويو تہ ان جو اعتبار نہ آھي- ساڳيءَ ريت چري مست ۽ بيھوش جي ايمان جو بہ اعتبار نہ آھي-

(۴ ۽ ۵ ) الله تعالىٰ جي حلال ڪيل شين کي حلال ۽ حرام ڪيل شين کي حرام سمجھڻ-

(٦) الله جي ڏمر ۽ سندس عذاب کان ڊڄڻ-

(٧) سندس رحمت جو اميد وار ھجڻ-

دل ۽ زبان سان ايمان کي قبول ڪرڻ ان جي " حقيقت " آھي ۽ سموريءَ عمر ۾ ھڪ پيرو ايمان آڻڻ ۽ مرڻ تائين ان تي قائم رھڻ " فرض " آھي, ان کان پوءِ ايمان جو دھرائڻ " سنت " آھي-

ايمان جي باقي رھڻ جا ٽي شرط آھن : (١) ايمان جو شڪر ادا ڪرڻ, (٢) ان نعمت جي زائل ٿيڻ جو خوف رھڻ, (٣) الله جي مخلوق تي ظلم نہ ڪرڻ-

انھن شين تي عمل ڪرڻ سان ايمان باقي رھي ٿو-

فائدو : امام اعظم ( رحمہ الله عليہ ) جن وٽ خود ايمان ۾ گھاٽي واڌي نہ ٿي ٿئي, ڇو تہ ايمان جو مطلب دل سان تصديق آھي جنھن ۾ گھاٽي

واڌي جي گنجائش نہ آهي- نيڪ عمل ايمان جي ذات کان الڳ آهن پر ايمان جي ڪمال ۾ واڌارو آڻين ٿا ۽ منجهس سونهن پيدا ڪن ٿا. جيترو فرمان برداري وڌيڪ هوندي اوتروئي ايمان وڌيڪ ڪامل هوندو- امام شافعي ( رحمہ الله عليہ ) جن ايمان جي گهٽ وڌ ٿيڻ جا قائل آهن- پاڻ نيڪ عملن کي ايمان ۾ داخل سمجهن ٿا, تنهن ڪري اهو رڳو لفظي اختلاف آهي, اصل ۾ ڪو فرق نہ آهي- ڇو تہ امام اعظم رحہ جن وٽ بہ نيڪ عمل ڪامل ايمان جو حصو آهن- امام اعظم رحہ وٽ شڪ جي طور تي هيئن نہ چوڻ گهرجي تہ انشاءالله مان مومن آهيان, بلڪ هيئن چوڻ گهرجي تہ مان حقيقتا مومن آهيان- امام شافعي رحہ جن جو چوڻ آهي تہ " آئون انشاءالله مومن آهيان " چوڻ خاتمي ۽ انجام جي لحاظ کان آهي , تنهن ڪري اهو بہ لفظي اختلاف آهي- بهتر مسلڪ امام اعظم رحہ جو آهي, جيئن ٻڌندڙ شبهي ۾ نہ پنجي وڃي-

ايمان ۽ اسلام ساڳي شيءَ آهي- ڪبيره گناه ڪرڻ سان نہ ايمان ويندو آهي ۽ نہ ماڻهو ڪافر ٿيندو آهي , تنهن ڪري مٿس ايمان جا احڪام , (جهڙوڪ مرڻ کان پوءِ سندس جنازو پڙهڻ , مسلمانن جي قبرستان ۾ دفنائڻ , سندس مال ۾ وراثت جا احڪام ) جاري ڪرڻ ۽ ٻيا احڪام جاري ڪيا ويندا. عقيدي جي اصولن ۾ ڪنهن ٻئي جي تقليد ڪرڻ جائز نہ آهي- عقيدي جي ڪن فروعي مسئلن ۾ تقليد ڪري سگهجي ٿي-

**ڇهہ ڪلما:** ڪلمي ۾ چار فرض آهن : (١) زبان سان چوڻ (٢) معنيٰ سمجهڻ , (٣) دل سان تصديق ڪرڻ ۽ سچو سمجهڻ, (٤) مرڻ تائين ان تي پختو رهڻ -

ڇهہ ڪلما هي آهن : (١) لااله الا الله , محمد رسول الله ( الله تعالىٰ کان سواءِ ڪو عبادت جي لائق نہ آهي , محمد صہ الله جو رسول آهي ).

(٢) **ڪلمہ شهادت:** اشهد ان لااله الا الله واشهد ان محمدا عبده ورسوله

( ۽ گواهي ڏيان ٿو تہ اللہ تعالىٰ کان سواءِ ڪو عبادت جي لائق نہ آهي ۽ مان گواهي ڏيان ٿو تہ محمد ( صلي اللہ عليہ وسلم ) اللہ تعالىٰ جو ٻانهو ۽ رسول آهي )-

(٣) ڪلمہ تمجيد : سبحان الله والحمد لله ولا اله الا الله والله اكبر . ولاحول ولا قوة الا بالله العلي العظيم - ( اللہ پاڪ آهي ، سڀ تعريفون اللہ تعالىٰ لاءِ آهن ، اللہ تعالىٰ کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي ، اللہ تعالىٰ وڏو آهي ، ۽ اسان ۾ گناهہ کان بچڻ ۽ عبادت ڪرڻ جي طاقت نہ آهي مگر اللہ تعالىٰ جي توفيق سان ، جيڪو بلند ۽ وڏو آهي )- ---

(٤) ڪلمہ توحيد : لااله الا الله وحده لاشريک له ، له الملک وله الحمد ، وهو علىٰ كل شيء قدير - ( اللہ تعالىٰ کان سواءِ ڪو عبادت جي لائق نہ آهي ، هو اڪيلو آهي سندس ڪو شريڪ نہ آهي ، بادشاهي انهيءَ جي آهي ، اُن لاءِ ئي سڀ تعريفون آهن ۽ اهو هر شي تي قادر آهي )-

(٥) ڪلمہ رد ڪفر : اللهم اني اعوذبک ان أشرک بک شيئا وأنا أعلم به وأستغفرک لما لاأعلم به تبت عنه وتبرات من الكفر والشرک والمعاصي كلها وأسلمت وآمنت وأتول لااله الا الله محمد رسول الله - ( اي اللہ ، مان توکان ان ڳالهہ جي پناهہ گهران ٿو تہ آئون ڪنهن شيء ڪي توسان شريڪ ڪريان حالانڪ مان ان ڪي ڄاڻيندو هجان ۽ توکان ان ڳالهہ جي بہ بخشش گهران ٿو جنهن ڪي مان ڄاڻيندو نہ هجان ، مون ( پنهنجي گناهن کان ) توبہ ڪئي ۽ مان ڪفر شرڪ ۽ سمورن گناهن کان بيزار آهيان ۽ مون اسلام آند و ۽ چوان ٿو تہ اللہ تعالىٰ کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي ۽ محمد ( صلي اللہ عليہ وسلم ) اللہ تعالىٰ جو رسول آهي )-

(٦) ڪلمہء سيد الاستغفار : اللهم انت ربي لااله الاانت خلقتني وانا عبدک ووعدک مااستطعت ، اعوذبک من شر ماصنعت ابوء لک بنعمتک علي وابوء بذ نبي ، فاغفرلي ، فانه لايغفر الذنوب الا انت ( اي اللہ ، تون منهنجو رب آهين ، توکان

سواءِ کو عبادت جي لائق نہ آھي ,تو مون کي پيدا ڪيو ۽ مان تنھنجو پانھو آھيان ۽ مان تنھنجي عھد ۽ وعدي تي قائم آھيان جيستائين ۽ جيتري طاقت رکان ٿو ,مان پنھنجي عملن جي برائيءَ کان تنھنجي پناھ گھران ٿو ۽ تنھنجون نعمتون جيڪي مون کي مليون آھن تن جو اقرار ڪريان ٿو ۽ پنھنجي گناھن جو اقرار ڪريان ٿو ,تون مون کي بخش ,توکان سواءِ کو گناھ نہ ٿو بخشي سگھي )۔

**جنن جو بيان :** جھڙيءَ ريت الله تعالیٰ انسان کي ايمان ۽ عبادتن جو مکلف ( پابند ) بنايو آھي, ساڳيءَ ريت ھن جنن کي بہ مکلف بنايو آھي۔ جن بہ الله تعالیٰ جي مخلوق آھن جيڪي باھ کان پيدا ٿيل آھن۔ انھن مان ڪن کي اھا طاقت ڏني وئي آھي تہ جيڪا شڪل گھرن اختيار ڪن۔ سندن ڇمارون تمام ڏگھيون ٿين ٿيون سندن شريرن کي شيطان چئجي ٿو۔ سڀ جن بہ انسانن وانگر عقل ,روح ۽ جسم رکن ٿا۔ منجھن واڌ ويجھ ۽ نسل وارو سلسلو بہ ٿئي ٿو۔ کائيندا پيئندا ۽ جيئندا مرندا آھن۔ انھن ۾ مسلمان بہ آھن ۽ ڪافر بہ ,مگر انھن جا ڪافر انسانن جي ڪافرن کان پيٽ ۾ وڌيڪ آھن۔ انھن جا مسلمان نيڪ بہ آھن ۽ فاسق بہ ,سني بہ آھن ۽ بدمذھب بہ ۔ انھن جي فاسقن جو تعداد فاسق انسانن جي پيٽ ۾ وڌيڪ آھي۔ انھن جي وجود جو انڪار ڪرڻ يا رڳو بدي جي قوت جو نالو جن يا شيطان رکڻ ڪفر آھي۔

# ڪفر جا ڪلماءُ ان جا ڪارڻ

**ڪفر جي تعريف :** جيڪو ڪجھ الله تعالىٰ جي طرفان حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم تي نازل ٿيو ان جو انڪار ڪرڻ ڪفر آهي ڪٿي اهو ڪنهن هڪڙي اهڙيءَ شي جو انڪار هجي جيڪا اتفاق سان تواتر ذريعي ثابت هجي- تنهن ڪري ڪفر ايمان جو ضد آهي-

**ڪفر جي لازم ٿيڻ جا شرط :** ڪفر لاڳو ٿيڻ جا ٽي شرط آهن :

(١) عقل ,يعني نشو ۽ بيهوشي نہ هجي-

(٢) قصد ۽ ارادي سان ٿئي , غلطيءَ ۽ غفلت سان نہ ٿئي-

(٣) اختيار سان ٿئي ,قتل وغيره جي ڌمڪي ۽ ڏاڍ سان نہ ٿئي-

**ڪفر جا احڪام :** جيڪڏهن ڪو مسلمان ڪافر ٿي وڃي تہ ان لاءِ هي چار احڪام آهن :

(١) سندس زال مٿس حرام ٿي ويندي آهي يعني نڪاح ٽٽي پوندو آهي-

(٢) سندس ذبح ڪيل جانور حرام آهي-

(٣) ڪيس قتل ڪرڻ جائز آهي-

(٤) سندس نيڪ عمل ضائع ٿي ويندا آهن- جيڪڏهن اسلام ڇڏڻ جو ارادو نہ هجي بلڪ ڪنهن ڪان اڻ واقفيت جي ڪري ڪفر جي ڳالھ ظاهر ٿئي تہ احتياطا مٿس نڪاح ٻيهر ڪرڻ واجب آهي , سندس ذبح ڪيل جانور ڦٽو ڪري ڇڏڻ گهرجي ۽ ڪيس ڪفر ڪان توبہ ڪرڻ گهرجي-

## اُهي شيون جن سان ڪفر لازم ٿئي ٿو :

ڪفر جو ڪارڻ بڻجندڙ شيون پنجن قسمن جون آهن :

پهريون قسم : اُهي ڪلما جيڪي پڌريءَ ريت انڪار جو ڏس ڏين ٿا ,اهي هيٺين ڪن اصولن تي ٻڌل آهن: (١) جنهن جو فرض هجڻ قرآن مجيد

جي ظاهري عبارت يا متواتر حديث سان ثابت هجي ان جو انڪار ڪري، جهڙوڪ نماز، روزو، حج ۽ زڪاة وغيره.

(٢) حلال کي حرام يا حرام کي حلال سمجهي جڏهن ته اهو قطعي دليل سان ثابت هجي ۽ اهو حرام بعينہ (بجاءِ خود حرام) هجي جهڙوڪ وياج، زنا، ڪوڙ ڳالهائڻ، ناحق قتل ڪرڻ وغيره.

(٣) الله تعالىٰ جي ذات جو انڪار ڪري.

(٤) الله تعالىٰ جي ڪنهن صفت جو انڪار ڪري.

(٥) الله تعالىٰ جي ڪنهن نالي جو (ڪٿي ذاتي هجي يا صفاتي) انڪار ڪري.

(٦) الله تعالىٰ لاءِ ڪا بري صفت ثابت ڪري يااهانت ڪري، جهڙوڪ هيئن چوڻ ته (نعوذ بالله) الله تعالىٰ ظلم ڪندو آهي يا پاڻ پيءُ زال ۽ اولاد وارو آهي وغيره.

(٧) ڪوڙين ڳالهين تي الله تعالىٰ کي گواهه ڪري يا قسم کڻي چو ته اهو اهانت (بي ادبي) ۾ داخل آهي جهڙوڪ هيئن چوڻ ته: خدا جو قسم يا خدا گواهه آهي يا خدا ڄاڻي ٿو ته تون مون کي اولاد کان وڌيڪ پيارو آهين وغيره.

(٨) الله تعالىٰ جي قطعي حڪمن مان ڪنهن حڪم جو انڪار ڪري.

(٩) الله تعالىٰ جي ذات ۽ صفتن ۾ ڪنهن کي شريڪ بنائڻ، جهڙوڪ ٻہ يا وڌيڪ خدا مڃڻ يا عالم الغيب هجڻ جي پاڻ يا ڪنهن ٻي مخلوق لاءِ دعوىٰ ڪري وغيره.

(١٠) فرشتن جو انڪار ڪري.

(١١) ڪنهن لاٿل خدائي ڪتاب يا سندس ڪنهن ٿورڙي حصي جو بہ انڪار يابي ادبي ڪري.

(١٢) ڪنهن نبيءَ جو انڪار يا بي ادبي ڪري.

(۱۳) تقدير جو انڪار ڪرڻ جهڙوڪ ٻانهي کي پنهنجي عملن جو پيدا ڪندڙ سمجهڻ يا ايئن چوڻ ته خير جو خلقيندڙ خدا ۽ شر جو خلقيندڙ شيطان آهي وغيره.

(۱۴) قيامت ۽ حشرنشر جو انڪار ڪرڻ جهڙوڪ مرڻ کان پوءِ ٻيهر زنده ٿيڻ يا حساب ڪتاب يا جنت دوزخ وغيره جو انڪار ڪرڻ.

ٻيو قسم : اهي ڪلما آهن جن سان اشاري ۾ انڪار ثابت ٿئي جهڙوڪ ڪنهن نجومي يا پوپي کي سچو چوڻ يا ڪنهن نبيءَ سڳوري جي بي ادبي ڪرڻ وغيره، انهن سڀ صورتن ۾ ڪافر ٿي ويندو.

ٽيون قسم : اهي ڪلما ۽ ٻول آهن جن سان شڪ پڌري نموني ثابت ٿئي جهڙوڪ ڪنهن چيو ته مون کي الله جي ڪريم يا رحيم يا عادل هجڻ ۾ شڪ آهي ته ڪافر ٿي ويو، يا چيائين ته مون کي فرشتن يا الله تعالىٰ جي رسولن يا ڪتابن جي وجود ۾ شڪ آهي يا قيامت جي ٿيڻ ۾ شڪ آهي يا ڪنهن بي قطعيءَ طور تي ثابت ٿيل شي ۾ شڪ ڪيائين ته ڪافر ٿي ويو.

چوٿون قسم : اُهي ڪلما آهن جن سان اشاري ۾ شڪ ثابت ٿئي جهڙوڪ ڪنهن چيو ته قيامت ضرور ايندي، هن ٻڌي چيو ته : ڏسجي، يا ڪنهن چيو ته جنت ۾ مومنن کي وڏيون وڏيون نعمتون ملنديون ۽ ڪافرن کي دوزخ ۾ وڏا وڏا عذاب ٿيندا، هن ٻڌي چيو : ڪهڙي خبر آهي، ته ڪافر ٿي ويو.

پنجون قسم : اُهي ڪم آهن جن سان انڪار يا شڪ پڌري نموني يا اشاري سان معلوم ٿئي، جهڙوڪ ڪنهن بي ادبيءَ جي ارادي سان قرآن مجيد کي پليتيءَ يا باهه ۾ ڦٽو ڪيو، يا بي ادبيءَ جي نيت سان ڪعبي ڏانهن ( منهن ڪري ) پيشاب ڪيو يا مسجد کي ڊاهيو يا ڪنهن عالم کي قتل ڪيو يا شريعت جي ڪنهن ڳالهه تي ٽوڪ ڪئي يا ثواب

سمجهي ڪفر جي ڪارسم ادا ڪيائين تہ انهن سڀني صورتن ۾ اهو شخص ڪافر ٿي ويو.

**فائدا:** (۱) ڪن عالمن وٽ نا واقفيت عذر نہ آهي تنهن ڪري بي خبريءَ ۾ ڪفر جي ٻول چوڻ سان بہ ڪافر ٿي ويندو. ڪن وٽ ناواقفيت عذر آهي ان ڪري هو ڪافر نہ ٿيو البتہ ڪيس ٻيهر نڪاح ڪرڻ ۽ توبہ ڪرڻ گهرجي.

(۲) ڪنهن شخص جنهن وقت ڪفر جي نيت ڪئي اُن وقت ئي ڪافر ٿي ويو ,ڪٿي ان نيت ڪيتري ئي پوءِ ايندڙ وقت لاءِ ڪئي هجي.

(۳) مفتيءَ لاءِ ضروري آهي تہ جيستائين ڪنهن کان ڪفر جو ڪارڻ بنجندڙ ڳالهہ نہ ڏسي يڪدم ڪنهن مسلمان کي ڪافر نہ ٻڌائي ڇڏي. ٿي سگهي ٿو تہ ان کان بنان ارادي جي ڪفر جو ڪلمو نڪري ويو هجي يا ان ڳالهہ جو مطلب نہ سمجهي سگهيو هجي. عالمن لکيو آهي تہ جنهن مسئلي ۾ نوانوي احتمال ڪفر جا هجن ۽ هڪ احتمال اسلام جو هجي تہ مفتي ۽ قاضيءَ کي اسلام جي هڪ احتمال تي فتوىٰ ڏين گهرجي , جيڪڏهن ڪو شخص ڪفر جو ڪلمو چوي ۽ پوءِ انڪار ڪري تہ اها بہ هڪ نموني جي توبہ آهي ۽ اهڙي شخص کي ڪافر چوڻ جائز نہ آهي.

(۴) ايمان کان وڌيڪ ڪا نعمت نہ آهي , ان جي هر وقت حفاظت ڪرڻ فرض آهي ۽ ان جي واڌاري لاءِ هر وقت گناهن کان بچڻ ۽ عبادت ۾ لڳو رهڻ ضروري آهي. اهو نہ سوچجي تہ بعد ۾ ڪنهن وقت توبہ ڪري وٺبي , خبر ناهي تہ ڪڏهن موت اچي وڃي ۽ توبہ جي مهلت ملي سگهي يا نہ , تنهن ڪري هر وقت توبہ ۽ استغفار ڪندو رهڻ ضروري آهي.

**منافقت جو بيان:** ايمان ۽ ڪفر جي وچ ۾ ڪائين صورت نہ آهي , ان ڪري ماڻهو مسلمان هوندو يا ڪافر , زبان سان اسلام جي دعوىٰ ڪرڻ ۽ دل ۾ اسلام انڪار کي نفاق (يا منافقت ) چئجي ٿو اهو بہ نسورو

ڪفر آهي بلڪ ڪفر جو مٿانهون درجو آهي ۽ اهڙن ماڻهن لاءِ جهنم جو هيٺاهون طبقو آهي.

حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جي مبارڪ زماني ۾ ڪي ماڻهو ان برائيءَ سان مشهور ٿيا ۽ قرآن پاڪ انهن جي اندروني ڪفر جو پاڻ سڳورن کي اطلاع ڏنو، پاڻ سڳورن هڪ هڪ کي سڃاتو ۽ فرمايو ته فلاڻو شخص منافق آهي، پر پاڻ ڪريمن کان بعد واري ڪنهن زماني ۾ ڪنهن خاص شخص کي يقيني طور تي منافق نه ٿو چئي سگهجي، بلڪ اسان جي اڳيان جيڪو اسلام جي دعويٰ ڪري ته ڪيس مسلمان سمجهندا سين ۽ چوندا سين، جيستائين ڪانئس ڪو ڪم يا ٻول ايمان جي ابتڙ ظاهر نه ٿئي ۽ جيڪو شخص ايئن هجي ان جي نفاق کي عملي نفاق ۽ اهڙي شخص کي عملي منافق چئبو، يعني ان جا عمل منافقن جهڙا آهن. عملي نفاق حقيقي نفاق جو ڪارڻ بڻجي سگهي ٿو، ان ڪري هر وقت پنهنجي عملن جي جانچ پرک رکڻ گهرجي.

## شرڪ ۽ ڪافرن ۽ جاهلن جون رسمون ۽ رواج

**شرڪ جي تعريف ۽ قسم:** الله تعاليٰ جي ذات يا صفتن ۾ ڪنهن ٻئي کي شريڪ ڪرڻ يا ڪنهن کي ان جي برابر سمجهڻ يا ڪنهن جي اهڙي تعظيم يا فرمانبرداري ڪرڻ جهڙي الله تعاليٰ جي ڪرڻي ويندي آهي ان کي شرڪ ڪوٺبو آهي. شرڪ جا ڪي قسم سخت حرام آهن ۽ ڪي ڪفر ۾ داخل آهن. شرڪ جا ڪي قسم هي آهن:

(١) **شرڪ في الذات:** الله تعاليٰ جي ذات ۾ ڪنهن کي شريڪ بڻائڻ جهڙوڪ ٻه يا وڌيڪ خدا مڃڻ.

(٢) **شرڪ في الصفات:** الله تعاليٰ جي صفتن ۾ ڪنهن کي شريڪ قرار ڏيڻ، ان جا گهڻائي قسم آهن، جن مان ڪي مشهور هي آهن:

(١) شرڪ في العلم ، يعني ڪنهن ٻئي لاءِ الله تعلىٰ وانگر علم جي صفت ثابت ڪرڻ ۔

(٢) شرڪ في القدرة ، يعني الله تعالىٰ وانگر نفعو نقصان ڏيڻ يا ڪنهن شيء کي موت ۽ زندگي يا ڪنهن ٻئي ڪم جي قدرت (۽ سگهه) ڪنهن ٻئي لاءِ ثابت ڪرڻ ، ڪنهن پيغمبر ، ولي يا شهيد وغيره بابت اهو سمجهڻ تہ اهي مينهن وسائي سگهن ٿا يا پٽ ڏيءَ يا رزق روزي ڏيئي سگهن ٿا وغيره وغيره ، اهو سڀ شرڪ في القدرة آهي ۔

(٣) شرڪ في السمع ، يعني جهڙيءَ طرح الله تعالىٰ ويجهي ۽ پري ، آهستي ۽ ڏاڍي ، ۽ دل جون ڳالهيون ٻڌي ٿو ، ڪنهن نبي يا ولي وغيره کي بہ اهڙوئي ٻڌندڙ سمجهڻ ۔

(٤) شرڪ في البصر ، يعني ڪنهن مخلوق نبي ، ولي يا شهيد وغيره کي هيئن سمجهڻ تہ لڪل ۽ ظاهر ۽ ويجهي پري واري هر شيء کي خدا وانگر ڏسي ٿو ۽ اسان جي ڪمن کي هرجاءِ تي ڏسي ٿو ۔

(٥) شرڪ في الحڪم ، يعني خدا تعالىٰ وانگر ڪنهن ٻئي کي حاڪم سمجهڻ ۽ ان جي حڪم کي خدا جي حڪم وانگر مڃڻ۔

(٦) شرڪ في العباده ، خدا تعالىٰ وانگر ڪنهن ٻئي کي عبادت جو مستحق سمجهڻ يا ڪنهن مخلوق لاءِ عبادت جهڙو ڪو ڪم ڪرڻ ، جهڙوڪ ڪنهن پير يا قبر کي سجدو ڪرڻ يا ڪنهن نبي ، پير يا ولي جي نالي جو روزو رکڻ يا غير الله جي باس ڪرڻ ، يا ڪنهن گهر يا قبر جو خاني ڪعبي وانگر طواف ڪرڻ وغيره ۔ انهن کان علاوه الله تعالىٰ جون ٻيون جيتريون بہ صفتون آهن توڙي اهي فعلي صفتون هجن جيئن رزق ڏيڻ ، مارڻ جيارڻ ، عزت ڏيڻ وغيره ، يا ذاتي معاملا يا ثبوتي يا سلبي صفتون هجن انهن ۾ ڪنهن مخلوق کي الله تعالىٰ جي برابر سمجهڻ شرڪ آهي ۔ اسان جا گهڻائي ڪم اهڙا هوندا آهن جن ۾ شرڪ جي ملاوٽ ٿي ويندي

آهي انهن کان پرهيز ڪرڻ ضروري آهي. انهن سڀ قسمن بابت ڪي جزئي مسئلا هيٺ ڏجن ٿا:

## ڪافرن ۽ جاهلن جا رواج ۽ رسمون:

(۱) بادشاهه يا حاڪم وغيره کي سجدو ڪرڻ ڪٿي عبادت جي نيت سان هجي يا ڪنهن ٻي نيت جهڙوڪ تعظيم وغيره سان هجي اهو شرڪ في العبادة آهي.

(۲) وڻ ٽڻ کي پوڄڻ جهڙوڪ هندو ۽ ڪي جاهل مسلمان ٻڙ، پپل ۽ ڪيڙ ڪرڙ وغيره جي وڻن کي پوڄيندا آهن. ساڳيءَ ريت قبرن تي، يا نيون اڏوتون ڪرائڻ تي يا نوان کوهه کوٽائڻ وغيره تي ذبح ڪرڻ يا ديون، پرين ۽ مرده روحن جي رضامندي حاصل ڪرڻ لاءِ ذبح ڪرڻ شرڪ آهي ۽ اهڙو ذبح ڪيل جانور حرام آهي.

(۳) بدفالي وٺڻ شرڪ آهي جهڙوڪ جانورن جي آوازن کان يا ٻين شين جهڙوڪ ڪن عضون جي ڦرڪڻ ۽ ڇڪ وغيره کان ماڻهو بدفالي وٺندا آهن. چڱو فال جائز آهي، جيڪڏهن فال تي يقين ڪيو وڃي ۽ ان کي حقيقي اثرائتو سمجهيو وڃي ته ڪفر آهي ڪٿي اهو فال چڱو هجي يا برو، ۽ جيڪڏهن انهن شين جي حقيقي اثرائتي هجڻ جو اعتقاد نه هجي ته ڪفر ناهي بلڪه چڱو فال جائز آهي پر برو فال پوءِ به منع آهي.

(۴) آفتن ۽ مصيبتن کان محفوظ رهڻ لاءِ ڌاڳا مڻڪا ۽ سڪا وغيره ٻڌڻ ۽ انهن کي اصلي اثرائتو سمجهڻ شرڪ آهي، جيڪڏهن تاثير کي الله تعالىٰ جي طرفان سمجهي ۽ ڪنهن طبيب وغيره جي چوڻ تي تجربي جي بنياد تي استعمال ڪري ته جائز آهي.

(۵) ننڍي وڏي ماتا يا ڪنهن ٻي بيماريءَ جي تعظيم ڪرڻ ۽ ان جو ماتا ديوي ۽ ماتا راڻي وغيره نالو رکي ان جي رضا منديءَ کي ان بيماريءَ جي هٽائڻ جو ذريعو سمجهڻ سراسر شرڪ آهي.

(٦) تعزيا يا علم بنائڻ ۽ چاڙهڻ.

(٧) قبرن تي ديڳيون چاڙهڻ ,نذرنياز ڏيڻ -

(٨) الله تعالىٰ کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي نالي جو قسم کڻڻ,

(٩) تصويرون ڪڍڻ يا تصويرن جي تعظيم ڪرڻ -

(١٠) ڪنهن پير يا ولي کي حاجت روا ۽ مشڪل ڪشا چئي سڏڻ.

(١١) ڪنهن جي نالي جي مٽي تي چوٽي رکڻ يا محرم ۾ امامن جي نالي جو فقير بنجڻ ,قبرن تي ميلا لڳائڻ , ۽ اهڙيون ٻيون رسمون ۽ رواج جيڪي زندگيءَ ۾ مرڻي پرڻي ۽ ٻين موقعن تي جاهلن ۾ رائج آهن ۽ ڪئين ڪافرن جون رسمون ۽ جشن مسلمان بہ ملهائيندا آهن انهن سڀن کان پاسو ڪرڻ ضروري آهي- انهن جو تفصيل وڏن ڪتابن ۾ ڏسو.

# بدعت جو بيان

ڪفر ۽ شرڪ کان پوءِ سڀ کان وڏو گناهہ بدعت آهي-

**بدعت جي تعريف:** بدعت انهن شين کي سڏجي ٿو جن جو بنياد شريعت مان ثابت نہ هجي , ۽ شريعت جي چئني دليلن ( يعني ڪتاب الله , سنت رسول صہ , اجماع امت ۽ مجتهدن جي قياس ) مان ڪنهن هڪ کان بہ ان جو ثبوت نہ ملي ۽ ان کي دين جو ڪم سمجهي ڪيو يا ڇڏيو وڃي- بدعت بري شيءَ آهي ,ڪٿي ان جو بنياد وجهندڙ ڪير بہ هجي - حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن اهڙي هر بدعت کي گمراهي ۽ دوزخ ڏانهن پهچائيندڙ ڪوٺيو آهي- ماڻهن پيدا ٿيڻ کان مرڻ تائين هزارين بدعتون ڪڍيون آهن جيڪي هر زماني ۽ هر ملڪ ۾ الڳ الڳ آهن جن جو ڳاڻا ٿو مشڪل آهي ۽ اهائي بدعت جي وڏي سڃاڻپ آهي-جو تہ سنت هر جاءِ تي ۽ هر زماني ۾ هڪ جهڙي آهي - ماڻهن ۾ گهڻيئي بدعتون پکڙيل آهن جن کي گهڻا ماڻهو جائز سمجهن ٿا يا گناهہ بہ سمجهن ٿا تہ هلڪو سمجهي

پرواهه نه ٿا ڪن، نه پاڻ رڪجن ٿا ۽ نه ٻين کي جهلين ٿا. ڪي مشهور بدعتون هي آهن:

(١) پڪيون قبرون ٺاهڻ، قبرن تي قبا ٻڌرائڻ، قبرن تي تومر ڏامر سان ميلا، ملاکڙا ڪرڻ ۽ بتيون ٻارڻ، عورتن جو اُتي وڃي قبرن تي چادرون ۽ پڙ چاڙهڻ، پنهنجي خيال مطابق بزرگن کي راضي ڪرڻ لاءِ قبرن جي حد کان وڌيڪ تعظيم ڪرڻ.

(٢) تعزين يا قبرن کي چمڻ چٽڻ، قبرن جي مٽي ملڻ، قبرن ڏانهن (منهن ڪري) نماز پڙهڻ، منايون ۽ چادرون وغيره چاڙهڻ ۽ ورهائڻ.

(٣) تعزين کي سلام ڪرڻ

(٤) ٽيجهو ۽ چاليهو وغيره ضروري سمجهي ڪرڻ.

(٥) نڪاح، طهر، بسم الله وغيره ۾ رواج رسمون پوريون ڪرڻ، خاص ڪري قرض وٺي ناچ ۽ راڳ رنگ وغيره ڪرائڻ.

(٦) سلام بدران آداب وغيره چوڻ يا مٽي تي هٿ رکي جهڪڻ.

(٧) راڳ، باجا ۽ گانا ٻڌڻ، خاص ڪري انهن کي عبادت سمجهڻ، ڪنجريون نچائڻ ۽ ڏسڻ، ۽ ان تي خوش ٿي انهن کي انعام ڏيڻ.

(٨) نسب تي فخر ڪرڻ.

(٩) گهوٽ کي شريعت جي خلاف پوشاڪ پهرائڻ.

(١٠) آتشبازي ۽ ڦٽاڪن هڻڻ وغيره جو سامان تيار ڪرڻ ۽ ان ۾ مدد ڏيڻ.

(١١) بنان ضرورت جي (جاين جي) آرائش ۽ سينگار ڪرڻ.

(١٢) گهر جي اندر عورتن جي وچ ۾ گهوٽ کي گهرائڻ، ان جي سامهون اچڻ وڃڻ، جهاتيون پائي ان کي ڏسڻ، بالغ سالين وغيره جو ان جي سامهون ٿيڻ، ان سان کل چرچا ڪرڻ ۽ سانڊس چوپڙ راند وغيره کيڏڻ.

(١٣) وڏائي ۽ ڏيکاءَ خاطر مهر وڌيڪ مقرر ڪرڻ.

(١٤) غم جي موقعي تي پار ڪيڍي روئڻ ، منهن ۽ سينو ڪٽڻ ، ڇيڪون ۽ دانهون ڪرڻ ، استعمال هيٺ ايندڙ گهڙو ڀڃي ڇڏڻ ، سڄي سال تائين يا ڪجهه وڌ گهٽ عرصي تائين گهر ۾ آچار نه وجهڻ ، ڪا خوشيءَ جي تقريب نه ڪرڻ ، مخصوص تاريخن ۾ غم جي ياد کي تازو ڪرڻ.

(١٥) ميت جي گهر ڪاڏي لاءِ گڏ ٿيڻ.

(١٦) عمر وڌائڻ ( يا حياتي بچائڻ ) جي خيال سان مرد ٻار جي ڪنن يا نڪ ۾ ٽنگ ڪيڻ.

(١٧) ڇوڪرن کي ڇوڪرين جي پوشاڪ يا زيور وغيره پهرائڻ.

(١٨) عقيقي وقت رسمون ڪرڻ جهڙوڪ پيالي يا ڇڄ ۾ روڪڙ يا اناج وغيره وجهڻ ، پنجيري ۽ ڪڻي ورهائڻ ، ٻڪريءَ جو مٿو حجم کي ۽ ران دائي کي ڏيڻ ضروري سمجهڻ وغيره.

(١٩) ميلاد شريف جون رسمون.

(٢٠) فاتحه جي ختم ۽ ايصال ثواب جون رسمون يعني ڏينهن ، تاريخ ، ڪاتو ۽ طريقو وغيره مختلف موقعن لاءِ مخصوص ڪرڻ جهڙوڪ ڪونڊا ، ڏارو ، شب برات جو حلوو ، محرم جي کچڙي ۽ شربت وغيره ، مطلب ته گهڻيون نيون بدعتون پکڙيل آهن ، جن جو شريعت پاڪ ۾ ڪو دليل ناهي ، ماڻهن پنهنجي طرفان گهڙيون آهن ۽ انهن کي شريعت جو ڪم ۽ عبادت سمجهي ڪن ٿا ، نه ڪندڙ ۽ جهليندڙ کي طعنا ڏين ٿا ۽ ان سان ويڙهه جهڳڙا ڪن ٿا. الله پاڪ انهن سڀ بدعتن کان بچائي. آمين.

# ڪبيره گناهن جو بيان

ڪفر شرڪ ۽ بدعت کان علاوه ٻيا به ڪيترائي وڏا گناهه آهن جن کي ڪبيره گناهه چئجي ٿو. ڪبيرو گناهه شريعت ۾ ان گناهه کي سڏجي ٿو جنهن کي شريعت ۾ حرام ڪيو ويو هجي ۽ ان تي ڪو عذاب مقرر ڪيو

ويو هجي ۽ يا ڪنهن ٻئي نموني سان ان کي ننديو ويو هجي ۽ اهو وعيد (سزا) ، حرمت يا برائي قرآن پاڪ يا ڪنهن حديث کان ثابت هجي- ڪبيره گناهه گهڻائي آهن جن جو ڳاڻاڻو مشڪل آهي ، ڪي هي آهن :

(۱) غيبت يا ڪنهن جي غير موجودگيءَ ۾ سندس گلا ڪرڻ-

(۲) ڪوڙ ڳالهائڻ-

(۳) بهتان يعني ڪنهن تي ڪوڙو الزام مڙهڻ-

(۴) پرائي عورت کي شهوت جي نظر سان ڏسڻ-

(۵) شهوت سان پرائي عورت جو آواز ٻڌڻ يا ساڻس ڳالهائڻ يا ان ڏي وڃڻ ۽ هٿ لڳائڻ وغيره-

(٦) مالدارن جي خوشامد ڪرڻ ۽ دنيادار ڏانهن دنيا جي ڪري لاڙو ڪرڻ-

(۷) شريعت جي خلاف ڳالهيون ٻڌڻ-

(۸) مردي تي يا ڪنهن مصيبت جي ڪري دانهون ڪري يا پار ڪڍي روئڻ ۽ متو ۽ سينو ڪٽڻ ۽ ڪپڙا ڦاڙڻ-

(۹) ڳائڻ-

(۱۰) ساز باجا وغيره وڄائڻ ۽ ناچ ڪرڻ ۽ انهن جو ڏسڻ يا ٻڌڻ-

(۱۱) ڪنهن جون لڪل ڳالهيون لکي ٻڌڻ-

(۱۲) نماز نه پڙهڻ-

(۱۳) روزو نه رکڻ-

(۱۴) زڪاة نه ڏيڻ-

(۱۵) مال ۽ طاقت هوندي حج نه ڪرڻ-

(۱٦) شراب پيئڻ-

(۱۷) چوري ڪرڻ-

(۱۸) زنا ڪرڻ-

(١٩) ڪوڙي شاهدي ڏيڻ.

(٢٠) ڪنهن کي ناحق مارڻ يا تڪليف ڏيڻ.

(٢١) چغلي هڻڻ.

(٢٢) ٽوڪو ڏيڻ.

(٢٣) ماءُ پيءُ ۽ استاد جي نافرماني ڪرڻ.

(٢٤) پنهنجي گهرن يا ڪمرن ۾ ساهوارن جون تصويرون هڻڻ.

(٢٥) امانت ۾ خيانت ڪرڻ.

(٢٦) ماڻهن کي گهٽ ۽ ذليل سمجهڻ.

(٢٧) جوا کيڏڻ.

(٢٨) گاريون ڏيڻ.

(٢٩) وياج ڏيڻ يا وٺڻ.

(٣٠) رشوت ڏيڻ يا وٺڻ.

(٣١) ڏاڙهي ڪوڙائڻ ۽ مڇون وڌائڻ.

(٣٢) پيڊين کان هيٺ شلوار يا پاجامو پهرڻ.

(٣٣) فضول خرچي ڪرڻ.

(٣٤) راند تماشن, ملاکڙن, سينمائن يا ٿيٽرن ۾ وڃڻ.

(٣٥) ڏاڍا ڦيٿا ڪرائڻ.

(٣٦) جانورن سان جماع ڪرڻ يا هٿ سان مني ڪڍڻ يا لواطت (ڇوڪري بازي) ڪرڻ وغيره.

(٣٧) ڌاڙا هڻڻ.

(٣٨) يتيم جو مال ناحق کائڻ.

(٣٩) ڪوڙا فيصلا ڪرڻ.

(٤٠) وعدو نه پاڙڻ.

(٤١) شرڪ وارا منتر يا جادو ڪرڻ.

(۴۲) مسئلي جو جواب بنا تحقيق جي ڏين.

(۴۳) فائدو ڏيندڙ علم کي لڪائڻ.

(۴۴) عورت جو پنهنجي مڙس جي نافرماني ڪرڻ.

(۴۵) عورتن جو بنان پردي جي ٻاهر نڪرڻ يا بنان ضرورت جي ( ڪٺي پردي سان ئي چونه هجي ) ٻاهر نڪرڻ.

(۴٦) ڏيکاءُ يا ٻڌرائڻ لاءِ عبادت ۽ نيڪي ڪرڻ.

(۴۷) مسلمانن کي ڪافر چوڻ.

(۴۸) پنهنجي عبادت گذار يا پرهيزگار هئڻ جي دعویٰ ڪرڻ.

(۴۹) اهو قسم کڻڻ ته مرڻ وقت ڪلمون نصيب نه ٿئي يا ايمان تي خاتمو نه ٿئي.

(۵۰) ڪنهن مسلمان کي بي ايمان يا خدا جي مار يا ڦٽڪار يا خدا جو دشمن چوڻ وغيره.

مطلب ته ٻيا به گهڻائي ڪبيره گناهه آهن جيڪي وڏن ڪتابن ۾ درج آهن.

## ڪجهه مسئلا:

(۱) جيڪو شخص اهڙو گناهه ڪري جنهن ۾ ڪفر يا شرڪ هجي سو مسلمان نه ٿو رهي، بلڪ ڪافر ۽ مشرڪ ٿي پوي ٿو. پر جيڪڏهن بدعت جو ڪم ڪري ته اهو مسلمان ته رهي ٿو پر انجو اسلام ۽ ايمان گهڻو گهٽجي وڃي ٿو. اهڙي شخص کي بدعتي يا مبتدع سڏ جي ٿو، انهن ٻنهي کان علاوه ڪو ڪبيره گناهه ڪري ته اهو به مسلمان ته آهي پر ناقص مسلمان آهي، ان کي فاسق چئجي ٿو.

(۲) گناهه کان بچڻ لاءِ توبه ڪرڻ گهرجي ۽ اها هن ريت آهي ته پنهنجي گناهه تي شرمندو ٿئي ۽ الله تعالیٰ جي سامهون روئي عاجزيءَ سان توبه ڪري ته اي الله منهنجو گناهه معاف ڪر، ۽ دل سان عهد ڪجي

تہ ھاڻ اڳتي گناھ نہ ڪندس - رڳو زبان سان توبہ توبہ چوڻ يا استغفار ڪرڻ اصلي توبہ نہ آھي.

(٣) جيڪي گناھ اھڙا آھن جو ڪنھن انسان جي حق سان واسطو رکن ٿا جھڙوڪ ڪنھن يتيم جو مال کاتو اٿائين يا ڪنھن تي ظلم ڪيو اٿائين يا ڪنھن تي تھمت ھڻي اٿائين ۽ اھڙا ٻيا گناھ جيڪي حقوق العباد سان واسطو رکن ٿا، اھي رڳو توبہ سان معاف نہ ٿا ٿين بلڪ انھن جي معافيءَ لاءِ ضروري آھي تہ پھريائين ان شخص جو حق ادا ڪري يا کانئس معاف ڪرائي تنھن کان پوءِ الله تعالىٰ جي آڏو دل سان توبہ ڪري تہ معافيءَ جي اُميد ڪري سگھجي ٿي- ۽ جن گناھن سان ڪنھن بندي جي حق جو واسطو ناھي، رڳو الله تعالىٰ جو حق آھي تہ اُھي توبہ سان معاف ٿي سگھن ٿا، ايتري قدر جو ڪفر ۽ شرڪ جو گناھ بہ سچي توبہ سان معاف ٿي وڃي ٿو.

(٤) جڏھن انسان مرڻ لڳي ۽ عذاب جا فرشتا اڳيان اچي وڃن ۽ ساھ نڙيءَ تائين پھچي وڃي تہ ان وقت ڪيل توبہ قبول ناھي، ۽ ان حالت کان اڳ ھر وقت جي توبہ قبول آھي، پر انسان کي توبہ ۾ جلدي ڪرڻ گھرجي ڇوتہ خبر ناھي تہ ڪڏھن موت اچي وڃي ۽ توبہ جي مھلت ملي يا نہ ملي.

**فائدو :** معلوم ھجڻ گھرجي تہ مسلمانن جا ڪيترائي فرقا آھن، حديث سڳوريءَ ۾ آيو آھي تہ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم فرمايو : منھنجي امت ٽيھتر فرقن ۾ ورھائجي ويندي، اھي سڀ دوزخي آھن سواءِ ھڪ فرقي جي، اصحابن سڳورن عرض ڪيو : سائين ! اھو ڪھڙو گروھ ھوندو ؟ فرمايائون : اُھي منھنجي طريقي ۽ منھنجي اصحابن جي طريقي تي ھوندا (ترمذي وغيره) تنھن ڪري اھو جنتي فرقو اھل سنت و جماعت آھي ۽ جيڪي عقيدا بيان ڪيا ويا سي انھيءَ فرقي جا آھن. باقي ٻاھتر فرقا جيڪي عقيدي ۾ گمراھ ٿي ويا تن جو بنياد ھي نو گروھ آھن : خارجي،

شيعه ، معتزله ، مرجئه ، مشبهه ، جهميه ، ضراريه ، نجاريه ۽ ڪلابيه- ڪن ست ھڏايا آھن ۽ باقي ٻيا انھن جون شاخون آھن جن جو تفصيل غنيته الطالبين ، مظاھر حق ( ۽ الملل و النحل ) ۾ ڏسو-

اهل سنت و جماعت جي عقيدن جا ٻه امام آھن : پهريون ابو منصور ماتريدي پاڻ ٽن واسطن سان امام ابو حنيفه رحه جا شاگرد آھن- حنفي ، عقيدن ۾ ان امام جي پيروي ڪندا آھن ۽ کين ماتريدي ڪوٺيو ويندو آھي- ٻيون ابوالحسن اشعري پاڻ به ساڳئي زماني جا ھئا- جھان جي تخليق ۽ تڪوين ۽ ڪجھه ٻين مسئلن ۾ امام ابو منصور سان سندن اختلاف آھي ، علم ڪلام جي باقي ٻين مسئلن ۾ متفق آھن ، شافعي حضرات علم ڪلام جي اختلافي مسئلن ۾ سندن پوئلڳ آھن ان ڪري کين " اشعري " ڪوٺيو وڃي ٿو-

# شريعت جي حڪمن جو بيان

شريعت جي حڪمن جا اٺ قسم آھن :

(١) فرض : ان حڪم کي چئجي ٿو جيڪو قطعي ۽ يقيني دليل سان ثابت ھجي ۽ ان ۾ ڪو ٻيو احتمال نه ھجي جھڙوڪ فرض نماز ۽ روزو وغيره - ان جو انڪاري ڪافر آھي ۽ بنا عذر جي ڇڏيندڙ فاسق-

(٢) واجب : اھڙو حڪم آھي جيڪو ظني دليل سان ثابت ھجي جنھن جي دليل ۾ ٻيو ڪمزور احتمال به ھجي ان جو منڪر ڪافر ناھي پر فاسق آھي- اھو عمل جي لحاظ کان فرض جي برابر آھي ، ان ڪري ان کي فرض عملي به چئجي ٿو-

(٣) سنت موڪده : اھڙو فعل آھي جيڪو پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم يا اصحابن ( رضي الله عنھم ) گھڻو ڪري ڪيو ھجي ۽

ڪڏهن ڪنهن عذر کان سواءِ ڇڏي بہ ڏنو هجي- ان جو ڇڏڻ گناهہ ۽ ڇڏڻ جي عادت بنائڻ فسق آهي-

(۴) **مستحب:** هي اهڙو عمل آهي جنهن کي پاڻ سڳورن ﷺ يا اصحابن ڪيو هجي يا ان کي چڱو سمجهيو هجي پر ان کي هميشہ يا گهڻو ڪري نہ ڪيو هجي بلڪ ڪڏهن ڪيو هجي ۽ ڪڏهن ڇڏي ڏنو هجي- ان جي ڪرڻ ۾ ثواب آهي ۽ نہ ڪرڻ ۾ گناهہ ناهي- ان کي سنت زائده يا عاديہ يا سنت غير مؤڪده بہ ڪوٺجي ٿو- فقهاء ان کي نفل ، مندوب ۽ تطوع بہ چون ٿا- ڪن سنت غير مؤڪده ۽ مستحب کي الڳ الڳ بيان ڪيو آهي ۽ ٻنهي ۾ ٿورڙو فرق ڪيو آهي-

(۵) **مباح:** اهڙو حڪم آهي جنهن جي ڪرڻ ۾ ثواب ناهي ۽ نہ ڪرڻ ۾ سزا ناهي-

(٦) **مڪروهہ تنزيهي:** اهڙو ڪم جنهن جي نہ ڪرڻ ۾ ثواب هجي ۽ ڪرڻ ۾ سزا نہ هجي اهو سنت غير مؤڪده جي ڀيٽ ۾ آهي-

(۷) **مڪروه تحريمي:** اهو حرام جي ويجهو آهي ۽ ظني دليل سان ثابت ٿيندو آهي ، سخت ضرورت ۾ اهو بہ جائز آهي- اهو واجب جي ڀيٽ ۾ آهي ، ان جو منڪر فاسق ۽ بنان عذر جي ڪندڙ گنهگار آهي-

(۸) **حرام:** اهو آهي جنهن کان روڪڻ جو حڪم موجود هجي- اهو بہ فرض وانگر قطعي دليل سان ثابت ٿيندو آهي- ان جو انڪاري ڪافر ، ۽ بنان عذر جي ڪندڙ فاسق آهي- حرام جي ڀيٽ ۾ حلال آهي- سنت مؤڪده جي ڀيٽ ۾ " اساءه " ۽ مستحب جي ڀيٽ ۾ " خلاف اوليٰ " آهي-

فرض جا ٻہ قسم آهن :

(۱) **فرض عين:** يعني جنهن جو ادا ڪرڻ هر مسلمان لاءِ ضروري آهي ، ۽ انهي جي ادا ڪرڻ سان ئي ادا ٿئي ٿو- ٻئي جي ڪرڻ سان ان جي ذمي کان نہ ٿو لهي جهڙوڪ ،پنج گانہ نماز ،ماه رمضان جا روزا وغيره-

(٢) **فرض ڪفايہ :** اهو آهي جو ڪن ماڻهن جي ادا ڪرڻ سان ٻين جي ذمي کان بہ لهي ويندو آهي- پر جيڪڏهن ڪوبہ ادا نہ ڪري تہ سڀ گنهگار ٿيندا : جهڙوڪ ، نماز جنازه وغيره - اهڙيءَ طرح سنت مؤڪده علي الڪفايہ بہ آهي ، جنهن جو مثال رمضان المبارڪ جي آخري ڏهي جو اعتڪاف آهي -

# اسلام جا فرض

اسلام جا مشهور فرض عين هي آهن:

(١) ڪلمهءِ شهادت جو دل ۽ زبان سان اقرار.

(٢) ڏينهن رات ۾ پنجن وقتن جون نمازون.

(٣) زڪاة.

(۴) رمضان شريف جا روزا.

(۵) حج.

(٦) ايمان، نماز، روزي، ۽ حيض نفاس وغيره جي حڪمن جو ضرورت آهر علم.

(٧) ماءُ پيءُ، استاد، عالمن، (عادل) بادشاهه ۽ سيد جي فرمان برداري ۽ ادب

(٨) ماءُ پيءُ ۽ ننڍيءَ عمر واري اولاد جو خرچ

(٩) سڀني گناهن کان توبه

(١٠) پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جو نسب نامو چئن پشتن تائين ياد رکڻ جيڪو هن ريت آهي:

حضرت محمد بن عبدالله بن عبدالمطلب بن هاشم بن عبد مناف صلي الله عليه وسلم.

(١١) مرد ۽ عورت لاءِ لوگهڙ ڍڪڻ

(١٢) عورت جو مڙس جي اجازت ۽ شرعي پردي کان سواءِ گهر کان ٻاهر نه نڪرڻ، ۽ مرد جو زال کي غير شرعي موقعن ۾ وڃڻ کان جهلڻ. ڪي موقعا اهڙا آهن جن ۾ مڙس جي اجازت کان سواءِ وڃڻ جائز آهي.

(١٣) اهل سنت و جماعت جي چئن مذهبن حنفي، مالڪي، شافعي ۽ حنبلي کي برحق مڃڻ.

(١٤) رمضان جي هر روزي ، حج ۽ زڪات جي نيت ڪرڻ- نيت کان سواءِ ڪو عمل صحيح نہ ٿو ٿئي

(١٥) عمل کي خالص الله تعالىٰ لاءِ ڪرڻ ۽ رياء ( ڏيکاءُ ) کان پاسو ڪرڻ-

(١٦) بک خاطر موت جو ڊپ هجي تہ کائڻ پيئڻ-

(١٧) جيڪڏهن ڪافر غلبو حاصل ڪن تہ انهن سان جهاد ڪرڻ-

(١٨) حلال ڪمائڻ

(١٩) نماز جا ارڙهن فرض ، چار وضو ۾ ، ٽي تيمم ۾ ۽ ٽي غسل ۾ آهن-

(٢٠) نماز جي جائز ٿيڻ جي اندازي جيترو قرآن پاڪ ياد ڪرڻ-

(٢١) قرآن ۽ حديث جي نص ، امت جي اجماع ۽ امامن جي قياس تي عمل ڪرڻ-

(٢٢) نماز ۾ يا نماز کان ٻاهر ، جڏهن قرآن شريف پڙهيو وڃي تہ ان جو ٻڌڻ-

(٢٣) فرض نمازن ، نماز جنازه ، تلاوت واري سجدي ۽ قرآن پاڪ کي هٿ لائڻ لاءِ وضو ڪرڻ-

(٢٤) جڏهن غسل فرض ٿئي تہ غسل ڪرڻ-

(٢٥) پيشاب يا پاخاني جي جاءِ هڪ درهم کان وڌيڪ پليت ٿي وڃي تہ استنجو ڪرڻ-

(٢٦) زنا جو ڊپ هجي تہ شادي ڪرڻ-

(٢٧) نڪاح کان پوءِ ( گهٽ ۾ گهٽ ) هڪ ڀيرو زال سان همبستري ڪرڻ-

(٢٨) عورت لاءِ مڙس جو حڪم مڃڻ-

(٢٩) مڙس جي مال ۾ خيانت نہ ڪرڻ-

(٣٠) ٻاهر ۾ سڙندڙ يا ٻڏندڙ يا ڦاڙيندڙ جانور جي وڪڙ ۾ آيل ، يا ڪنهن

پي مصيبت ۾ قاتل جهڙوڪ پٽ جي هيئان ڏهڄي ويل شخص کي بچائڻ.

(٣١) بادشاهن لاءِ عدل ڪرڻ ۽ عالمن، عاجزن، مسڪينن ۽ نمازين کي خرچ ڏيڻ.

(٣٢) الله تعاليٰ جي نالو ٻڌڻ تي جل جلاله چوڻ.

(٣٣) عمر ۾ هڪ ڀيرو درود شريف پڙهڻ.

(٣٤) طاقت هوندي الله ۽ رسول جي گستاخي ۽ نافرمانيءَ کان روڪڻ. هٿ جي طاقت هجي ته هٿ سان، نه ته زبان سان روڪي. جيڪڏهن اهو به نه ٿي سگهي ته دل ۾ برو سمجهي.

(٣٥) زخم وغيره کان رت وغيره کي روڪڻ لاءِ پٽي ٻڌڻ، يا پيشاب جي قطرن ۽ مذي کي جاري رهڻ کان روڪڻ لاءِ ڪپهه وغيره رکڻ، جيئن نماز صحيح حالت ۾ پڙهي سگهي.

(٣٦) ضرورت آهر فقه جو علم پرائڻ.

اسلام جا مشهور فرض ڪفايه هي آهن:

(١) سلام جو جواب ڏيڻ (٢) ڇڪ جو يرحمڪ الله چئي جواب ڏيڻ (٣) جيڪڏهن بيماري گهڻي هجي ته مريض جي عيادت ڪرڻ.

(٤) مسلمان ميت جو غسل، ڪفن، جنازو نماز ۽ دفن وغيره.

(٥) هر شهر ۾ جمعي ۽ عيدن جي ڏينهن ۾ قاضي، مفتي، امير (حاڪم) ۽ خطيب جو موجود هجڻ.

(٦) فرض عين علم کان وڌيڪ شرعي علم (فقه، اصول فقه وغيره) سکڻ.

(٧) سمورو قرآن شريف حفظ ڪرڻ.

(٨) امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر ڪرڻ، بادشاهه لاءِ طاقت ۽ عالم لاءِ زبان سان ادا ڪرڻ ۽ عوام لاءِ جيڪڏهن فتني ۽ خرابيءَ جو ڊپ هجي ته دل سان براين کي برو سمجهڻ فرض ڪفايه آهي.

(٩) اولاد جي تعليم، تربيت ۽ نڪاح ڪرڻ.

(١٠) ڪنهن پيغام موڪليندڙ جو پيغام ( نياپو ) پهچائڻ.

(١١) شاگردن جي امداد ڪرڻ ۽ کين خرچ ڏيڻ.

(١٢) مومن بکيو هجي ته کيس کاتو کارائڻ، پاڻ کي طاقت نه هجي ته ٻين کي ترغيب ڏيارڻ.

(١٣) جيڪڏهن ڪافر غلبو حاصل ڪن ته سائڻ وڙهڻ فرض عين آهي، ۽ جيڪڏهن پوري طرح غلبو حاصل نه ڪن ته انهن سان جهاد ڪرڻ فرض ڪفايه آهي.

# اسلام جا واجب

اسلام جا مشهور واجب هي آهن:

(١) وتر جي نماز

(٢) سگهه رکندڙ تي فطرانو

(٣) سگهه واري تي عيد الاضحىٰ جي قرباني.

(٤) پنهنجي مٽن مائٽن جو خرچ پکو جڏهن ته اُهي پاڻ لاچار هجن

(٥) ماءُ پيءُ جي خدمت ۽ زيارت ڪرڻ

(٦) عورت تي مڙس جي خدمت ڪرڻ

(٧) ڪنهن پيغمبر جي نالي مبارڪ پڙهڻ يا ٻڌڻ مهل درود شريف پڙهڻ. ڪن وٽ هر ڀيرو پڙهڻ واجب آهي، ۽ ڪن وٽ هڪ ڀيرو پڙهڻ واجب آهي ۽ هر دفعي پڙهڻ مستحب آهي، ۽ ڪن وٽ ڪنهن صورت ۾ به واجب ناهي، بلڪ هر ڀيرو مستحب آهي : ۽ جڏهن حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جو نالو مبارڪ ٻڌ و يا پڙهيو وڃي ته مٿن درود شريف پڙهڻ پهرين ڀيري واجب آهي ۽ پوءِ هر ڀيري پڙهڻ مستحب آهي.

(٨) جڏهن ڪنهن صحابيءَ جو نالو ٻڌو يا پڙهيو وڃي ته رضي الله عنه

چوڻ: ڪن وٽ واجب آهي ۽ ڪن وٽ مستحب، اهوئي معتبر قول آهي-

(٩) محرم مٽن سان صلہ رحمي واجب ۽ نامحرم مٽن سان سنت آهي

(١٠) پاڙيسرين جا حق ادا ڪرڻ، مٽن ظلم نہ ڪرڻ ۽ ڪين فائدو پهچائڻ

(١١) غلام تي سندس مالڪ جي خدمت ڪرڻ

(١٢) مالڪ تي سندس غلام ڪي سکيو رکڻ-

(١٣) ڪعبي شريف جي طواف لاءِ وضو ڪرڻ-

(١٤) ڪافر، (جنهن تي غسل واجب هجي،) جڏهن اسلام آڻي تہ مٿس غسل ڪرڻ، ۽ جيڪڏهن مٿس غسل واجب نہ هجي تہ ان لاءِ غسل ڪرڻ مستحب آهي

(١٥) جڏهن نابالغ عمر جي لحاظ کان بالغ ٿئي، ۽ ان کان پوءِ ڪيس احتلام ٿئي، يا بلوغت جي عمر کان اڳ احتلام سان بالغ ٿئي، تہ ان تي غسل ڪرڻ واجب آهي-

# اسلام جون سنتون

اسلام ۾ مشهور سنتون هي آهن:

(١) ختنو ڪرائڻ

(٢) ڏندڻ ڪرڻ

(٣) چپن تان وار صاف ڪرڻ

(٤) زير ناف جا وار صاف ڪرڻ

(٥) بغلن جا وار صاف ڪرڻ

(٦) ننهن ڪٽڻ

(٧) مٿو ڪوڙڻ، يا سموري مٿي جا وار رکڻ ۽ وچان سينڌ ڪڍڻ-

# مستحب ۽ سنت زائده

اسلام ۾ مشهور مستحب يا زائد سنتون هي آهن :

(١) جمعي جو غسل

(٢) ٻنهي عيدن جو غسل

(٣) ( حج وارن لاءِ ) نائين ذوالحج جو غسل

(۴) احرام جو غسل

(۵) مٽي ۾ خشڪ ڦٽي ڏيڻ

(٦) ڏاڙهيءَ ۾ پاڻي سان پسايل ڦٽي ڏيڻ

(٧) وليمي جي دعوت ڪرڻ

(٨) سلام ڪرڻ

(٩) مصافحو ڪرڻ ( هٿ ملائڻ )

(١٠) دعوت قبول ڪرڻ

(١١) ڇڪ وس آهر آهستي ڪيڻ ۽ الحمد لله ڏاڍي چوڻ

(١٢) بيمار پرسي جڏهن بيماري گهٽي نه هجي- جيڪڏهن بيماري گهٽي هجي ,ته بيمار پرسي فرض ڪفايه آهي

(١٣) وارن کي تيل ۽ خوشبوءِ هڻڻ

(١۴) سٺي پوشاڪ پهرڻ

(١۵) ڪڏهن ڪڏهن آئينو ڏسڻ

(١٦) سائي ,اڇي ۽ ڪاري پوشاڪ افضل آهي

(١٧) پاجامون ( شلوار ) پائڻ

(١٨) ڪارا جوراب پائڻ-

(١٩) ڍنڪي ۾ طرو رکڻ

(٢٠) چڱا ۽ پسنديده ڪم ساڄي هٿ سان ڪرڻ ,جهڙوڪ ,ڪائڻ پيئڻ ,

لکڻ ، قرآن مجيد ، ديني ڪتاب يا ٻين شين جو ڏيڻ وٺڻ ، نڪ ۾ وات ۾ پاڻي وجھڻ وغيره.

(٢١) ناپسنديده ڪم ڪابي هٿ سان ڪرڻ ، جھڙوڪ : استنجو ، ( ڪٺي پٿر پٿر سان ڪجي يا پاڻيءَ سان ) ۽ نڪ سٽڪڻ وغيره.

(٢٢) ڪپڙن ۽ پوشاڪ جو ضرورت آهر ننيو رکڻ ، ڇو ته لباس جو ضرورت کان وڌيڪ ڍڳهو رکڻ مڪروه آهي ۽ ان ۾ وڏائي ۽ تڪبر هوندو آهي.

(٢٣) جڏهن عمر چاليهه سال ٿئي ته هٿ ۾ عصا ( لٺ ) رکڻ.

(٢٤) جهليل ۽ ناپسنديده موقعن کان سواءِ هر حال ۾ قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهڻ.

(٢٥) عزيزن ۽ دوستن جا تحفا قبول ڪرڻ ۽ کين ان جي موٽ ڏيڻ.

(٢٦) مسلمانن جي گھرجن کي پوري ڪرڻ لاءِ خدا ڪارڻ ڪوشش ڪرڻ

(٢٧) خيرات جي نيت سان ضرورت کان وڌيڪ ڪمائڻ.

(٢٨) نيڪن ، عبادت گذارن ، زاهدن ، عالمن ۽ صالحن جي صحبت اختيار ڪرڻ.

(٢٩) اڪين ۾ عشاء جي نماز کان پوءِ سرمو وجھڻ

(٣٠) قيلولہ ( يعني ٻن پھرن جو آرام ) ڪرڻ

(٣١) طب جو علم سکڻ

(٣٢) سفر لاءِ ڏينهن جي وقت روانو ٿيڻ ۽ ڇنڇر يا خميس جي صبح محل سفر شروع ڪرڻ

(٣۴) بيمار جو توبہ ۽ استغفار ڪرڻ ، روئڻ ، صدقو ڏيڻ ۽ تندرست ٿيڻ تي غسل ڪرڻ.

(٣٥) کائڻ پيئڻ کان اڳ بسم الله چوڻ سنت آهي ۽ هر لقمي تي چوڻ

مستحب آهي

(٣٦) کائڻ پيئڻ کان پوءِ الحمد لله چوڻ سنت آهي ۽ هر لقمي جي پچاڙيءَ تي مستحب آهي-

(٣٧) کائڻ کان اڳ ۽ پوءِ ٻئي هٿ ڪرائين تائين ڌوئڻ

(٣٨) ساڄي هٿ سان کائڻ- ( بنا عذر جي کاٻي هٿ سان کائڻ بدعت آهي )

(٣٩) کاڌي ۾ پچاڙيءَ تائين دوستن سان شريڪ رهڻ

(٤٠) کاڌي وقت جتي لاهي ويهڻ (٤١) گڏ جي کائڻ

(٤٢) ٽيڪ ڏيئي يا پير لڙڪائي کائڻ مڪروه آهي

(٤٣) وضو سان کاڌو کائڻ-

(٤٤) جڏهن چڱيءَ طرح بک لڳي تڏهن کائڻ ۽ جڏهن ڪجهه بک باقي رهي تہ بس ڪري ڇڏڻ

(٤٥) ٽن آڱرين سان کائڻ ، رڳو هڪ آڱر سان نہ کائجي- جيڪڏهن گهرج پوي تہ چوٿين ۽ پنجين بہ ملائجي-

(٤٦) کائي ۽ نڪر جي ٿانون ۾ کائڻ پيئڻ ( ٽامي، لوهہ ۽ ٻين ڌاتن جي ٿانون جي مقابلي ۾ ) افضل آهي-

(٤٧) ڪپڙي يا ڪنهن ٻي شيءَ جو دستر خوان وڇائي کاڌو ان تي رکڻ ، جيئن کاڌي جا ڪرا ڪري لتاڙڻ ۾ نہ اچن-

(٤٨) دعوت ۾ ميوا وغيره ۽ سرڪو پيش ڪرڻ

(٤٩) کائڻ وقت ساڄو پير اُڀو رکڻ ۽ کاٻو پٽاري ويهڻ

(٥٠) کاڌي جي شروعات ۽ پچاڙيءَ ۾ لوڻائتي شيءَ کائڻ يا لوڻ چکڻ ( چکڻ )-

(٥١) کاڌو پنهنجي اڳيان کائڻ

(٥٢) کاڌي جو ٿانو خالي ٿيڻ تي آڱر سان چٽڻ

(٥٣) کاڌو کائڻ کان پوءِ آڱرين کي هن ريت چٽڻ ته اڳ وچين آڱر کي پوءِ آڱوٺي جي پر واري کي پوءِ آڱوٺي کي ۽ چار يا پنجئي آڱريون استعمال ٿيون هجن ته سڀن کي چٽجي ۽ هر آڱر کي ٽي ڀيرا چٽجي.

(٥٤) کاڌي جي ڀورن کي کائجي، اڇلي نه ڇڏجي

(٥٥) ٽوئڻ کان پوءِ هٿن کي نه ڇنڊجي.

(٥٦) دعوت ۾ جيڪو وڏو هجي اهو اڳ کاڌو شروع ڪري.

(٥٧) نيڪن جي دعوت کائڻ ۽ کين کارائڻ

(٥٨) کاڌو کائڻ کان پوءِ ڏندن جون وٿيون صاف ڪرڻ ۽ ڪرڙي ڪرڻ

(٥٩) کاڌي کان بعد کارائيندڙ لاءِ دعا ڪرڻ. دعا هي آهي: اللهم اطعم من اطعمني واسق من سقاني، هيءَ واڌارو به ڪري: وبارک له في ماله ورزقه ياهيءَ دعا پڙهي: اللهم اغفر لصاحب الطعام ولاكله وبارک لهم فيما رزقتهم واغفر لهم وارحمهم -

# مڪروه تحريمي ۽ تنزيهي ڳالهيون

اسلام ۾ ڪنهن شيون مڪروه تحريمي آهن، جهڙوڪ: هر وقت اجايون ۽ بي فائده ڳالهيون يا ڪم ڪرڻ، جنازي وٽ يا قبرستان ۾ يا مصيبت جي ماريل شخص، يا نماز پڙهندڙ جي ويجهو ٽوڪ چرچا ڪرڻ ۽ کلڻ. دنيا جي فائدي، مشهوري ۽ ڏيکاءَ لاءِ وعظ ڪرڻ - ٻيا به ڪيترائي ڪم مڪروه تحريمي آهن، جهڙوڪ: اونده ۾ کاڌو کائڻ، مسجد ۾ داخل ٿيڻ وقت کاٻو پير اڳ اندر رکڻ ۽ نڪرڻ وقت اڳ ساڄو پير ٻاهر ڪڍڻ. رات جو ڏيئو (يا بتي) ٻرندي ڇڏڻ. انهن سڀن جو تفصيل وڏن ڪتابن ۾ ڏسو ۽ اخلاق جي سڌاري لاءِ تصوف جي ڪتابن جو به مطالعو ڪريو.

# ڪتاب الطهاره

## پاڪائيءَ جو بيان

نماز جي شرطن ۾ پهريون شرط بدن جي طهارت يعني ان جو پاڪ هجڻ آهي- ان جون ٻہ صورتون آهن : پهرين حقيقي پليتيءَ کان پاڪ هجڻ- اهاهيءَ آهي تہ جسم تي ڪا ظاهري يعني ڏسڻ ۾ ايندڙ ناپاڪ شيءِ هجي تہ ان کي پاڻيءَ سان ڌوئي پاڪ ڪيو وڃي-

ٻي صورت هيءَ آهي تہ ڪٿي ظاهر ۾ جسم تي ڪا ناپاڪ شيءَ لڳل نہ هجي ، پر پوءِ بہ جسم شرعي حڪم سان ناپاڪ هجي، جهڙوڪ ، ڪو شخص ننڊ پوڻ ( احتلام جي ) ڪري ناپاڪ ٿيو ، ان پنهنجي جسم جي ظاهري پليتي تہ ڌوئي ڇڏي پر جيستائين اهو باقاعده غسل نہ ڪندو، ان وقت تائين سندس جسم ناپاڪ رهندو ۽ اُن لاءِ نماز ادا ڪرڻ ۽ مسجد ۾ داخل ٿيڻ جائز ۽ درست ناهي- ياڪو شخص احتلام سان تہ نہ آهي، پر بي وضو آهي، يعني پيشاب پاخاني کان پوءِ هن استنجو تہ ڪري ڇڏيو، پر وضو نہ ڪيائين، تہ اهڙو شخص بہ شرعا ناپاڪ آهي ۽ اُن لاءِ نماز پڙهڻ يا قرآن شريف کي هٿ لائڻ جائز ناهي- اهڙي نجاست کي حڪمي نجاست سڏجي ٿو، يعني اها نجاست جيڪا ڏسڻ ۾ نہ اچي سگهي ، بلڪ شريعت جي حڪم سان ثابت ٿئي- اهڙي نجاست ٻن قسمن جي هوندي آهي : هڪ بي وضو هئڻ- ان کي حدث اصغر ڪونجي ٿو- ٻيو غسل فرض ٿيڻ- ان کي حدث اڪبر چئجي ٿو - انهن ٻنهي نجاستن کان بدن جي پاڪ هجڻ کي طهارت حقيقي چئجي ٿو- بدن جي طهارت حڪمي ۽ طهارت حقيقي، نماز لاءِ شرط آهي- ان کان سواءِ نماز صحيح نہ ٿيندي-

هاڻي ٻنهي قسمن جي نجاستن کان بدن کي پاڪ ڪرڻ جو تفصيل

بيان ٿئي ٿو. پهريائين حدث اصغر يعني وضو جو بيان ڏينداسين، پوءِ حدث اکبر يعني غسل جو. پوءِ انهن سان واسطو رکندڙ شين جو : تنهن کان پوءِ نجاست حقيقي جو بيان ڏينداسين.

# وضو جو بيان

## وضو جا فرض:

وضو ۾ چار فرض آهن :

(١) منهن ڌوئڻ

(٢) ٻنهي هٿن کي ٺونٺين سميت ڌوئڻ

(٣) مٿي جي چوٿين حصي جو مسح ڪرڻ

(٤) ٻنهي پير پيڏين سميت ڌوئڻ. انهن جو تفصيل هي آهي :

(١) منهن ڌوئڻ جي حد هي آهي ته ڊيگهه ۾ پيشاني تي مٿي جي وارن جي ڄمڻ واري جاءِ کان کاڏيءَ جي هيٺ تائين ۽ ويکر ۾ هڪ ڪن جي پاپڙيءَ کان ٻئي ڪن جي پاپڙيءَ تائين ڌوئڻ فرض آهي. گهاٽي ڏاڙهي ( يعني جنهن جي اندران کل نه ڏيکارجي ) جي ظاهري يعني مٿاهين حصي کي ڌوئڻ فرض آهي ۽ جيڪڏهن کل نظر ايندي هجي ته ان کل تائين پاڻي پهچائڻ فرض آهي.

(٢) ٻنهيءَ هٿن کي ٺونٺين سميت ڌوئڻ. منڊي ، ڇلي چوڙي ۽ ڪنگڻ وغيره جي هيٺان پاڻي پهچائڻ ، ۽ جيڪڏهن اهي اهڙا سوڙها هجن جو چورڻ بنان پاڻي اندر نه پهچي سگهي، ته انهن کي چوري پاڻي پهچائڻ فرض آهي. جيڪڏهن ڪاشيءَ اٽو وغيره ننهن يا ڪنهن ٻئي هنڌ تي ڄميل هجي ته ان کي لاهڻ به فرض آهي. اڄ ڪالهه ننهن تي رنگدار پالش هڻڻ ويندي آهي ، ان جي موجودگيءَ ۾ وضو ۽ غسل صحيح نه ٿيندو.

(٣) مٿي جي چوٿين حصي جو مسح ڪرڻ. مسح گهٽ ۾ گهٽ ٽن آگرين

سان ڪجي: هڪ يا ٻن آڱرين سان جائز ناهي - ٽوپي يا پڳ يا چادر يا برقعي وغيره تي مسح ڪرڻ جائز نہ آهي- مٿي تي خضاب يا مينديءَ جو تھ ڄميل هجي تہ ان جي مٿان مسح جائز نہ آهي-

(۴) ٻنهي پير پيڏين سميت ڌوئڻ- جيڪڏهن ڪنهن جي هٿ يا پير جون آڱريون ماڳهين مليل هجن يعني انهن جي وچ ۾ ڪليل فاصلو نہ هجي تہ انهن جي وچ واري فاصلي ۾ هٿ گهمائڻ ( خلال ڪرڻ ) فرض آهي- جيڪڏهن غسل يا وضو ۾ عضون تي ڪا سٽهي شيء تيل وغيره لڳل هجي تہ ان جي مٿان پاڻي وهائڻ شرط آهي- پاڻي جو اندر اثر ڪرڻ شرط ناهي , ان ڪري اهڙو وضو ۽ غسل جائز آهي-

**فائدو :** وضو , غسل ۽ تيمم ۾ ڪو اهڙو واجب ناهي جيڪو عمل ۾ فرض کان گهٽ درجو رکندڙ هجي- ڪن ڪتابن ۾ ڪجھ واجب الڳ لکيل آهن جهڙوڪ وضو جا چار واجب لکيل آهن :

(۱) ڏاڙهي , مڇون ۽ ڀرون, جيڪڏهن اهڙيون گهاٽيون هجن جو هيٺان واري کل ڏسڻ ۾ نہ اچي تہ انهن وارن جو ڌوئڻ-

(۲) ٺونئين جو ڌوئڻ-

(۳) پيڏين جو ڌوئڻ-

(۴) مٿي جي چوٿين حصي جو مسح ڪرڻ-

پر اصل ۾ اهي فرض ۾ ئي شامل آهن : جيئن مٿي وضو جي فرضن جي تفصيل ۾ انهن جو بيان ٿي چڪو آهي , سو تہ عملا اهي فرض ئي آهن, ۽ انهن جي ڇڏڻ سان وضو , غسل ۽ تيمم صحيح نہ ٿيندو-

## وضو جون سنتون:

وضو ۾ تيرهن سنتون آهن :

(۱) وضو جي نيت ڪرڻ- نيت دل سان ڪجي- زبان سان بہ چوڻ

مستحب آهي- ان جو وقت منهن ڌوئڻ وقت يا ان کان اڳ آهي- نيت نماز جي هجي يا اهڙي عبادت جي هجي جيڪا بنا وضو جي جائز نہ ٿئي ، يا طهارت حاصل ڪرڻ يا الله تعالىٰ جي رضا ۽ ثواب جي نيت هجي-

(٢) بسم الله (پوري) پڙهڻ ، ڪو ٻيو ذڪر جهڙوڪ لا اله الا الله يا الحمد لله وغيره پڙهڻ سان بہ سنت ادا ٿي ويندي- جيڪڏهن شروعات ۾ پڙهڻ وسري وڃي، تہ جتي بہ ياد اچي پڙهڻ افضل آهي پر سنت ادا نہ ٿيندي-

(٣) وضو شروع ڪرڻ وقت پهريائين ٻئي هٿ ڪرائين تائين ٽي دفعا ڌوئڻ جيڪڏهن پاڪ هجن- ۽ جيڪڏهن ناپاڪ هجن تہ ڌوئڻ فرض آهي-

(٤) ڏندڻ هڻڻ ( ان جو تفصيل اڳتي جدا بيان ٿيندو ) -

(٥) ٽي ڀيرا ڪرڙي ڪرڻ ۽ هر ڀيري نئون پاڻي کڻڻ سنت آهي- ۽ جيڪڏهن روزو نہ هجي تہ پاڻي ڀڇاڻ ۾ وڌاءَ ڪرڻ يعني ڪرڙا ڪرڻ افضل آهي هڪ ٽي ڀيري سان ورتل پاڻي يعني هڪ ٽي ٻڪ سان ٽي ڀيرا ڪرڙي ڪرڻ جائز آهي-

(٦) نڪ ۾ ٽي ڀيرا پاڻي ڏيڻ- هر ڀيري جدا پاڻي ڪڻجي- هڪ ٽي ٻڪ سان ٽي ڀيرا نڪ ۾ پاڻي ڏيڻ جائز ناهي- جيڪڏهن روزو نہ هجي تہ ان ۾ وڌاءَ ڪرڻ يعني نڪ جي نرم حصي تائين پاڻي ڀڇاڻ ۽ ترتيب رکڻ يعني اڳ ڪرڙي ڪرڻ پوءِ نڪ ۾ پاڻي ڏيڻ افضل آهي-

(٧) ڏاڙهي جو خلال ڪرڻ جيڪڏهن ڏاڙهي گهاٽي هجي ۽ اهو شخص احرام جي حالت ۾ بہ نہ هجي- خلال جو طريقو هي آهي تہ ساڄي هٿ جي ٻڪ ۾ پاڻي ڪڻي، ڪاڏي جي هيٺان واري وارن جي پاڙن ۾ وجهي ۽ ڏاڙهي ۾ آڱريون وجهي هيٺاهين پاسي کان مٿي خلال ڪجي، اهڙيءَ ريت هٿ جي پٺي ڳچيءَ ڏانهن رهي يعني آڱرين جي پٺ وارن سان لڳي ۽ تري ٻاهر رهي- ڪن وٽ ان جو طريقو هي بہ آهي تہ وارن جي هيٺان کان آ ڱريون اهڙيءَ ريت اندر ڪجن جو تري ڳچيءَ ڏانهن هجي ۽ هٿ جي پٺ

ٻاهر ڏانهن هجي، جيئن ٻڪ جو پاڻي وارن ۾ وڃي سگهي- حديث شريف جي لفظن مان اها صورت سمجهه ۾ اچي ٿي-

(٨) هٿن پيرن جي آڱرين جو خلال ڪرڻ - هٿن جي آڱرين جي خلال جو طريقو هي آهي ته هڪ هٿ جون آڱريون ٻئي هٿ جي آڱرين ۾ وڌيون وڃن ۽ پاڻي ٽمندڙ هجي- هي پهريون طريقو آهي- ٻيو طريقو هي به آهي ته هڪ هٿ جي تري، ان هٿ جي پٺ تي جنهن جو خلال ڪرڻو آهي، رکي مٿانهين هٿ جون آڱريون هيٺين هٿ جي آڱرين ۾ وجهي ڇڪجن ۽ ساڳيءَ ريت ٻئي هٿ جو خلال ڪجي- پيرن جو خلال اهڙيءَ ريت ڪجي جو کاٻي هٿ جي ڇيچ وسيلي پيرن جي آڱرين جي هيٺان کان مٿي خلال ٿئي، ۽ ساڄي پير جي ڇيچ کان شروع ڪري کاٻي پير جي ڇيچ تي ختم ڪجي- پاڻيءَ ۾ هٿ يا پير وجهڻ خلال لاءِ ڪافي آهي ، ڪٽي پاڻي وهندڙ هجي يا نه هجي- جيڪڏهن آڱريون ماڳهين مليل هجن ته خلال واجب آهي-

(٩) وضو جي هر عضوي کي ٽي ٽي ڀيرا ڌوئڻ ، اهڙيءَ ريت جو، هر ڀيري ڪوبه حصو سڪل نه رهي- يعني هر ڀيري پوريءَ طرح ڌوئڻ- ٽن ڀيرن کان وڌيڪ نه ڌوئجن-

(١٠) سموري مٿي جو هڪ ڀيرو مسح ڪرڻ، يعني پسيل هٿ گهمائڻ- ان جو طريقو هي آهي ته ٻنهي هٿن کي ٽنهين پاڻي سان پسائي ٻئي ترين ۽ آڱريون ٻنهنجي/مٿي جي اڳين حصي ، يعني پيشانيءَ جي وارن جي جاءِ تي رکي، پوئين حصي ڏانهن ڪنڌ تائين اهڙيءَ طرح گهمائجن جو سموري مٿي تي هٿ گهمي وڃي ، پوءِ ٻنهي ڪنن جو مسح ٻنهي شهادت آڱرين سان ڪجي - ۽ هڪڙو طريقو هي به آهي ته ٻنهي آڱوٺن ۽ ٻنهي شهادت آڱرين کان سواءِ ، ٻنهي هٿن جي باقي ٽن ٽن آڱرين جا سرا ملائي مٿي جي اڳين حصي تي رکجن ۽ مٿي جي وچ حصي تي ، اڳيان کان ڪنڌ ڏانهن ڇڪجن ، ۽

ان وقت ٻنهي ترين کي بہ الڳ رکجي ، رڳو اهي ڇهہ آڱريون ئي لڳن- پوءِ ٻنهي ترين سان مٿي جي وچ حصي کي ڇڏي، ٻنهي پاسن جو مسح ڪندي، ڪنڌ کان اڳ پاسي ڏانهن ڇڪجن ، پوءِ ٻنهي شهادت آڱرين سان ٻنهي ڪنن جي اندر جو ، ۽ ٻنهي آڱوٺن سان ٻنهي ڪنن جي ٻاهرين يعني مٿئين حصي جو مسح ڪجي ۽ آڱرين جي پٺ سان ڪنڌ جو مسح ڪجي، جيڪو مستحب آهي-

(١١) ٻنهي ڪنن جو انهيءَ آلاڻ سان مسح ڪرڻ ، جيڪا مٿي جي مسح کان بچيل هجي ، جائز آهي ، بلڪ اهائي سنت آهي- جيڪڏهن نئون پاڻي کڻي ڪري ، تہ ڪِن وٽ بهتر آهي ، پر صحيح هيءَ آهي تہ اهو سنت جي خلاف آهي ، ان ڪري نئون پاڻي نہ کڻجي- مٿي جي مسح جي آلاڻ ئي ڪافي آهي ، ڪنن جي اندر ٻنهي شهادت جي آڱرين سان اندرئين پاسي کان ، ۽ ڪنن جي ٻاهر ڇئنين پاسن کان ٻنهن آڱوٺن جي اندرئين حصي سان مسح ڪجي ، جيئن نمبر ١٠ ۾ بيان ٿيو-

(١٢) ترتيب سان وضو ڪرڻ ، يعني جنهن ترتيب سان فرضن ۾ بيان ٿيو آهي- پهرين منهن ڌوئڻ پوءِ ٺونٺين سميت هٿ ڌوئڻ ، پوءِ مٿي جو مسح ڪرڻ، پوءِ ٻئي پير پيڏين سميت ڌوئڻ-

(١٣) وضو جي عضون کي لاڳيتو ڌوئڻ ، اهڙيءَ ريت جو اڳئين عضوي جي سڪڻ کان اڳ ٻيو عضوو ڌوئڻ شروع ڪجي- خشڪ ٿيڻ جو لحاظ وچولي موسم مطابق ٿيندو- ، عذر جي ڪري وٿي ٿيڻ جائز آهي ، جهڙوڪ پاڻي ختم ٿي وڃي، ۽ پاڻي آڻڻ لاءِ هليو وڃي- غسل ۽ تيمم جو بہ اهو ساڳيوئي حڪم آهي-

**وضو جا مستحب ۽ ادب:** (١) وضو جا جيڪي عضوا ٻہ ٻہ آهن ، انهن مان ساڄي کي پهريائين ڌوئڻ پوءِ ، کاٻي کي - تنهن ڪري ساڄي هٿ

کي کابي هٿ کان اڳ ۽ ساڄي پير کي کابي پير کان اڳ ڌوئڻ ، پر ٻنهي ڪنن جو مسح گڏ ڪجي- ڪن عالمن ساڄي کان شروع ڪرڻ کي سنتن ۾ شامل ڪيو آهي ، ۽ اهوئي معتبر قول آهي-

(٢) ڪنڌ جو مسح ، اهو ٻنهي هٿن جي آڱرين جي پٺ سان ڪجي ( جيئن سنتن جي نمبر ١٠ ۾ بيان ٿيو )- ڳچيءَ جو مسح نہ ڪجي، ڇو تہ اهو بدعت آهي-

(٣) پاڻي ضرورت مطابق خرچ ڪرڻ- ضرورت کان وڌيڪ خرچ ڪرڻ فضول خرچي ۽ ادب جي خلاف آهي ،ڪٿي واهي ۽ حوض وغيره تي ڇو نہ هجي ، ۽ جيڪڏهن وقف جو پاڻي هجي تہ ايئن ڪرڻ گناهہ ۽ حرام آهي ، ۽ پاڻي ايترو گهٽ بہ استعمال نہ ڪجي جو چڱيءَ طرح ڌوئڻ ۾ ڏکيائي ٿئي-

(٥) منڊي ، ڇلو ، ڪڙو ، چوڙيون ۽ نڪ جي ڦلي وغيره ، جيڪڏهن ڍليون هجن تہ انهن کي چوري انهن جي هيٺان پاڻي پهچائڻ- پر جيڪڏهن سوڙهيون هجن تہ هيٺان پاڻي پهچائڻ لاءِ انهن کي چورڻ فرض آهي-

(٦) وضو پاڻ ڪرڻ- بنان عذر جي ڪنهن ٻئي کان مدد نہ وٺڻ- ( جيڪڏهن ڪو شخص پاڻ پنهنجي مرضيءَ سان مدد ڪري ۽ وضو ڪندڙ عضون کي پاڻ ڌوئي تہ بنان عذر جي بہ جائز آهي )-

(٧) وضو ڪرڻ وقت بنان ضرورت جي دنياوي ڳالهيون نہ ڪرڻ-

(٨) ساڄي هٿ ۾ پاڻي کڻي ڪرڙي ڪرڻ ۽ نڪ ۾ پاڻي وجهڻ ۽ کابي هٿ سان نڪ صاف ڪرڻ-

(٩) منهن تي پاڻي آهستي وجهڻ ،ڇماٽ وانگر نہ هڻجي-

(١٠) عضون کي ڌوئڻ وقت هٿ سان مهٽڻ-

(١١) ڪنن جي مسح وقت ، ڪنن جي سوراخ ۾ ننڍي آڱر جو سرو پسائي وجهڻ-

(١٢) هميشہ ۽ خاص ڪري سياري ۾ هٿن ۽ پيرن کي ڌوئڻ وقت ، اڳ ۾

پسيل هٿ سان انهن کي مهٽڻ جيئن ٽوئڻ وقت چڱيءَ طرح ۽ آسانيءَ سان هر هنڌ پاڻي پهچي وڃي.

(١٣) استعمال ڪيل پاڻيءَ کان ڪپڙن کي بچائڻ.

(١٤) نماز جي وقت کان پهريائين وضو ڪرڻ، جيڪڏهن معذور نہ هجي.

(١٥) وضو ڪرڻ وقت قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهڻ.

(١٦) مٿانهين ۽ پاڪ جڳہ تي ويهڻ.

(١٧) آرام سان وضو ڪرڻ ۽ عضون جي ڌوئڻ ۽ خلال وغيره کي چڱيءَ طرح ادا ڪرڻ. ايتري جلدي نہ ڪجي جو ڪو مستحب رهجي وڃي.

(١٨) وضو جي ڌانوءَ کي وڻن جي هنڌ کان ٻي پيرا ڌوئڻ.

(١٩) منهن ڌوئڻ وقت مٿان کان هيٺ ڏانهن پاڻي وجهڻ ۽ هٿن پيرن تي آڱرين جي پاسي کان وجهڻ. مٿي جو مسح اڳئين پاسي کان شروع ڪجي.

(٢٠) پيرن تي پاڻي ساڄي هٿ سان وجهڻ ۽ کاٻي هٿ سان مهٽڻ.

(٢١) عضون کي جنهن هنڌ تائين ڌوئڻ فرض يا واجب آهي، ان کان ڪجھ وڌيڪ ڌوئڻ.

(٢٢) جنهن ڪپڙي سان استنجي جي هنڌ کي اگهيو ويو هجي، ان سان وضو جي عضون کي نہ اگهڻ.

(٢٣) ذڪر جي ڌانوءَ سان وضو ڪرڻ.

(٢٤) وضو جي وقت جيڪڏهن ٿانو ننڍو هجي، جهڙوڪ بدنو، ڪرو وغيره تہ کاٻي پاسي ڏانهن ۽ جيڪڏهن وڏو هجي جهڙوڪ ٽب وغيره، تہ ساڄي پاسي ڏانهن رکجي ۽ هٿ وجھي ٻڪ سان پاڻي ڪڍجي.

(٢٥) هٿن کي نہ ڇنڊڻ.

(٢٦) نماز لاءِ وضو جي نيت ڪرڻ ۽ نيت دل ۽ زبان، ٻنهيءَ سان ڪرڻ.

(٢٧) هر عضوي کي ڌوئڻ وقت بسم الله، درود شريف، ڪلمہ شهادت ۽

حديث ۾ آيل پيون دعائون پڙهڻ- وضو جي نيت جو به خيال رهي-

(٢٨) وضو جو بچيل پاڻي قبلي ڏانهن منهن ڪري ,بيهي يا ويهي پيئڻ-

(٢٩) وضو ڪان پوءِ ٻه رڪعتون تحية الوضوء پڙهڻ-

(٣٠) وضو ڪان پوءِ درود شريف , شهادت جو ڪلمو ۽ هي دعا پڙهڻ :

اللهم اجعلني من التوا بين واجعلني من المتطهرين ,واجعلني من عبادك الصالحين -

(٣١) وضو جي عضون کي نه اگهڻ جيڪڏهن ان جي ضرورت نه هجي , ۽ جيڪڏهن اگهي ته ڪجهه آلان ڇڏڻ گهرجي-

(٣٢) وضو ڪان پوءِ پيشاب جي جاءِ کي لڳندڙ ڪپڙي جي حصي تي پاڻي جا ڇنڊا هڻڻ-

(٣٣) جڏهن وضو ڪري بيهي , ته بي نماز لاءِ پاڻي ڀري رکڻ- ان سان گڏ نماز جي وقت ڪان اڳ ئي وضو ۽ نماز جي تياري ڪري وٺڻ-

## وضو ۾ مڪروه شيون :

اصول هي آهي ته جيڪي شيون مستحب آهن انهن جي خلاف ڪرڻ مڪروه آهي- اهڙيءَ طرح جيڪي شيون مڪروه آهن انهن ڪان بچڻ مستحب آهي- ڪجهه مڪروهه شيون هيٺ ڏجن ٿيون :

(١) ناپاڪ جڳهه تي وضو ڪرڻ يا ناپاڪ هنڌ تي وضو جو پاڻي ڪيرڻ- (٢) ڳرڙيءَ لاءِ کابي هٿ سان وات ۾ پاڻي وجهڻ- (٣) کابي هٿ سان نڪ ۾ پاڻي وجهڻ- (٤) بنا عذر جي ساڄي هٿ سان وات ۾ پاڻي وجهڻ- (٥) منهن تي زور سان چماٽ وانگر پاڻي هڻڻ- (٦) پاڻي ايترو گهٽ خرچ ڪرڻ جو مستحب طريقي سان وضو ادا نه ٿئي- (٧) پاڻي ضرورت ڪان وڌيڪ خرچ ڪرڻ- (٨) ٽن ڀيرن ڪان وڌيڪ عضون کي ڌوئڻ- (٩) ٽي ڀيرا نئون پاڻي ڪڻي مسح ڪرڻ- (١٠) وضو جي عضون کان سواءِ ڪنهن ٻي عضوي کي بنان ضرورت جي ڌوئڻ- (١١) وضو ڪرڻ وقت بنا ضرورت جي دنياوي

ڳالهيون ڪرڻ. (١٢) وضو ڪان پوءِ هٿن جو پاڻي ڇنڊڻ. (١٣) مسجد ۾ پنهنجي لاءِ ڪوٺانوءِ خاص ڪري ڇڏڻ. (١٤) عورت جي غسل يا وضو کان بچيل پاڻيءَ سان وضو ڪرڻ. (١٥) وضو جي پاڻي ۾ ٿڪ اڇلڻ يا نڪ صاف ڪرڻ ڪٿي اهو پاڻي وهندڙ هجي. (١٦) مسجد جي اندر وضو ڪرڻ. (١٧) ڪري يا بدني ۾ يا ڪپڙن وغيره تي وضو جي عضون مان قطرا ٽمائڻ. (١٨) بنا عذر جي هڪ هٿ سان منهن ڌوئڻ. (١٩) ڳچيءَ جو مسح ڪرڻ. (٢٠) اُس جي گرم ٿيل پاڻي سان وضو ڪرڻ. (٢١) استنجي جي پاڻي اگهڻ واري ڪپڙي سان وضو جي عضون کي اگهڻ (٢٢) چپ يا اکيون زور سان بند ڪرڻ. (٢٣) وضو لاءِ بنان عذر جي ڪنهن ٻئي کان مدد وٺڻ. (٢٤) سنت طريقي جي خلاف وضو ڪرڻ. هيون به ڪئين مڪروه ڳالهيون آهن.

## وضو جو مسنون ۽ مستحب طريقو:

جڏهن وضو ڪرڻ جو ارادو هجي ته وضو لاءِ ڪر جي ڪنهن پاڪ صاف ٿانوءِ ۾ پاڪ پاڻي کڻي پاڪ صاف مٿانهين هنڌ تي ويهجي ( جيڪڏهن ٽامي ۽ پتل وغيره جو ٿانوءِ هجي تڏهن به ٺيڪ آهي، پر ٽامي جي ٿانوءِ کي قلعي لڳل هجي. ) قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهجي ته چڱو آهي: جيڪڏهن ائين ڪرڻ ممڪن نه هجي ته ڪو حرج ناهي. ٻانهون ڪونئين کان مٿي تائين ٽنگجيون وڃن ۽ دل ۾ هي نيت ڪجي ته مان هي وضو خالص الله تعالىٰ جي رضا، ثواب ۽ عبادت لاءِ ڪريان ٿو، رڳو بدن جو صاف ڪرڻ ۽ منهن جو ڌوئڻ مقصد ناهي. نيت زبان سان به ڇنجي ۽ اهو ارادو ۽ نيت هر عضوي جي ڌوئڻ ۽ مسح ڪرڻ وقت ذهن ۾ رهي. وضو شروع ڪندي وقت بسم الله الرحمن الرحيم چئجي ۽ ساڄي هٿ جي ٻڪ ۾ پاڻي کڻي ڳرڙي ڪجي. پوءِ ڏندڻ هڻجي، ڏندڻ نه هجي ته آڱر سان ڏندن کي مهٽجي، وري به ڳرڙيون ٻيون ڪجن، جيئن ٽي پوريون ٿي وڃن. وڌيڪ نه

ڪجن. جيڪڏهن روزو نہ هجي تہ ساڄي پاڻيءَ سان گرڙا بہ ڪجن ، يعني گرڙي ڪرڻ ۾ وڌاءُ ڪجي ، ۽ جيڪڏهن روزو هجي تہ ان ۾ وڌاءُ نہ ڪجي. پوءِ ساڄي ٺي هٿ جي ٻڪ ۾ ٻيهر پاڻي کڻي نڪ ۾ وجهجي ، جيڪڏهن روزو نہ هجي تہ ان ۾ وڌاءُ ڪجي يعني ناسن جي پاڙن تائين پاڻي پهچائجي ، ۽ جيڪڏهن روزو هجي تہ پاڻي نرم گوشت کان مٿي نہ چاڙهجي. کاٻي هٿ جي چيچ ناسن ۾ گهمائجي ۽ کاٻي هٿ سان ئي نڪ صاف ڪجي. ٽي پيرا نڪ ۾ پاڻي ڏجي ۽ هر ڀيري نئون پاڻي کڻجي. پوءِ ٻنهي هٿن ۾ پاڻي کڻجي يا هڪ ٻڪ ۾ پاڻي کڻي ، پوءِ ٻئي هٿ جي ٽيڪ ونجي ۽ ٻنهي هٿن سان مٿي جي مٿان کان هيٺ ڏانهن پاڻي وجهجي. پاڻي هوريان وجهجي ، چماٽ وانگر نہ هڻجي ۽ سموري منهن کي مهٽي ڌوئجي ، پيشاني يعني مٿي جي وارن جي شروعات کان کاڏيءَ جي هيٺان تائين ۽ هڪ ڪن جي پاپڙيءِ کان ، ٻئي ڪن جي پاپڙيءِ تائين هر هنڌ پاڻي پهچي. ٻنهي ڀرون ۽ مڇن جي هيٺان بہ پاڻي پهچڻ گهرجي ، ڪو هنڌ وار جيترو بہ سڪل نہ رهي. جيڪڏهن احرام ٻڌل نہ هجي تہ ڏاڙهيءَ جو خلال ڪجي. پوءِ ٻہ پيرا ٻيهر پاڻي کڻي منهن کي ساڳئي نموني ڌوئجي ۽ ڏاڙهيءَ جو خلال ڪجي ، جيئن ٽي پيرا پورا ٿي وڃن. ان کان وڌيڪ نہ ڌوئجي. پوءِ ٻسيل هٿ سان ٻنهيءَ هٿن کي ڌوئين سميت مهٽجي، خاص ڪري ٿڌي موسم ۾ - پوءِ کاٻي هٿ جي ٻڪ ۾ پاڻي کڻي ، هر هٿ تي ٽي ٽي پيرا پاڻي وجهجي ، يعني ٻهريائين ساڄي هٿ تي ، ۽ پوءِ کاٻي هٿ تي ڌوئين سميت پاڻي وجهجي ۽ مهٽي ڌوئجي تہ جيئن ڪو وار جيترو هنڌ بہ سڪل نہ رهي. منڊي ، ڇلو ، ڪنگڻ ، ۽ چوڙي وغيره ، کڻي ڍلا هجن ، تڏهن بہ ڪين چوري پاڻي اندر پهچائجي. منهن ڌوئڻ وقت عورت پنهنجي ڦلي ( نڪ جي زيور ) کي چوري. آڱرين جو خلال ڪجي : هن ريت تہ هڪ هٿ جون آڱريون ٻئي هٿ جي آڱرين ۾ وڌيون وڃن ، ۽ پاڻي ٽمندڙ هجي. پوءِ ساڄي هٿ جي

پڪ ۾ پاڻي ڪٽي ٻنهي هٿن کي پسائجي ۽ هڪ پيرو سڄي مٿي جو مسح ڪجي- پوءِ ڪنن جو مسح ڪجي- شهادت آڱر سان ڪن جي اندر ڏانهن ۽ آڱوٺي سان ٻاهر ڏانهن ۽ ٻيئي چيچون ٻنهيءَ ڪنن جي سوراخن ۾ وڌيون وڃن- پوءِ آڱرين جي پٺ واري پاسي کان ڪنڌ جو مسح ڪجي- پر ڳچيءَ جو مسح نہ ڪجي- مسح رڳو هڪ پيرو ڪرڻ گهرجي- پوءِ ٻيئي پير پيڏين سوڌا ٽي ٽي پيرا ڌوئجن. يعني ساڄي هٿ سان پاڻي وجهجي ۽ کاٻي هٿ سان ڦهريائين ساڄو پير پيڏين سوڌو ٽي پيرا ڌوئجي- ۽ هر پيري ان جي آڱرين جو خلال کاٻي هٿ جي چيچ سان هيٺان کان مٿي ڪجي. پير جي ننڍي آڱر کان شروع ڪجي ۽ ان جي آڱوٺي تي ختم ڪجي- پوءِ ساڳيءَ ريت ساڄي هٿ سان پاڻي وجهي. کاٻي هٿ سان کاٻو پير پيڏين سميت ٽي پيرا ڌوئجي ۽ هر پيري ان جي آڱرين جو بہ ساڳيءَ ريت خلال ڪجي. ۽ ان جي آڱوٺي کان شروع ڪري چيچ تي ختم ڪجي. هر عضوي کي ڌوئڻ يا مسح ڪرڻ وقت بسم الله ۽ ڪلمہ شهادت ۽ مسنون دعائون پڙهڻ گهرجن- جيڪڏهن وضو کان ڪجھ پاڻي باقي بچي تہ قبلي ڏانهن منهن ڪري بيهي يا ويهي پي ڇڏجي- پوءِ بسم الله ۽ ڪلمہ شهادت پڙهي. هي دعا پڙهڻ گهرجي : اللهم اجعلني من التوابين (پڇاڙيءَ تائين) ۽ سوره القدر (انا انزلناه في ليلة القدر) ۽ ڏھ پيرا درود شريف پڙهجي. ان کان پوءِ جيڪڏهن نماز جو مڪروھ وقت نہ هجي تہ ٻہ رڪعتون نماز تحية الوضوء پڙهجن-

## وضو جون ماثور دعائون

جڏهن وضو شروع ڪجي تہ چئجي : بسم الله الرحمن الرحيم . الحمد لله الذي جعل الماءَ طهورا . يا هيئنءَ چئجي : بسم الله العظيم والحمد لله على دين الاسلام . الاسلام حق والكفر باطل - ڳرڙي ڪرڻ وقت چئجي : اللهم اعني على

تلاوة القرآن وذكرک وشكرک وحسن عبادتک - نک ۾ پاڻي وجهندي چئجي : اللهم ارحني رائحته اللجنه ولا ترحني رائحة النار- منهن ڌوئڻ وقت چئجي : اللهم بيض وجهي يوم تبيض وجوه وتسود وجوه - ساڄو هٿ ڌوئيندي چئجي : اللهم اعطني كتابي بيميني وحاسبني حسابا يسيرا - جڏهن کابو هٿ ڌوئجي تہ چئجي : اللهم لاتعطني كتابي بشمالي ولا من وراء ظهري ولا تحاسبني حسابا عسيرا - مٿي تي مسح ڪرڻ وقت چئجي : اللهم اظلني تحت ظل عرشک يوم لاظل الا ظل عرشک - ڪنن جي مسح جي وقت چئجي : اللهم اجعلني من الذين يستمعون القول فيتبعون احسنه - ڪنڌ جي مسح وقت چئجي : اللهم اعتق رقبتي من النار- ساڄو پير ڌوئيندي چئي- اللهم ثبت قدمي علي الصراط يوم تزل الاقدام - ۽ جڏهن کابو پير ڌوئي تہ چئي : اللهم اجعل ذنبي مغفورا وسعيي مشكورا وتجارتي لن تبور- وضو جي وچ ۾ پڙهجي : اللهم اغفرلي ذنبي ، ووسع لي في داري ، وبارک لي في رزقي ، هر عضوي جي ڌوئڻ ۽ مٿي تي مسح ڪرڻ وقت ڪلمہ شهادت بہ پڙهجي : اشهد ان لااله الا الله وحده لا شريک له واشهد ان محمدا عبده ورسوله ، اللهم اجعلني من التوابين واجعلني من المتطهرين واجعلني من الذين لاخوف عليهم ولا هم يحزنون -

( امام نووي رحہ ڪتاب " الاذڪار " ۾ چيو آهي تہ : وضو جي عضون تي پڙهڻ لاءِ ڪابہ دعا پاڻ ڪريم صلي اللهعليہوسلم جن کان ثابت نہ آهي ، البت فقيهن سڳورن جو چوڻ آهي تہ بزرگن ڪي دعائون ٻڌايون آهن ، جن جو پڙهڻ مستحب آهي : پر انهن جا ٻڌايل لفظ گهٽ وڌ آهن- ( پوءِ پاڻ مٿيون دعائون ذڪر ڪيون اٿائون مترجم )

## ڏندڻ جو بيان

**ڏندڻ جي فضيلت :** وضو ۾ هڪ سنت ڏندڻ ڪرڻ بہ آهي- اهو سنت موڪده آهي سندس تمام گهڻو ثواب آهي- حديث پاڪ ۾ ان جي وڏي فضيلت بيان ٿي آهي- حضور اڪرم صلي اللهعليہوسلم جن فرمايو :

" جيڪڏهن مون کي ان ڳالهه جو فڪر نه هجي ها ته منهنجي امت کي تڪليف ۾ تنگي ٿيندي ته مان هر وضو جي وقت ڏندڻ ڪرڻ جو حڪم ڏيان ها " ( موطا امام مالڪ )- هڪ ٻي حديث پاڪ ۾ آهي : " السواڪ مطهره للفم مرضاه للرب "- ( ڏندڻ ڪرڻ وات جي صفائي ۽ پالڻهار جي رضامنديءَ جو سبب آهي )- ام المومنين حضرت عائشه صديقه رضه کان روايت آهي ته جيڪا نماز ڏندڻ ڏيئي پڙهي وڃي، اها بنان ڏندڻ جي پڙهيل نماز کان ستر درجا افضل آهي- ڪن صحابن سڳورن جي اها حالت هئي جو اهي ڏندڻ قلم وانگر پنهنجي ڪن تي رکندا هئا-

**ڏندڻ جا فائدا :** عالمن ، ڏندڻ جي پابندي ڪرڻ جا اٽڪل ستر فائدا لکيا آهن جن مان ڪي هي آهن : (١) وات کي صاف ڪندو آهي-

(٢) فصاحت ۾ واڌارو ڪندو آهي- (٣) الله تعالىٰ جي رضامنديءَ جو ڪارڻ بڻندو آهي- (۴) شيطان کي ڪاوڙ ڏياريندو آهي-

(۵) ڏندڻ ڪندڙن کي الله تعالىٰ ۽ سندس فرشتا دوست رکندا آهن-

(٦) نيڪين کي وڌائيندو آهي-

(٧) نماز جي ثواب کي وڌائيندو آهي-

(٨) پل صراط تي هلڻ آسان ٿي ويندو-

(٩) معارڻ ، ڏندڻ ۾ معدي کي طاقت ڏيندو آهي ۽ ڏندن کي اڇو ڪندو آهي-

(١٠) بلغم کي ختم ڪندو آهي-

(١١) ڪاڌي کي هضم ڪندو آهي-

(١٢) وات ۾ خوشبوءِ پيدا ڪندو آهي-

(١٣) صفراء کي ختم ڪندو آهي-

(١۴) هوا جي نڪرڻ کي سولو ڪندو آهي-

(١۵) پوڙهپ دير سان ايندي آهي-

(١٦) موت کان سواءِ هر بيماريءَ لاءِ شفا آهي-

(١٧) مٽي جي رڳن ۽ پٺن ۽ ڏندن جي سور کان آرام ڏيندو آهي-

(١٨) نظر کي تيز ڪندو آهي-

(١٩) وات جي بدبوءِ کي ختم ڪري وات کي صاف ڪندو آهي وغيره وغيره- انهن سڀني ڳالهين کان علاوه ڪنهن مسلمان لاءِ سڀ کان وڏي ڳالهه هي آهي ته اها رسول اللهصلي اللهعليہ وسلم جي سنت آهي ، ۽ هڪ سڀ کان وڏو فائدو هي آهي ، جنهن جي هر مسلمان کي خواهش هوندي آهي ته ان جي برڪت سان مرڻ وقت ڪلمو پڙهڻ نصيب ٿيندو آهي-

## ڏندڻ جون مستحب ڳالهيون ۽ طريقو:

ڏندڻ ڪنهن ڪوڙي وڻ جي پاڙ يا ڪاٺيءَ جو هئڻ گهرجي جهڙوڪ : ڪِهِڙ جي پاڙ يا نم ، ۽ ٻير وغيره جي ٽار جو هجي- زهريلي وڻ جو نه هجي- چيچ جيترو ٿلهو ۽ وڌ ۾ وڌ هڪ گراٺ ڊگهو هجي- آڱوٺي کان وڌيڪ ٿلهو ۽ گراٺ کان وڌيڪ ڊگهو نه هجي- ايترو ننڍو به نه هجي جو ڏيڻ ڏکيو ٿي پوي- ڏندڻ نه گهڻو نرم هجي نه سخت ، وچولي درجي جو هجي- سڌو هجي منجهس ڳنڍيون نه هجن- ساڄي هٿ ۾ هن ريت جهلڻ مستحب آهي ته چيچ هيٺ ۽ آڱوٺو سڌ ۾ ، ۽ باقي ٽي آڱريون مٿي رهن- مٺ بند ڪري نه جهلجي - ٽي ڀيرا ڏندڻ ڪرڻ هر ڀيري نئون پاڻي کڻڻ گهرجي- پهريائين مٿين ڏندن تي ، ساڄي پاسي کان مهٽيندي کاٻي پاسي نيڻ گهرجي. پوءِ ساڳيءَ ريت هيٺين ڏندن کي هڻجي- ائين ٽي ڀيرا ڪرڻ گهرجي ۽ هر ڀيري توڻ گهرجي زبان ۽ تارونءَ کي به صاف ڪجي- ڏندڻ کي ڏندن جي ويڪر ۾ گهمائڻ گهرجي- يعني وات جي ڊيگهه ۾ مهٽجي- ڏندن جي ڊيگهه ۾ يعني مٿان کان هيٺ نه گهمائجي ، ڇو ته ائين ڪرڻ سان مهارن جي پاڙن اکڙجڻ ۽ رت نڪرڻ جو ڊپ آهي- ڏندڻ توڻي هٿڻ گهرجي ، ۽ استعمال کان

پوءِ توئي پٽ وغيره سان اهڙيءَ ريت اُهو ڪري بيهار جي جو چپاڙيل پاسو مٿي هجي: ليٽائي نہ رکجي- ڏندڻ جو وقت وضو کان اڳ يا ڳرڙي ڪرڻ مهل آهي- جيڪڏهن ڪاٺيءَ جو ڏندڻ نہ ملي، تہ ساڄي هٿ جي شهادت آڱر سان ڏندن کي مهٽڻ مستحب آهي، يا ڪنهن ٿلهي ڪپڙي سان ڏند صاف ڪري ڇڏجن، تہ جيئن سموري ڪٽ ۽ ميرا ختم ٿي وڃي-

## ڏندڻ جون مڪروهہ ڳالهيون:

(١) ليٽي ڏندڻ هڻڻ- ( ايئن ڪرڻ سان بڪي وڌي ويندي آهي-)

(٢) مٺ سان جهلڻ- ( ان سان بواسير ٿيندي آهي-)

(٣) ڏندڻ کي چوسڻ- ( ائين ڪرڻ سان نظر گهٽجڻ جو ڊپ آهي-)

(٤) ڏندڻ کي زمين تي ائين ئي ( يعني ليٽائي ) رکڻ- ( ان سان چري ٿيڻ جو خطرو آهي، ان ڪري اُهو رکجي ۽ چپاڙيل پاسو مٿي هجي-)

(٥) فارغ ٿيڻ کان پوءِ ڏندڻ جو نہ ڌوئڻ-

(٦) ڏاڙهون ، نازبوءِ بانس ، يا ميوي يا خوشبوءِ واري وڻ جي ڪاٺي سان ڏندڻ هڻڻ-

(٧) ڏندڻ ڏندن جي ڊيگهہ ۾ يعني مٿي کان هيٺ هڻڻ-

**ڏندڻ جو حڪم:** ڏندڻ وضو جي سنت آهي، نماز جي نہ آهي، تنهن ڪري جيڪڏهن ڪنهن ڏندڻ هڻي وضو ڪيو ، تہ ان وضو سان جيتريون نمازون پڙهندو تہ هر هڪ نماز جو ثواب ڏندڻ جي وضو واري نماز جو ٿيندو-

هيٺين وقتن ۾ ڏندڻ ڪرڻ مستحب آهي:

(١) گهڻي وقت کان وضو نہ ڪرڻ جي ڪري وات جي بوءِ مٽجي وڃي تہ ڏندڻ ڪرڻ-

(٢) جيڪڏهن وضو جي وقت ڏندڻ ڪرڻ وسري وڃي ته نماز جي وقت ڏندڻ ڪرڻ-

(٣) وضو سان گڏ ڏندڻ ڪرڻ جي باوجود هر نماز جي وقت ڏندڻ ڪرڻ-

(۴) ننڊ کان اُٿڻ بعد -

(۵) ڏندن تي هيڊاڻ اچڻ وقت ڏندڻ هڻڻ وغيره -

# وضو جا قسم

(١) فرض : ١- اهو هر نماز لاءِ آهي توڙي نماز فرض هجي يا واجب يا سنت ۽ نفل-

٢- سجده تلاوت لاءِ -

٣- قرآن شريف کي بنان غلاف جي هٿ لڳائڻ لاءِ

۴- جنازي نماز لاءِ-

(٢) واجب: هي ڪعبي شريف جي طواف لاءِ آهي-

(٣) سنت: سمهڻ وقت لاءِ آهي- ڪن چيو آهي ته جيڪڏهن وضو نه ڪري ته تيمم ڪري سمهي-

(۴) مستحب:

گهڻن موقعن لاءِ آهي- انهن مان ڪي هي آهن:

١- هر وقت وضو سان رهڻ لاءِ -

٢- نماز کان ٻاهر ٽهڪ هڻڻ کان پوءِ -

٣- گلا ۽ ڪنهن بري ڳالهه چوڻ کان پوءِ -

۴- وضو جي هوندي وضو ڪرڻ-

۵- عالم جي زيارت لاءِ-

٦- ڪاڌي کائڻ لاءِ-

٧- ميت کي غسل ڏيارڻ لاءِ -
٨- ميت کي غسل ڏيارڻ کان پوءِ -
٩- قبرن جي زيارت لاءِ -
١٠- آذان ۽ تڪبير چوڻ لاءِ -
١١- ديني علم پڙهائڻ لاءِ -
١٢- ديني ڪتابن کي هٿ لائڻ لاءِ -
١٣- الله تعالىٰ جي ذڪر ڪرڻ لاءِ -
١٤- روضي پاڪ جي زيارت لاءِ-
١٥- حيض نفاس واري عورت کي هر نماز جي وقت-

# جن شين سان وضو ڀڄندو يا نہ ڀڄندو آهي

جن شين سان وضو ڀڄي پوندو آهي، اُهي ٻہ قسمن جون آهن:

(١) جيڪي انسان جي جسم کان نڪرن جهڙوڪ پيشاب، پاخانو ۽ هوا وغيره-

(٢) جيڪي انسان کي ٻاهران لڳن جهڙوڪ، بيهوشي ۽ ننڊ وغيره-

انسان جي جسم کان نڪرندڙ شين جا بہ ٻہ قسم آهن:

(١) جيڪي پيشاب يا پاخاني جي رستن کان نڪرن -

(٢) جيڪي باقي جسم جي ڪنهن هنڌ کان نڪرن، جهڙوڪ الٽي، رت وغيره-

پيشاب پاخاني جي رستن کان نڪرندڙ شيون ڪٿي ناپاڪ هجن جهڙوڪ پيشاب، پاخانو، هوا، ودي، مذي ۽ مني وغيره- يا پاڪ هجن، جهڙوڪ ڪينئون، پٿري وغيره ۽ ڪٿي اها شي ٿوري هجي يا گهڻي، ان سان هر حال ۾ وضو ڀڄي پوندو آهي-

پاخاني جي رستي کان جيڪا بہ شي اندر وجي جهڙوڪ دوا يا ٻي

ڪاشيءَ ڪاٺي آڱر وغيره ۾ پوءِ اُها ٻاهر نڪري اچي ته وضو ڀڄي پوندو، ڇاڪاڻ ته
ڪٿي سڄي اندر نه وڃي- شوم ڪاهه جي سوراخ ۾ دوا وغيره وجهڻ سان
وضو نه ڀڄندو، ڪٿي اُها ٻاهر نڪري اچي-

انهن ٻنهيءَ رستن کان سواءِ، جسم جي باقي حصن جي ڪنهن
هنڌ کان ڪنهن شيءِ جي نڪرڻ جون هي صورتون آهن:

(١) ڪاناپاڪ شيءِ نڪري ۽ جسم تي وهي هلي، جهڙوڪ، رت، پونءِ
وغيره، ته وضو ڀڄي پوندو، ڪٿي ٿورڙي وهي-

(٢) جيڪڏهن اک کان رت نڪري، اک جي اندرئين وهي ۽ ٻاهر نه
نڪري ته وضو نه ڀڄندو، ڇو ته اک جي اندرين حصي جو ڌوئڻ نه وضو
۾ فرض آهي، ۽ نه غسل ۾، ۽ جيڪڏهن ٻاهر نڪري وهيو ته وضو ڀڄي
پوندو-

(٣) اُلٽيءَ ۾ جيڪڏهن هيڊاڻ، رت، ڪاتو يا پاڻي، ڀريل وات جيترو
نڪتو ته وضو ڀڄي پوندو- جيڪڏهن ڀريل وات کان گهٽ هجي ته نه
ڀڄندو- ڀريل وات جيترو اهو آهي جو بنا تڪليف جي نه رڪي سگهي-
جيڪڏهن رڳو بلغم نڪري ته وضو نه ڀڄندو، ڪٿي ڀريل وات جيترو
هجي- جيڪڏهن هڪ ئي اوڪاري سان ڪئين ڀيرا ٿوري ٿوري اُلٽي
ايندي رهي، پر اها گڏ جي ڀريل وات جيتري آهي ته وضو ڀڄي پوندو ۽
جيڪڏهن ٿوري ٿوري اُلٽي هر ڀيري اچين اوڪاري جي ختم ٿيڻ کان
پوءِ ٻيهر نئين اوڪاري سان ٿي ته ان کي گڏ نه ڪيو ويندو، ۽ وضو نه
ڀڄندو- اُلٽي جيڪڏهن ڀريل وات جيتري نه هجي ته ناپاڪ ناهي-

(٤) وات يا ڏندن کان رت ٿڪ سان رلجي اچي ته، جيڪڏهن رت گهڻو
آهي، يا برابر آهي ته وضو ڀڄي پوندو، ۽ گهٽ آهي ته نه ڀڄندو- گهٽائيءَ ۾
ڳاڙهي رنگ کي ليکبو، ڦڪو رنگ وضو کي نه ڀڃندو-

(٥) جيڪڏهن زخم تي رت ظاهر ٿي، ۽ ان کي آڱر يا ڪپڙي سان

اگهيو ويو، وري ٻيهر ظاهر ٿي ۽ ٻيهر اگهيو ويو: ڪنهن پيرا ايئن ٿيو جيڪڏهن اهو سڀ پيرن جو رت گڏجي وهي هلڻ جيترو هجي ته وضو ڀڄي پوندو، نه ته نه ڀڄندو.

(٦) بدن ۾ ڪنهن هنڌ تي ڦرڙي آهي، جنهن کان رت يا پوں ۽ جو داغ ڪپڙي تي لڳي وڃي، ته جيڪڏهن ايترو آهي جو وهڻ جي لائق ناهي رڳو ڪپڙي تي داغ ٿي پوي ٿو ته اهو ڪپڙو پاڪ آهي، پر تڏهن به ڌوئي ڇڏڻ چڱو آهي.

(٧) جيڪڏهن اک، ڪن، ڇاتي يا دن يا جسم جي ڪنهن ٻئي حصي مان سور سان پاڻي ٻاهر نڪتو، ته ان سان وضو ڀڄي پوندو. جيڪڏهن بنان سور جي نڪري ته وضو نه ڀڄندو، جيڪڏهن اک ۾ نه سور هجي ۽ نه ڏکي، رڳو نزلي جي ڪري يا ايئن ئي پاڻي وهي يا ڳوڙها نڪرن ته وضو نه ڀڄندو.

(٨) جيڪڏهن مڱ جي داڻي جيترو ڄميل رت نڪ صاف ڪرڻ وقت نڪري ته وضو نه ڀڄندو.

(٩) ننڍي ڇچڙ، مڇر، ڪارڙي ۽ مک وغيره جي رت چوسڻ سان وضو نه ڀڄندو آهي، ڇو ته اهي تمام گهٽ مقدار ۾ رت پيئندا آهن جيڪو وهي هلڻ جيترو نه هوندو آهي.

(١٠) وڏو ڇچڙ ۽ جهور جيڪڏهن رت چوسي پرجي وڃي، يعني ايترو رت پي وٺي جو جيڪڏهن ان رت کي جسم تي ڇڏيو وڃي ته وهي هلي ته وضو ڀڄي پوندو: ڪٿي ان کي ڇڏائڻ کان پوءِ ان جي نڪيل زخم کان رت نه وهي، ڇو ته جور ۽ وڏو ڇچڙ ايتري رت پي وٺندو آهي جو جيڪڏهن اهو بدن کان نڪري ان جي پيٽ ۾ نه وڃي ها ته پڪ سان وهي هلي ها ۽ جيڪڏهن ايترو رت نه پيتائون ته وضو نه ڀڄندو.

وضو ڀڄندڙ ٻيو قسم جيڪو انسان کي ٻاهر ان لڳندو آهي ان جون

۽ صورتون آهن:

(۱) ننڊ، ليٽي سمهڻ، ڪٿي اونتو هجي يا سڌو، يا پاسي تي هجي يا وهاڻي وغيره جي ٽيڪ سان هجي، يا ڪنهن ٻي اهڙي شڪل ۾ هجي جنهن سان ٻنڊڻ زمين تان کڄي وڃن يا رڳو هڪ ٻنڊڻ تي ٽيڪ ڏيئي سمهجي ته وضو ڀڄي پوندو، ڪٿي نماز ۾ هجي يا نماز کان ٻاهر- ٽيڪ جو مطلب هي آهي ته جيڪڏهن ٽيڪ ڏنان بيٺي بيٺي يا ٽيڪ ڏنان ويٺي سمهي پوي يا نماز جي ڪنهن هيئت تي جيڪا مردن لاءِ سنت آهي جهڙوڪ سجدي يا قعدي ۾ سنت واري هيئت تي ڪو سمهي پيو ته وضو نه ڀڄندو- جيڪڏهن ٻنهي ٻنڊڻ تي ويٺو آهي، گوڏا اُڀا اٿس، هٿ ڦنين تي ويڙهيل آهن ۽ مٿو گوڏن ۾ آهي ته ان حالت ۾ سمهي رهڻ سان وضو نه ڀڄندو-

فائدو: (۱) نبين سڳورن جو وضو ننڊ سان نه ڀڄندو آهي ڪٿي ڪهڙي هئيت تي به سمهڻ، اها سندن خصوصيت ۽ خاص فضيلت هئي-

(۲) بيهوشي، ڪٿي بيماري يا ڪنهن ٻي سبب ڪان ٿئي جهڙوڪ بيهوشي جي دوري پوڻ، چريو ٿي وڃڻ، مرگهي يا نشي وغيره جي ڪري بيهوش ٿي وڃي ته وضو ڀڄي پوندو ڪٿي ٿوري وقت لاءِ ٿي هجو نه هجي، ان جي حد هي آهي ته پير ڏڪڻ لڳن-

(۳) نماز جي اندر ٽهڪ ڏيڻ يعني ايترو زور سان کلڻ جو ڳڏ بيٺل نمازي ٻڌي وٺن، ائين ڪرڻ سان ٽهڪ ڏيندڙ جو وضو ۽ نماز ٻئي ڀڄي پوندا ڪٿي جاڳي واٺي هجي يا پل سان، جيڪڏهن نماز کان ٻاهر ٽهڪ سان کليو ته وضو نه ڀڄندو- نماز ۾ ٽهڪ سان وضو جي ڀڄڻ لاءِ ٽي شرط آهن: پهريون ته جاڳ ۾ هجي، تنهن ڪري جيڪڏهن نماز ۾ سمهي پيو ۽ ننڊ ۾ ٽهڪ ڏيئي کليو ته ان جو وضو نه ڀڄندو پر سندس نماز ڀڄي پوندي ان تي ئي فتويٰ آهي- ٻيو ته اهڙو شخص بالغ هجي، تنهن ڪري نابالغ جي ٽهڪ سان

ان جو وضو نہ ڀڄندو پر نماز ڀڄي پوندي ان تي ئي فتویٰ ڏني ويندي آهي ـ ٺيون تہ اها نماز رڪوع ۽ سجدي واري هجي تنهن ڪري جنازي جي نماز ۽ نماز کان ٻاهرين سجده تلاوت ۾ ٽهڪ ڏيڻ سان وضو نہ ڀڄندو ، رڳو جنازي جي نماز ۽ تلاوت وارو سجدو باطل ٿي ويندا۔

(۴) نماز ۾ مرڪڻ ۽ هلڪڙي ٽهڪ سان وضو نہ ڀڄندو۔ هلڪڙي ٽهڪ کان مراد اهڙو کلڻ آهي جنهن جو آواز کلندڙ پاڻ ٻڌي سگهي ۽ گڏ بيٺل ماڻهو نہ ٻڌي سگهن ، ان سان نماز ڀڄي پوندي وضو نہ ڀڄندو ۽ بنان آواز جي مرڪڻ سان نہ وضو ڀڄندو نہ نماز ڀڄندي۔

(۵) مباشرت فاحشہ يعني عورت ۽ مرد جي شرمگاهن جو اهڙيءَ ريت گڏجڻ جو ٻني اگهاڙا هجن ۽ شهوت کان مرد جي شرمگاهہ اُٿي وڃي ۽ ٻني شرمگاهون پاڻ ۾ ملي وڃن توڙي ڪجهہ نڪري يا نہ نڪري ان سان وضو ڀڄي پوندو ، ۽ رڳو هٿ لائڻ سان مرد يا عورت جي اڳيان کان پاڻي اچي وڃي تہ وضو ڀڄي پوندو نہ تہ نہ ڀڄندو ـ

(٦) شڪ ، جيڪڏهن وضو ڪرڻ وقت ڪنهن عضوي کي نہ ڌوئڻ جو شڪ پهريون ڀيرو ٿيو آهي تہ ان جو ڌوئڻ فرض آهي ۽ جيڪڏهن هميشہ ائين ٿيندو آهي تہ ان شڪ جو اعتبار نہ ڪجي۔

(۷) پنهنجي يا ڪنهن ٻئي شخص جي لوگهڙ تي ارادي سان يا بنان ارادي جي نظر پوڻ سان وضو نہ ڀڄندو ، پر ارادي سان ائين ڪرڻ گناهہ آهي۔

## وضو جا متفرق مسئلا :

(۱) جيڪڏهن وضو جي نيت نہ ڪئي وني جهڙوڪ ڪو ماڻهو درياءَ ۾ ڪري پيو يا بارش ۾ بيٺو رهيو ۽ وضو جي سڀني عضون تي پاڻي وهي ويو تہ وضو ٿي ويندو ، يعني ان سان نماز پڙهڻ جائز آهي پر وضو جي نيت نہ ڪرڻ جي ڪري وضو جو ثواب نہ ملندو۔

(٢) جيڪڏهن وضو هجڻ جي صورت ۾ نئون وضو ڪجي ته هيءَ نيت ڪرڻ گهرجي ته وضوءُ جي مٿان وضو ڪرڻ جي فضيلت ۽ ثواب حاصل ڪرڻ لاءِ وضو ڪريان ٿو-

(٣) ڌوئڻ جي حد يعني جنهن کي ڌوئڻ چئبي سگهجي ٿو اهو آهي ته پاڻي عضوي تي وهي هڪ ٻه قطرا ٽمي پون ۽ اها ڌوئڻ جي گهٽ ۾ گهٽ مقدار آهي ان کان گهٽ کي ڌوئڻ نه ٿو چئجي- تنهن ڪري جيڪڏهن هٿ پسائي منهن تي گهمائي ڇڏيو ويو يا ايترو گهٽ پاڻي منهن وغيره تي وڌو ويو جو اهو منهن وغيره تي ئي رهجي ويو ٽميو نه ته اهڙو وضو صحيح ناهي-

(٤) جن عضون جو وضو ۾ ڌوئڻ فرض آهي انهن کي هڪ دفعو ڌوئڻ فرض آهي ۽ ان کان وڌيڪ يعني ٻه دفعا ٻيهر ڌوئڻ سنت آهي جيئن اهي ملي ٽي پيرا ٿي وڃن ۽ ٽن پيرن کان وڌيڪ ڌوئڻ ناجائز ۽ مڪروهه آهي-

(٥) جن عضون جو ڌوئڻ فرض آهي انهن مان هڪ وار جيترو هنڌ به سڪل رهجي ويو ته وضو صحيح نه ٿيندو-

(٦) جيڪڏهن ڪنهن شخص جي هٿ يا پير ۾ ڇهه آڱريون آهن ته ڇهين آڱر جو ڌوئڻ به فرض آهي-

(٧) جيڪڏهن ڪنهن جي اڳهاڙي مٿي تي مينهن جون بوندون پئجي ويون ۽ سڪل هٿ گهمائي ڇڏيائين ۽ هٿ سان مينهن جو پاڻي مٿي تي پکڙجي ويو ته مسح ادا ٿي ويندو-

(٨) وضو ۾ اکين، نڪ ۽ منهن جي اندرين حصي جو ڌوئڻ فرض ناهي-

(٩) جيڪڏهن وضو کان پوءِ مٿو ڪوڙائي ڇڏيائين يا ننهن ڪٽيائين ته مٿي جو ٻيهر مسح ڪرڻ يا ننهن کي ڌوئڻ ضروري ناهي-

(١٠) جيڪڏهن ڪنهن جو هٿ ٺونٺ جي هيٺان کان ڪٽيل هجي ته ان باقي هٿ ۽ ٺونٺ جو ڌوئڻ فرض آهي، ۽ جيڪڏهن رڳو ٺونٺ باقي هجي ته ان جو ڌوئڻ به فرض آهي-

# غسل جو بيان

**غسل جا فرض**: غسل ۾ ٽي فرض آهن:

(۱) گرڙي ڪرڻ-

(۲) نڪ ۾ پاڻي وجهڻ

(۳) سمورو بدن هڪ ڀيرو ڌوئڻ -

گرڙي ۽ نڪ ۾ پاڻي وجهڻ جي حد وضو ۾ بيان ٿي چڪي آهي، جيڪڏهن ڏندن ۾ يا انهن جي وچين ۾ ماني وغيره جا ٽڪرا باقي رهجي ويا يا نڪ ۾ سنگهه آهي ۽ ان هنڌن تي پڪ سان پاڻي نہ پهتو تہ غسل نہ ٿيندو- جيڪڏهن عورت جي مٿي جا وار ڳنڍيل آهن ۽ کولڻ کان سواءِ پاڻي نہ ٿو پهچي سگهي تہ کولي پاڻي پهچائڻ فرض آهي، پاتل زيور سوڙها هجن تہ انهن کي چورڻ پورڻ واجب آهي - دن جي ٽنگ ۾ پاڻي پهچائڻ واجب آهي-

**فائدو**: وضو وانگر غسل ۾ بہ ڪو واجب ناهي يعني اهڙو واجب جيڪو فرض کان گهٽ درجي جو هجي ۽ اهو واجب جو گهٽ ۾ گهٽ درجو آهي- ان جي ادا نہ ٿيڻ سان وضو ۽ غسل جي صحيح ٿيڻ تي ڪو اثر نہ ٿو پوي- ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ غسل ۾ رڳو هڪ فرض آهي ۽ اهو سموري بدن جو هڪ ڀيرو ڌوئڻ آهي ۽ باقي شيون جن کي اسان غسل جي فرضن ۾ بيان ڪيو آهي يعني گرڙي ڪرڻ ۽ نڪ ۾ پاڻي وجهڻ وغيره کي انهن واجب شمار ڪيو آهي تہ اهي اهڙا واجب آهن جيڪي عمل ۾ فرض جي برابر آهن يعني عملي فرض آهن جو تہ انهن مان ڪنهن جي ادا نہ ٿيڻ سان غسل صحيح ۽ جائز نہ ٿيندو آهي- اهوئي سبب آهي جو عام ڪتابن ۾ انهن کي غسل جي فرضن ۾ شمار ڪيو ويو آهي ۽ لکيل آهي تہ وضو ۽ غسل ۾ ڪو واجب ناهي-

**غسل جون سنتون**:

(۱) غسل ڪرڻ يا ناپاڪائي دور ڪرڻ يا پاڪائي حاصل ٿيڻ يا نماز جائز ٿيڻ جي نيت دل ۾ ڪرڻ ۽ زبان سان چوڻ بہ بهتر آهي-

(۲) ڪپڙن لاهڻ کان اڳ پوري بسم الله پڙهڻ-

(۳) ٻنهي هٿ سنڌن تائين ٽي ڀيرا ڌوئڻ-

(۴) استنجو ڪرڻ يعني پيشاب پاخاني جي هنڌ کي ڌوئڻ-

(۵) جيڪڏهن جسم تي ڪٿي پليتي لڳل هجي تہ ان کي ڌوئڻ-

(٦) نماز وانگر وضو ڪرڻ ان ۾ ڏندڻ هڻڻ ۽ هٿن پيرن ۽ ڏاڙهيءَ جو خلال ڪرڻ، جيڪڏهن غسل کان اڳ وضو نہ ڪيو ويو تہ غسل جي اندر وضو بہ ادا ٿي ويو، پيهر وضو ڪرڻ جي ضرورت ناهي-

(۷) سمورو جسم ٽي ڀيرا ڌوئڻ-

(۸) ترتيب، يعني جنهن ترتيب سان مٿي بيان ٿيو اُن ترتيب سان ادا ڪرڻ، پهريائين هٿ ڌوئڻ پوءِ استنجو ڪرڻ پوءِ بدن جي پليتي هٽائڻ، پوءِ وضو ڪرڻ پوءِ سمورو بدن ڌوئڻ-

## غسل جا مستحب ۽ ادب:

(۱) زبان سان بہ نيت جا لفظ چوڻ بهتر آهي-

(۲)پاڻي جي استعمال ۾ حد کان وڌيڪ گهٽتائي يا گهڻائي نہ ڪرڻ-

(۳) اگهاڙي هئڻ جي حالت ۾ قبلي ڏانهن منهن نہ ڪرڻ-

(۴) بنان ضرورت جي ڪنهن سان نہ ڳالهائڻ-

(۵) اهڙي هنڌ وهنجڻ جتي ڪونہ ڏسي يا گوڏ وغيره ٻڌي وهنجڻ-

(٦) سموري بدن کي مهٽڻ ڪن ان کي سنتن ۾ شمار ڪيو آهي ۽ وضو ۾ عضون کي مهٽڻ جي سنت هجڻ مان ان جي تائيد ٿئي ٿي-

(۷) جسم لاڳيتو اهڙيءَ ريت ڌوئڻ جو وچولي موسم ۾ هڪ حصي جي خشڪ ٿيڻ کان اڳ ٻيو حصو ڌوئي ڇڏجي-

(٨) سموري بدن تي ٽي ڀيرا پاڻي وهائڻ, هڪ ڀيرو پاڻي وهائڻ فرض آهي ۽ ٻيا ٻه ڀيرا سنت آهي اهي ڪل ٽي ڀيرا ٿيا- بدن تي پاڻي وجهڻ جو طريقو هي آهي ته ڀريائين مٿو ڌوئڻجي پوءِ پسيل هٿ سان سموري بدن کي مهٽجي جيئن بعد ۾ جيڪو پاڻي وتو وڃي سو چڱيءَ طرح سڄي بدن تي پهچي وڃي ۽ ڪو به هنڌ سڪل نه رهي, پوءِ سموري بدن تي پاڻي ان ترتيب سان وتو وڃي جو ڀريائين ساڄي ڪلهي تي ٽي ڀيرا پوءِ کاٻي ڪلهي تي ٽي ڀيرا وجهجي, اهو مشهور طريقو آهي, پر ڪن جو چوڻ آهي ته مٿي کان شروع ڪجي يعني ڀريائين مٿي تي ٽي ٽي ڀيرا پاڻي وتو وڃي پوءِ ساڄي ڪلهي ۽ پوءِ کاٻي ڪلهي تي ٽي ڀيرا پاڻي وجهجي, اهوئي وڌيڪ صحيح آهي ۽ ظاهرالروايه ۽ حديثن جي مطابق آهي- ڪن چيو آهي ته ڀريائين ساڄي ڪلهي تي پوءِ مٿي تي پوءِ کاٻي ڪلهي تي وتو وڃي, يعني مٿي تي ٻئي نمبر تي پاڻي وتو وڃي-

(٩) غسل کان پوءِ ڪنهن پاڪ صاف ڪپڙي سان بدن اگهڻ گهرجي-

(١٠) وهنجڻ کان پوءِ فورا ڪپڙا پائڻ گهرجن-

(١١) جيڪي شيون وضو ۾ سنت ۽ مستحب آهن اهي غسل ۾ به سنت ۽ مستحب آهن سواءِ ٻن ٽن ڳالهين جي, جيڪي هي آهن:

(١) جيڪڏهن ڪو شخص اگهاڙو غسل ڪري رهيو هجي ته کيس قبلي ڏانهن منهن نه ڪرڻ گهرجي, پر جيڪڏهن ڪپڙو ٻڌي وهنجي ته قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ جائز آهي-

(٢) وضو واريون دعائون غسل ۾ نه پڙهيون-

(٣) غسل کان بچيل پاڻي نه پيئڻ گهرجي,

اهي شيون مستحب ناهن بلڪ مڪروهه آهن, انهن کان سواءِ ترتيب جو به فرق آهي, غسل جي پنهنجي ترتيب آهي جيڪا وضو کان الڳ آهي-

## غسل ۾ مڪروهه شيون:

غسل جون مڪروھ ڳالهيون وضو جي مڪروھ شين وانگر آهن، انهن کان علاوه ڪي مڪروھ ڳالهيون هي آهن:

(١) اگهاڙي وهنجندڙ لاءِ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ-

(٢) بنان عذر جي غير محرم جي اڳيان وهنجڻ-

(٣) دعائن جو پڙهڻ -

(۴) اوگهڙ ڪليل هجڻ جي حالت ۾ بنان ضرورت جي ڳالهائڻ-

(۵) پاڻي وڌيڪ وهائڻ- (٦) سنت جي ابتڙ غسل ڪرڻ وغيره-

## غسل فرض ٿيڻ جا سبب:

جن سببن ڪري غسل فرض ٿيندو آهي سي ٽي آهن :

(١) جنابت ( ترُ پوڻ )-

(٢) حيض -

(٣) نفاس ( حيض ۽ نفاس جو تفصيل اڳتي الگ بيان ٿيل آهي- )

جنابت جو تفصيل هي آهي:

جنابت جا ٻه سبب آهن پهريون سبب مني جو شهوت سان ٽپو ڏيئي بنان دخول جي نڪرڻ ڪٿي هٿ لڳائڻ سان هجي يا ڏسڻ سان يا ڪنهن خيال ۽ سوچ سان يا احتلام سان يا هٿ سان يا چور پور ڪرڻ سان نڪري، ننڊ ۾ نڪري يا جاڳ ۾، هوش جي حالت ۾ نڪري يا بيهوشي ۾، مرد کان نڪري يا عورت کان، انهن سڀني صورتن ۾ غسل فرض ٿي ويندو-

جيڪڏهن ڪو مرد يا عورت ننڊ کان جاڳي ۽ جسم يا ڪپڙي تي آلاڻ ڏسي ته جيڪڏهن ڪيس احتلام ياد هجي ته غسل فرض آهي ۽ جيڪڏهن احتلام ياد نه هجيس پر مني جو يقين هجي ته به غسل فرض آهي ۽ مذي جو يقين هجي ته غسل فرض ناهي-

جيڪڏهن ڪو مرد يا عورت ننڊ کان اٿي ۽ ڪپڙا احتلام ۽ لذت ياد هجي پر آلاڻ موجود نہ هجي تہ غسل فرض نہ ٿيندو. رات جو زال مڙس ڪنهن هنڌ تي گڏ ستل هئا ۽ ان هنڌ تي مني نظر اچي ۽ ٻنهي مان ڪنهن کي بہ احتلام ياد نہ هجي ۽ ٻنهي مان هر هڪ سندس مني هجڻ کان انڪاري هجي ۽ مرد يا عورت جي مني جي سڃاڻ واري ڪانشاني بہ موجود نہ هجي تہ ٻنهي تي غسل واجب ٿيندو. جيڪڏهن مرد جي مني هجڻ جي ڪا نشاني آهي تہ رڳو مرد تي غسل واجب ٿيندو ۽ جيڪڏهن عورت جي مني هجڻ جي ڪا نشاني آهي تہ عورت تي واجب ٿيندو ۽ جيڪڏهن ٻنهي مان ڪنهن هڪ کي احتلام ياد آهي تہ انهيءَ تي ئي غسل واجب ٿيندو ۽ ٻئي تي واجب ناهي. ۽ جيڪڏهن مني خشڪ آهي ۽ ان هنڌ تي اڳ ڪو ٻيو سمهيو هو ۽ هنن مان ڪنهن کي احتلام ياد ناهي تہ ٻنهي تي غسل واجب ناهي.

مرد جي مني جون نشانيون هي آهن:

(١) گهاٽو هجڻ.

(٢) اڇو هجڻ.

(٣) ڌيگهہ ۾ هجڻ.

عورت جي مني جون نشانيون هي آهن :

(١) پترو هجڻ.

(٢) ڦڪو هجڻ.

(٣) گولائي ۾ هجڻ.

جنابت جو ٻيو سبب دخول آهي, يعني زنده عورت جي پيشاب واري هنڌ يا زنده مرد يا عورت جي پاخاني واري هنڌ ۾ شرمگاهہ مٿين حصي جي داخل ٿي وڃڻ سان, ڪٿي انزال ٿئي يا نہ ٿئي فاعل ۽ مفعول ٻنهين تي غسل فرض ٿي پوندو آهي. جيڪڏهن ٻئي مڪلف ( عاقل بالغ)

آهن يا انهن مان جيڪو مڪلف آهي ان تي غسل فرض ٿيندو- جيڪڏهن ڪنهن جي آلت جو مٿيون حصو وڏيل آهي ته ان حصي جيتري پڻي حصي جي داخل ٿيڻ سان غسل فرض ٿي پوندو-

## غسل جا قسم:

غسل جا چار قسم آهن:

(١) فرض -

(٢) واجب -

(٣) سنت -

(۴) مستحب -

## فرض غسل جا ڇهه سبب آهن:

(١) شهوت سان مني نڪرڻ تي، ڪٿي ننڊ ۾ نڪري يا جاڳ ۾، بيهوشي ۾ يا هوش ۾، ڪٿي جماع سان نڪري يا بنان جماع جي ڪنهن خيال يا سوچ وغيره سان-

(٢) جيئري عورت جي پيشاب واري هنڌ ۾ يا جيئري مرد يا عورت جي پاخاني واري هنڌ ۾ ڪنهن شهوت واري مرد جي آلت جي حشفه جي داخل ٿيڻ تي، ڪٿي انزال ٿئي يا نه ٿئي (انهيءَ ٻنهي قسمن جي غسل کي جنابت جو غسل سڏجي ٿو)-

(٣) حيض کان پاڪ ٿيڻ تي-

(۴) نفاس کان پاڪ ٿيڻ تي-

(۵) ميت کي غسل ڏيارڻ اهو جيئرن تي واجب علي الڪفايه آهي-

(٦) سموري بدن تي پليتي لڳڻ يا بدن جي ڪن حصن تي پليتي لڳڻ سان، جيڪڏهن پليتيءَ جو هنڌ معلوم نه هجي-

## واجب غسل جون ٽي صورتون آهن:

(١) جڏهن ڪو جنابت وارو ڪافر مسلمان ٿئي ، يعني ڪافر مرد يا عورت جيڪڏهن جنابت جو غسل مٿس باقي هجي ۽ اهو مسلمان ٿي وڃي ،

(٢) نابالغ ڇوڪري پندرهن سالن جي عمر کان اڳ حيض سان بالغ ٿي هجي تہ حيض کان پاڪ ٿيڻ تي احتياطا مٿس غسل واجب ٿيندو ، ۽ ان کان پوءِ جيڪي حيض ايندا رهندا انهن کان پاڪ ٿيڻ تي غسل فرض ٿي ويندو ۽ جيڪڏهن پندرهن سالن جي عمر کان پوءِ حيض شروع ٿيو تہ ان تي غسل فرض آهي-

(٣) ساڳيءَ ريت پندرهن سالن جي عمر کان اڳ ڪو احتلام سان بالغ ٿيو ۽ سندس پهريون احتلام هجي تہ ان تي احتياطا غسل واجب آهي ۽ ان کان پوءِ جيڪو احتلام ٿيندو ان سان غسل فرض ٿي ويندو ۽ جيڪڏهن عمر جي لحاظ کان بالغ ٿيو يعني پندرهن سالن جي عمر کان پوءِ احتلام ٿيس تہ ان تي غسل فرض آهي-

فائدو : واجب غسل مان مراد عملي طرح فرض آهي ، ان ڪري ڪن انهن سڀن کي فرض غسل ۾ شمار ڪيو آهي ،ساڳيءَ ريت ميت جو غسل ۽ سموري بدن تي پليتي لڳڻ يا ڪجھ حصن تي لڳڻ ۽ هنڌ معلوم نہ هجڻ جي صورت ۾ غسل ڪرڻ بہ عملي فرض آهي ، ان ڪري ڪن انهن ٻنهن کي بہ واجب ۾ شمار ڪيو آهي-

## سنت غسل جون چار حالتون آهن :

(١) جمعي جي ڏينهن انهن ماڻهن لاءِ غسل ڪرڻ سنت آهي جن تي جمعو نماز فرض آهي-

(٢) ٻنهي عيدن واري ڏينهن صبح ٿيڻ کان پوءِ انهن ماڻهن لاءِ غسل ڪرڻ جن تي عيد نماز واجب آهي-

(٣) حج يا عمري جي احرام لاءِ احرام ٻڌڻ کان اڳ غسل ڪرڻ-

(۴) حاجيءَ لاءِ ۹ ذي الحج جي ڏينهن عرفات جي ميدان ۾ سج جي لڙڻ کان بعد وقوف ( عرفات ۾ ترسڻ ) لاءِ غسل ڪرڻ-

مستحب غسل گهڻائي آهن جن مان ڪي هي آهن :

(۱) بدن تي پليتي لڳي وڃي پر اهو پتو نہ پوي تہ ڪهڙي هنڌ لڳي آهي-

(۲) ڇوڪرو يا ڇوڪري جڏهن عمر جي لحاظ کان پندرهن سالن جي عمر کي پهچي بالغ ٿي وڃي ۽ ان وقت تائين بالغ ٿيڻ جي ڪا نشاني ان ۾ نہ ڏٺي وڃي-

(۳) عرفہ جي رات يعني ذي الحج جي اٺين ۽ نائين تاريخ جي وچ واري رات ۾ -

(۴) مڪہ معظمہ ۾ داخل ٿيڻ ۽ زيارت واري طواف لاءِ -

(۵) مزدلفہ ۾ ترسڻ لاءِ ڏهين تاريخ جي صبح تي ( صبح ٿيڻ کان پوءِ )-

(٦) پٿريون هڻڻ لاءِ منىٰ ۾ داخل ٿيڻ وقت ۽ باقي ٻن ڏينهن ۾ بہ ٽين جمرن کي پٿريون هڻڻ لاءِ -

(۷) مدينہ منوره ۾ داخل ٿيڻ لاءِ -

(۸) شب برات يعني شعبان جي پندرهين رات ۾ -

(۹) شب قدر جي راتين ۾ جنهن کي شب قدر ملي يعني ڪيس ڪشف الهام يا نشانين سان معلوم ٿئي-

(۱۰) سج گرهڻ جي نماز لاءِ -

(۱۱) چنڊ گرهڻ جي نماز لاءِ -

(۱۲) استسقاء ( مينهن ) واري نماز لاءِ -

(۱۳) جڏهن چريو ٬ مست يا بيهوش نيڪ ٿي وڃي-

(۱۴) سڱيون هڻائڻ کان پوءِ -

(۱۵) خوف ۽ مصيبت کي هٽائڻ جي نمازن لاءِ -

(۱٦) ڏينهن جي لوندھ ۽ سخت طوفان جي وقت -

(١٧) ماڻهن جي ميڙ ۾ وڃڻ لاءِ.

(١٨) نئون ڪپڙو پائڻ وقت.

(١٩) ميت کي غسل ڏيڻ وقت ۽ غسل ڏيڻ کان پوءِ ( غسل ڏيڻ واري لاءِ).

(٢٠) ان شخص لاءِ به غسل مستحب آهي جنهن جي قتل جو ارادو ڪيو وڃي ڪٿي ڪيس ناحق قتل ڪيو وڃي يا قصاص ۾.

(٢١) ڪنهن گناهه کان توبه لاءِ.

(٢٢) جڏهن ڪو ڪافر مسلمان ٿئي ۽ اهو جنابت جي حالت ۾ نه هجي ته ان لاءِ غسل ڪرڻ.

(٢٣) سفر کان وطن موٽي اچڻ تي.

(٢٤) ڀلا رين مجلسن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ.

(٢٥) استحاضه واري عورت لاءِ جڏهن سندس استحاضو ختم ٿي وڃي.

## متفرق مسئلا:

جنابت واري شخص لاءِ نماز جي وقت تائين غسل ۾ دير ڪرڻ جائز آهي، ان سان هو گنهگار نه ٿيندو.

(٢) جنابت واري لاءِ بنا غسل جي سمهڻ يا ٻيهر مباشرت ڪرڻ جائز ته آهي پر وضو ڪرڻ بهتر آهي.

(٣) جنابت واري لاءِ وضو يا هٿ منهن ڌوئڻ ۽ گرڙي ڪرڻ کان پوءِ کائڻ پيئڻ مڪروهه ناهي، ان کان سواءِ کائڻ پيئڻ ۾ به گناهه ناهي پر مڪروهه آهي.

(٤) غسل لاءِ گهٽ ۾ گهٽ هڪ صاع يعني تقريبا چار سير پاڻي هجڻ گهرجي ۽ وضو لاءِ هڪ مد يعني هڪ سير، پر اهو مقدار لازمي ناهي ڇو ته ماڻهن جون طبيعتون مختلف ٿين ٿيون.

(٥) مرد ۽ عورت جو هڪ ٿانو ۾ غسل ڪرڻ جائز آهي.

(٦) جيڪڏهن ڪنهن کي فرض غسل جي ضرورت هجي ۽ درياءَ ۾ ٽبي

هٽي وئي يا مينهن ۾ بيهي رهي يا وڏي حوض ۾ ڪري پوي ۽ سندس سموري بدن تي پاڻي وهي وڃي ۽ گرڙي ڪري ڇڏي ۽ نڪ ۾ به پاڻي وجهي ڇڏي ته سندس غسل ادا ٿي ويندو ڪٿي غسل ڪرڻ جو ارادو هجيس يا نه هجيس.

(٧) جيڪڏهن بدن ۾ وار جيتري جاءِ به سڪل رهجي وئي ته غسل نه ٿيندو، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن غسل ڪرڻ وقت گرڙي ڪرڻ يا نڪ ۾ پاڻي وجهڻ رهجي ويو ته به غسل نه ٿيندو پر هاڻ مٿس ٻيهر وهنجڻ واجب ناهي رڳو سڪل هنڌ تي پاڻي وهائڻ گهرجي. رڳو پسيل هٿ گهمائڻ ڪافي ناهي. ۽ گرڙي يا نڪ ۾ پاڻي وجهڻ رهجي وڃي ته ان صورت ۾ به رڳو گرڙي ڪرڻ يا نڪ ۾ پاڻي وجهڻ ڪافي آهي.

## غسل جو مسنون ۽ مستحب طريقو:

جيڪو شخص غسل ڪرڻ گهري تنهن کي گهرجي ته ڪو ڪپڙو گوڏ وغيره ٻڌي تڙ ڪري، ۽ جيڪڏهن ننگو وهنجي ته ڪنهن اهڙي هنڌ تي وهنجي جتي ڪنهن نا محرم جي نظر نه پوي، عورت کي ۽ هر ننگي وهنجندڙ کي ويهي وهنجڻ گهرجي ۽ ڪيس قبلي ڏانهن منهن نه ڪرڻ گهرجي. سڀ کان پهريائين پنهنجا ٻيئي هٿ سنڌن تائين ٽي ڀيرا ڌوئي پوءِ استنجو ڪري يعني پيشاب پاخاني جي هنڌن کي ڌوئي ڪٿي استنجي جي هنڌ تي پليتي لڳل هجي يا نه هجي، ۽ بدن تي جتي جتي پليتي لڳل هجي ان کي به ڌوئي ڇڏي، پوءِ گرڙي ۽ گرڙا ڪري ۽ نڪ ۾ پاڻي وجهي ۽ ان ۾ وڌاءُ ڪري. جيڪڏهن روزيدار هجي ته گرڙا نه ڪري ۽ نڪ ۾ پاڻي وجهڻ ۾ به وڌاءُ نه ڪري، ڏندڻ به ڪري ۽ پورو وضو ڪري، هٿن پيرن جي آڱرين ۽ ڏاڙهي ۾ خلال به ڪري، جيڪڏهن ڪنهن ڪنولي يا پٿر وغيره تي غسل ڪري رهيو هجي ته وضو ڪرڻ وقت پير به ڌوئي ڇڏي، بعد ۾ ڌوئڻ جي

ضرورت ناهي ، ۽ جيڪڏهن اهڙي جڳهه آهي جو پير پر جي ويندا ۽ غسل
کان پوءِ ٽوٽڻا پوندا ته پير وضو ۾ نه ڌوئي بلڪه غسل کان فراغت کان پوءِ
پري ٿي ٻئي هنڌ تي ڌوئي ، وضو کان پوءِ پهريائين مٿو ڌوئي پوءِ سموري
بدن تي ٽورو پاڻي وجهي هٿ سان مهٽي يا پسيل هٿ سموري بدن تي
گهمائي جيئن پاڻي بدن تي هر هنڌ چڱيءَ طرح پهچي وڃي ۽ ڪو هنڌ
سڪل نه رهجي وڃي ، پوءِ سموري بدن تي ٽي پيرا پاڻي وهائي ، هر پيري
ڪٽي ڪو هنڌ سڪل نه رهي ۽ هر پيري بدن کي مهٽي-

بدن تي پاڻي هن ترتيب سان وجهي جو پهريائين پنهنجي ساڄي
ڪلهي تي ٽي پيرا پوءِ کاٻي ڪلهي تي ٽي پيرا پوءِ مٿي تي ۽ سموري بدن تي
ٽي پيرا پاڻي وجهي ۽ اصح ، ظاهر الروايه ۽ حديث جي مطابق اڳ ۾ مٿي تي ٽي
پيرا پاڻي وجهي پوءِ ساڄي ڪلهي تي ٽي پيرا پوءِ کاٻي ڪلهي تي ٽي پيرا
وجهي- جيڪڏهن غسل فرض هجي ته بسم الله کان سواءِ ٻي ڪا به دعا نه
پڙهي ۽ بسم الله به ڪپڙن لاهڻ کان پهرين پڙهي ڇڏي ، ۽ وهنجڻ وقت
سخت ضرورت کان سواءِ ڪنهن سان نه ڳالهائي- غسل کان پوءِ وٽيس ته
پنهنجي جسم کي ڪنهن ڪپڙي سان اگهي ڇڏي ، ۽ وهنجڻ کان بعد فورا
ڪپڙا پائي ڇڏي ۽ بنا سبب جي مٿو اگهاڙو نه رکي-

# پاڻي جو بيان

پاڻيءَ جا ٻه قسم آهن :

(١) مطلق ، يعني جنهن کي عام زبان ۾ پاڻي چيو ۽ سمجهيو ويندو آهي ،
جهڙوڪ مينهن جو پاڻي ، چشمي ، کوهه ، تلاءُ ، ندي نالي ، درياءَ ۽ سمنڊ
وغيره جو پاڻي ، ڪٿي مٺو هجي يا کارو ، ۽ پگهريل برف يا ڳڙي جو پاڻي ،
انهن سڀني قسمن جي پاڻي سان وضو ۽ غسل ڪرڻ صحيح آهي-

(٢) مقيد يعني جنهن کي عام زبان ۾ پاڻي نه چيو ويندو آهي ڪٿي پاڻيءَ

وانگر وهندڙ هجي جهڙوڪ گلاب ، ڪيوڙي ، گاؤزبان ، وڏفن وغيره يا ڪنهن دوا ڪان ورتل عرق ، ڪمند جي رس ، سرڪو ، شوربو ۽ شربت وغيره ، يا ان سان ڪاصفت لڳل هجي جهڙوڪ پنن ، ميون ۽ وڻ ڪان نپوڙيل پاڻي جيئن هنداڻي جو پاڻي ، ناريل جو پاڻي وغيره وغيره ، انهن سڀن سان وضو ۽ غسل ڪرڻ صحيح ناهي-

مطلق پاڻي جا ٻه قسم آهن :

(١) جاري يعني وهندڙ

(٢) راڪد يعني بيٺل -

راڪد ( يعني بيٺل ) جا بہ ٻه قسم آهن :

(١) بيٺل ٿورڙو پاڻي - بيٺل گهڻو پاڻي-

وهندڙ پاڻي پليتي ڪرڻ سان ناپاڪ نہ ٿيندو ۽ بيٺل گهڻو پاڻي بہ ( جنهن جو تفصيل اڳتي اچي ٿو ) پليتي ڪرڻ سان ناپاڪ نہ ٿيندو جيستائين ان جي ڪاصفت نہ مٽجي ، انهن ٻن پاڻين ڪان سواءِ ٻيا سڀ پليتي ڪرڻ سان ناپاڪ ٿي ويندا آهن-

## وهندڙ پاڻي :

(١) وهندڙ پاڻي جي گهٽ ۾ گهٽ سڃاڻ هي آهي تہ منجهس ڪک وهي وڃي ياهي تہ ماڻهو ان ڪي وهندڙ چون ، اهوئي وڌيڪ صحيح آهي-

(٢) وهندڙ پاڻي ۾ جيڪڏهن پليتي ڪري پوي ۽ سندس ذائقو ، رنگ يا بوءِ نہ مٽجي تہ پليت نہ ٿيندو ۽ جيڪڏهن انهن مان ڪا هڪ صفت بہ مٽجي وڃي تہ پليت ٿي ويندو-

(٣) جيڪڏهن نهر وغيره جي وهندڙ پاڻيءَ ۾ ڪا پليتي ڪري پوي ۽ ان جي ڪا صفت نہ مٽجي تہ ان ڪان پاڻي پرڻ جائز آهي ، زمين جي هيٺان وهندڙ نهر جو بہ اهوئي حڪم آهي-

(٤) جيڪڏهن ڪيترائي ماڻهو وهندڙ نهر جي ڪناري تي قطارون ٺاهي

ويهن ۽ وضو ڪن تہ جائز آهي ۽ اهو پاڻي استعمال ڪيل نہ ليکبو.

(۵) جنهن ننڍي حوض ۾ هڪ پاسي کان پاڻي ايندو هجي ۽ ٻئي پاسي کان نڪري ويندو هجي تہ اهو وهندڙ ليکبو ۽ ان ۾ هر پاسي کان وضو ڪرڻ جائز آهي.

(٦) جيڪڏهن حوض ننڍو هجي ۽ ان ۾ پليتي ڪري پئي, پوءِ ان ۾ هڪ پاسي کان پاڪ پاڻي اچي ۽ ٻئي پاسي کان نڪري وڃي تہ حوض پاڪ ٿي ويندو, ٻئي پاسي کان پاڻي جي نڪرڻ سان ئي ان جي پاڪائي جو حڪم لڳندو ڪٿي ٿورڙو پاڻي نڪتو هجي, حمام جو بہ اهو ساڳيو ئي حڪم آهي.

## راڪد ( بند ) پاڻي:

(۱) بند ۽ بيٺل پاڻي جيڪڏهن ٿورو هجي تہ منجهس پليتي ڪرڻ يا وهندڙ رت واري جانور جي مري وڃڻ سان اهو سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو آهي ڪٿي رنگ, ذائقو يا بوءِ نہ مٽجيس, تنهن ڪري ان سان وضو يا غسل صحيح ناهي.

(۲) بند پاڻي جيڪڏهن گهڻو هجي تہ اهو وهندڙ جي حڪم ۾ آهي, ان ۾ هڪ پاسي کان پليتي ڪرڻ سان اهو پاڻي ناپاڪ نہ ٿيندو جيستائين ان جي ڪا صفت رنگ, بوءِ يا ذائقو نہ مٽجي. پوءِ جيڪڏهن اها نجاست ڏسڻ ۾ اچڻ جهڙي ناهي جهڙوڪ پيشاب ۽ رت وغيره تہ چئني پاسن کان وضو ڪرڻ جائز آهي, ۽ جيڪڏهن نجاست ڏسڻ ۾ اچڻ جهڙي آهي جهڙوڪ مئل جانور تہ جت نجاست پيل هجي ان پاسي کان وضو نہ ڪجي, ان کان سواءِ جتي وڻي وضو ڪري سگهجي ٿو.

(۳) ٿوري ۽ گهڻي پاڻيءَ ۾ هي فرق آهي تہ جيڪڏهن هڪ پاسي جو پاڻي چري ٻئي پاسي ڏانهن نہ وڃي تہ گهڻو آهي نہ تہ ٿورو آهي. فقيهن سڀُورن عام ماڻهن جي سولائيءَ لاءِ گهڻي پاڻيءَ جي حد مقرر ڪري ڇڏي آهي تہ

اهو ٻيگهہ ۽ ويکر ۾ ڏهہ ڏهہ شرعي گز هجي (يعني ١٠ × ١٠) ، شرعي گز هڪ هٿ ۽ هڪ وچين آڱر جيترو هوندو آهي يعني چوويهن آڱرين جو ، ۽ اڄ ڪالهہ جي رائج انگريزي گز مطابق تقريبا نون گرائن جو هوندو آهي ، ان رواجي گز مطابق ساڍا پنج گز ڊگهو ۽ ساڍا پنج گز ويڪرو هجي تہ پاڻي گهڻو آهي نہ تہ ٿورو آهي ، ۽ ان جي اونهائي گهٽ ۾ گهٽ ايتري هجي جو جيڪڏهن منجهانئس ٻڪ ڀرجي تہ پاڻي ڪڇڻ سان زمين ڏسڻ ۾ نہ اچي ، جيڪڏهن اهو هنڌ ٻيگهہ ۾ وڌيڪ ۽ ويڪر ۾ گهٽ هجي تہ ان جو رقبو ١٠ × ١٠ شرعي گز هجڻ گهرجي جهڙوڪ ٢٠ × ٥ شرعي گز يا ١٥ × ٤ يا ١٠ × ١ شرعي گز هجي ، ۽ جيڪڏهن گول هجي تہ ان جي ويڪر ائيتاليهہ گز ، ۽ جيڪڏهن ٽڪنبو هجي تہ هر ڪنڊ ساڍا ١٥ گز هجڻ گهرجي-

(٤) جنهن حوض ۾ مٿان سينور جميل هجي تہ جيڪڏهن اهو چورڻ سان چري وڃي ۽ پاڻي نظر اچي تہ وضو جائز آهي نہ تہ جائز ناهي-

(٥) ناپاڪ حوض جيڪڏهن صفا خشڪ ٿي وڃي تہ اهو پاڪ ٿي ويندو ، هاڻ جيڪڏهن منجهس ٻيهر پاڻي اچي وڃي تہ اهو پاڪ آهي ۽ ان جي پليتي واپس نہ ايندي-

(٦) جيڪڏهن وڏي حوض جي ڪا صفت مٽجي وڃي جهڙوڪ پاڻيءَ ۾ بدبوءِ ٿي وڃي تہ جيڪڏهن منجهس پليتيءَ جي ڪرڻ جي خبر نہ هجي تہ اهو پاڪ آهي ۽ ان سان وضو ۽ غسل جائز آهي-

# کوهہ جا مسئلا

کوهہ بيٺل پاڻي ۽ ننڍي حوض جي حڪم ۾ آهي ، جن شين جي ننڍي حوض ۾ ڪرڻ سان ان حوض جو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو آهي انهن شين جي کوهہ ۾ ڪرڻ سان کوهہ جو پاڻي بہ ناپاڪ ٿي ويندو آهي ، پر جيڪڏهن کوهہ جي گولائي ائيتاليهہ گز هجي تہ وڏي حوض جي حڪم ۾

آهي پر اهڙو ڪوهه ورلي هوندو آهي- ننڍي ڪوهه جو پاڻي پاڪ ٿي سگهي ٿو پر ٻيو گهڻ پاڻي ( جهڙوڪ حوض وغيره ) پاڪ نٿو ٿي سگهي جيستائين وهندڙ يا گهٽو نه ٿي وڃي- ڪوهه ۾ ڪرندڙ شين جا ٽي قسم آهن :

(١) جن سان ڪوهه جو سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو آهي-

(٢) جن سان سمورو پاڻي ناپاڪ نه ٿيندو آهي بلڪ ڪجهه پاڻي ڪڍڻ سان ڪوهه پاڪ ٿي ويندو آهي-

(٣) جن سان ڪوهه بنهه ناپاڪ نه ٿيندو آهي-

## جن شين جي ڪرڻ سان ڪوهه جو سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو :

(١) جيڪڏهن ڪوهه ۾ غليظ يا خفيف ( وڏي يا هلڪي ) پليتي ڪري پوي ته سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو ، ڪٿي اها ٿوري هجي يا گهڻي ، ڪٿي ڪنهن شي ڪي لڳي ڪري هجي يا رڳو پليتي ئي ڪري هجي هر حال ۾ ڪوهه جو سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو-

(٢) جنهن ساهدار ۾ وهندڙ رت هوندو آهي ۽ اهو خشڪي جو رهندڙ هجي جيڪڏهن اهو ڪوهه ۾ ڪري پوي ته ان جا ٽي درجا آهن :

١- ٻڪري ۽ ان جهڙا ٻيا جانور-

٢- ٻلي ۽ ان جهڙا ٻيا ساهدار-

٣- ڪئو ۽ ان جيتريون ٻيون ساهواريون شيون-

پوءِ جيڪي جانور ٻڪريءَ جيترا يا ان کان وڏا هجن اُهي ٻڪريءَ جي حڪم ۾ آهن ، اهڙي ڪنهن جانور جي ڪوهه ۾ ڪري مري وڃڻ سان ڪوهه جو سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو آهي ڪٿي سڄيو يا ڦاٽو نه هجي ، ۽ جيڪڏهن ٻاهر مري پوءِ پاڻي ۾ ڪري تڏهن به ساڳيو حڪم آهي-

جيڪي ساهدار ٻليءَ جيترا يا ان کان وڏا هجن پر ٻڪريءَ کان ننڍا هجن

اُهي ڪٺي جي حڪم ۾ آهن. انهن ٻنهيءَ قسمن جي ساهدارن مان ڪو جانور کوهه ۾ ڪري مري وڃي يا ٻاهر ان مري ڪري ته جيستائين سڄي يا ڦاٽي نه اُن وقت تائين کوهه جو سمورو پاڻي ناپاڪ نه ٿيندو بلڪ ڪجهه حصو ناپاڪ ٿيندو آهي جنهن جو تفصيل اڳتي ايندو ۽ جيڪڏهن سڄي يا ڦاٽي پوي ته سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح ان جا وار يا پير يا پڇ يا جسم جو ڪو ٻيو حصو جدا کوهه ۾ ڪري پوي يا کوهه ۾ ڪرندي وقت ڪپجي پوي، ته ان جي ڪرڻ سان ئي سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو- سڄڻ جي سڃاڻپ هي آهي ته پاڻي ۾ پئي ان جو جسم اصلي توله کان وڏي وڃي ۽ ڦاٽڻ جي سڃاڻپ هي آهي ته ان جا وار جدا ٿي ڪري پيا هجن يا جسم ڦاٽي پيو هجي- ٻاهران سڄي يا ڦاٽي ڪرڻ جو به ساڳيو ئي حڪم آهي- جيڪڏهن کوهه مان مئل ڪئو يا ڪو ٻيو جانور نڪتو ۽ اها خبر ناهي ته ڪڏهن ڪريو آهي ته فتوىٰ ان ڳالهه تي آهي ته ڏسڻ جي وقت کان کوهه ناپاڪ سمجهيو وڃي. ان کان اڳ جون نمازون ۽ وضو سڀ صحيح آهن- پر احتياط ان ۾ آهي ته اهو جانور جيڪڏهن سڄيو يا ڦاٽو ناهي ته جن ماڻهن ان کوهه کان وضو ڪيو هجي سي هڪ ڏينهن ۽ رات جون نمازون موٽائن ۽ ان پاڻيءَ سان جيڪي ڪپڙا ڌوتا ويا هجن سي به ٻيهر ڌوئڻ گهرجن ۽ جيڪڏهن اُهو سڄي يا ڦاٽي پيو هجي ته ٽن ڏينهن ۽ راتين جون نمازون ٻيهر پڙهڻ گهرجن-

(٣) ٻه ٻليون هڪ ٻڪريءَ جي حڪم ۾، ٽي ڪتا هڪ ٻليءَ جي حڪم ۾ ۽ ڇهه ڪتا هڪ ٻڪريءَ جي حڪم ۾ آهن-

(٤) وڏو نانگ، سانبو، ڏيڏر، وڏو ڇچڙ ۽ وڏي ڪرڙي، اهي جيڪڏهن رت وارا هجن ته ڪئي ۽ ٻليءَ جي حڪم ۾ آهن-

(٥) سوئر جي ڪرڻ سان سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي پوندو ڪٺي مري وڃي يا جيئرو نڪري اچي ۽ ڪٺي ان جو وات پاڻيءَ تائين پهتو هجي يا نه پهتو

هجي - ان کان سواءِ کو ٻيو جانور ڪري جيئرو نڪري اچي ته جيڪڏهن ان جي جسم تي پليتيءَ جي هجڻ جي خبر هجي ته سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو نه ته نه ٿيندو - ۽ جيڪڏهن جسم تي پليتي ته نه هجيس پر ان جو وات پاڻيءَ کي لڳو هجي ته اُن جي لوڀر کي ڏسبو, جيڪڏهن لوڀر پاڪ اٿس ته پاڻي پاڪ آهي ۽ جيڪڏهن لوڀر پليت اٿس ته پاڻي به ناپاڪ ٿي ويندو, ۽ جيڪڏهن لوڀر شڪ ۾ اٿس ته پاڻيءَ به شڪ وارو هوندو ۽ شڪ واري لوڀر جو به سمورو پاڻي ڪڍيو ويندو ۽ جيڪڏهن لوڀر مڪروهه آهي ته پاڻي به مڪروهه آهي ان جا ويهه ڏول ڪڍڻ مستحب آهن - ۽ جيڪڏهن جيئرو ٻاهر نڪري آيو ۽ اُن جو وات پاڻيءَ تائين نه پهتو هجي ته جيستائين ان جي پيشاب پاخاني ڪرڻ جو يقين نه ٿئي کوهه ناپاڪ نه ٿيندو (پر گهڻو ڪري ان جو پڪو امڪان آهي, ان ڪري جن جانورن جي پيشاب پاخاني سان پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو آهي انهن جي پيشاب پاخاني ڪرڻ جي گمان جي ڪري احتياطا سمورو پاڻي ڪڍڻ ئي مناسب آهي- مؤلف)

(٦) مسلمان جو لاش جيڪڏهن غسل کان اڳ کوهه ۾ ڪري پوي ته کوهه جو سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو ۽ جيڪڏهن غسل کان پوءِ ڪري ته کوهه ناپاڪ نه ٿيندو- ڪافر جو لاش ڪٿي غسل کان اڳ ڪري يا غسل کان پوءِ, هر حال ۾ سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو- جيڪڏهن جيئرو ماڻهو, پوڙهو يا جوان, مرد يا عورت کوهه ۾ ڪري مري وڃي تڏهن به سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو-

(٧) هر ساهدار جو ڦر پنهنجي وڏي جو حڪم رکي ٿو-

(٨) اُٺ يا ٻڪريءَ جون ڦولهڙيون جيڪڏهن کوهه ۾ گهٽي مقدار ۾ ڪري پون ته سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو نه ته نه ٿيندو- گهٽيون اُهي آهن جن کي عرف ۽ رواج ۾ گهڻو چئجي يا ڏسڻ وارو انهن کي گهڻو سمجهي ۽ صحيح هي آهي ته جيڪڏهن انهن کان ڪو ڏول خالي نه نڪري ته گهٽيون

آهن نہ تہ ٹوريون- آلي يا سڪل ، سالم يا پگهل ڇيٽي يا لڏيا ڦولهڙي سڀ جو هڪ ئي حڪم آهي-

(٩) ڪڪڙ ، بدڪ ۽ آڙي جي وٺ سان سمورو پاڻي پليت ٿي ويندو آهي-

## اُهي صورتون جن ۾ تورو پاڻي ڪڍيو ويندو آهي سڄو کوهہ ناپاڪ نہ ٿيندو آهي:

(١) جيڪڏهن ڪئو يا ان جهڙو ڪو ٻيو جانور جهڙوڪ جهرڪي وغيره کوهہ ۾ ڪري مري وڃي يا مئل ڪري پر سڄيو يا ڦاٽو نہ هجي تہ ويهن کان ٽيهہ ڏول ڪڍيا وڃن ، يعني ويهہ ڏول واجب هجڻ جي بنياد تي ۽ ٽيهہ مستحب طور تي ڪڍيا وڃن ، ٻن ڪئن جو بہ اهوئي حڪم آهي ، وڏي ڇچڙ ۽ وڏي ڪرڙي وغيره جنهن ۾ وهندڙ رت هوندو آهي ڪئي جي حڪم ۾ آهي-

(٢) ٻلي يا ان جهڙو ڪو ٻيو جانور جهڙوڪ ڪبوتر يا بدڪ وغيره ڪري مري وڃي يا مئل ڪري پوي پر سڄيو يا ڦاٽو نہ هجي تہ چاليهن کان پنجاهہ يا سٺ ڏولن تائين ڪڍيا وڃن ،يعني چاليهہ ڏول واجب ۽ پنجاهہ يا سٺ ڏول مستحب طور ڪڍيا وڃن ، اهوئي حڪم هڪ ٻلي ۽ هڪ ڪوئي جي ڪرڻ تي آهي-

## جن صورتن ۾ کوهہ بالڪل ناپاڪ نہ ٿيندو آهي:

(١) پاڪ شيء جي کوهہ ۾ ڪرڻ سان کوهہ ناپاڪ نہ ٿيندو آهي-

(٢) مسلمان جو لاش غسل ڏيڻ کان پوءِ کوهہ ۾ ڪري پوي تہ پاڻي ناپاڪ نہ ٿيندو پر شرط هي آهي تہ جسم تي پليتي نہ لڳل هجيس ۽ لاش سڄيو يا ڦاٽو نہ هجي-

(۳) شهيد غسل ڏيارڻ کان اڳ به ڪري پوي ته ڪوهه ناپاڪ نه ٿيندو، شرط هي آهي ته جسم تي سندس رت کان سواءِ ڪابي نجاست لڳل نه هجي ۽ سندس رت وهڻ جي مقدار تائين پاڻي ۾ نه ملي- ( ڪن صورتن ۾ شهيد کي غسل ڏنو ويندو آهي، مؤلف جو اشارو انهن ڏانهن آهي- مترجم )

(۴) زنده ماڻهو کوهه ۾ ڪري پوي يا زنده ئي نڪري اچي يا ٽول وغيره ڪڍڻ لاءِ کوهه ۾ ٽبي هڻي ته جيڪڏهن سندس ڪپڙن ۽ جسم تي پليتي هجڻ جو يقين يا غالب گمان نه هجي ۽ پاڻيءَ سان استنجو ڪيل هجيس ته ڪٿي اهو ڪافر هجي يا مسلمان، مرد هجي يا عورت، احتلام سان هجي يا بنان احتلام جي هجي ( هر حالت ۾ ) کوهه پاڪ آهي، جيڪڏهن شڪ هجي ته سندس ڪپڙا پاڪ آهن يا ناپاڪ، تڏهن به کوهه پاڪ آهي پر دل جي تسلي لاءِ ويهه يا ٽيهه ٽول ڪڍڻ مستحب آهي، ۽ جيڪڏهن سندس بدن يا ڪپڙن تي پليتي لڳل هجي ته کوهه جو سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو ڪافرن جو جسم ۽ ڪپڙا گهڻو ڪري ناپاڪ رهندا آهن ۽ حڪمي پليتيءَ کان ته ڪافر عام طرح سان پاڪ نه هوندو آهي، پر جيڪڏهن نه وهنجي ۽ پنهنجن انهيءَ استعمال ڪيل ڪپڙن سوتو کوهه ۾ لهي يا ڪري پوي ته سموري پاڻيءَ جي ناپاڪ هئڻ جو حڪم ڏنو وڃي ( ۽ اهوئي حڪم احتياط نه ڪندڙ بي نماز مسلمان لاءِ به هجڻ گهرجي- مؤلف )

(۵) سوئر کان سواءِ ٻين سڀ جانورن جي سڪل هڏن، وارن يا ننهن جي ڪري پوڻ سان کوهه ناپاڪ نه ٿيندو، پر جيڪڏهن اُن ۾ گوشت يا سٿپ لڳل هجي ته سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو، آدميءَ جو گوشت يا کل ننهن جيتري مقدار کان گهٽ ڪري پوي ته کوهه ناپاڪ نه ٿيندو، ننهن جيترو يا ان کان وڌيڪ ڪري پوي ته کوهه ناپاڪ ٿي ويندو-

(٦) سوئر کان سواءِ ڪنهن ٻئي جانور جي پاڻيءَ ۾ ڪري زنده ٻاهر نڪرڻ سان کوهه پاڪ رهندو بشرطيڪ ان جو جسم پاڪ هجي ۽ وات

پاڻيءَ تائين نہ پهچي پر عام طرح سان جانورن جو جسم ناپاڪ رهندو آهي ۽ وات جو لعاب (گگ) پاڻيءَ ۾ ڪرڻ جو پڪو امڪان آهي، گڏوگڏ ڊپ ۽ دهشت جي ڪري پيشاب يا پاخاني ڪرڻ جو بہ پڪو امڪان آهي، ان ڪري سڄي پاڻيءَ جي ناپاڪ هجڻ جو حڪم ڏيڻ گهرجي- جيڪڏهن وات پاڻيءَ کي لڳي تہ اُن جي اوپر ڪي ڏسبو-

(٧) پاڪ پاڻي ۽ پاڪائيءَ جي ڪم ايندڙ مڪروهہ پاڻي يا استعمال ڪيل پاڻي کوهہ ۾ پوي تہ کوهہ ناپاڪ نہ ٿيندو-

(٨) ڪڪڙ- بدڪ ۽ آڙيءَ کان سواءِ ڪنهن پکيءَ جي پيشاب يا وٺ جي کوهہ ۾ ڪرڻ سان کوهہ ناپاڪ نہ ٿيندو-

(٩) اُٺ يا ٻڪريءَ وغيره جون ڦولهڙيون آليون هجن يا خشڪ، ثابت هجن يا ڀڳل، ڇيڻو هجي يا لڏ، ٿوري مقدار ۾ کوهہ ۾ ڪرڻ سان کوهہ ناپاڪ نہ ٿيندو، ٿورو مقدار هي آهي، تہ هر ڀيري ڏول ڪڍڻ ۾ ڇيڻو يا ڦولهڙي وغيره گڏ نہ اچي، اهوئي صحيح آهي-

(١٠) جيڪڏهن زنده ڪتو وغيره کوهہ کان نڪري تہ ويهہ ڏول ڪڍڻ مستحب آهي، ٻڪري وغيره ڪري تہ ويهہ ڏول ڪڍجن، اهو سڀ دل جي اطمينان لاءِ آهي وجوب (لازمي) ناهي، ان ڪري جيڪڏهن ڪجهہ بہ نہ ڪڍجي تڏهن بہ وضو جائز آهي، مستحب ڏول ويهن کان گهٽ نہ هئڻ گهرجن اهوئي افضل آهي-

(١١) جن جانورن ۾ وهندڙ رت نہ هجي جهڙوڪ مک ۽ مڇر وغيره انهن جي پاڻيءَ ۾ ڪري مري وڃڻ يا منل ڪرڻ يا سڄي يا ڦاٽي پوڻ سان پاڻي ناپاڪ نہ ٿيندو، ان سان وضو ۽ غسل صحيح آهي پر ان جو پيئڻ يا کاڌي ۾ استعمال ڪرڻ مڪروهہ تحريمي آهي-

## کوهہ کي پاڪ ڪرڻ جو طريقو:

(١) کوھ کي پاڪ ڪرڻ جو طريقو ھي آھي تہ پھريائين ان شيءَ کي ڪڍڻ گھرجي جنھن جي ڪرڻ سان کوھ ناپاڪ ٿيو آھي ، پوءِ شريعت جي حڪم مطابق ان جو پاڻي ڪڍڻ گھرجي ، جيستائين اھا شيءَ نہ ڪڍي ويندي کوھ پاڪ نہ ٿيندو کڻي ڪيتروئي پاڻي ڇو نہ ڪڍيو وڃي ، پر جيڪڏھن اھا پليتي اھڙي آھي جو ڪوشش جي باوجود نڪري نہ ٿي سگھي تہ ان جون ٻہ صورتون آھن ، ھڪ ھي تہ ان شيءَ جي ناپاڪي پنھنجي اصلي ھجي ٻاھرين پليتي سان ناپاڪ نہ ٿي ھجي جھڙوڪ مئل جانور يا ان جو گوشت يا اھڙو جانور جيڪو کوھ ۾ ڪري مري ويو ھجي ان صورت ۾ کوھ کي ايتري وقت تائين ڇڏي ڏيڻ گھرجي جنھن ۾ اھو يقين ٿي وڃي تہ اھا ناپاڪ شيءِ ڳري مٽي ٿي وئي ھوندي۔ ڪن ان جو اندازو ڇھہ مھينا لکيو آھي ، ان کان پوءِ ان جو واجب جيتري حصي جو پاڻي ڪڍيو وڃي تہ کوھ پاڪ ٿي ويندو۔ ٻي صورت ھي آھي تہ اھا ناپاڪ شيءِ پاڻ پنھنجي اصل کان ناپاڪ نہ ھجي بلڪہ ٻاھرين پليتي لڳڻ سان ناپاڪ ٿي وئي ھجي ، جھڙوڪ ناپاڪ ڪپڙو ، ڪاٺي ، جتي ۽ ڪينھون وغيره ، ان صورت ۾ ان شيءِ جو ڪڍڻ معاف آھي ، واجب حصي جيترو پاڻي ڪڍي ڇڏڻ سان کوھ پاڪ ٿي ويندو ۽ کوھ جي پاڪ ٿيڻ سان ئي اھا شيءِ بہ پاڪ ٿي ويندي۔

(٢) جن صورتن ۾ کوھ جو سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو آھي ۽ ان جو پاڻي ڪڍي سگھي تہ ان کوھ جي پاڪ ڪرڻ جو طريقو ھي آھي تہ سمورو پاڻي ڪڍيو وڃي پوءِ جڏھن پاڻي ايترو نڪري وڃي جو پاڻي کڻي وڃي ۽ اڌ ڏول بہ پورجن ۾ نہ اچي کوھ جا اندريان پٿر ، پٽ وغيره ۽ ڳنوڳڏ ڏول ، رسو ، چرخو ( ائٽ ) ۽ پاڻي ڪيندڙ جا ھٿ پير سڀ پاڪ ٿي ويندا ، ھاڻ انھن کي جدا ڌوئڻ جي ضرورت ناھي۔

(٣) جيڪڏھن کوھ چشمي وارو ھجي جنھن جو سمورو پاڻي نہ نڪري

سگهي بلڪ گنوگڏ نئون پاڻي اوترويُ ايندو رهي ته ان جي پاڪ ڪرڻ جا فقيهن ڪئين طريقا لکيا آهن ، انهن مان سڀ کان بهتر ۽ مناسب طريقو هي آهي ته کوهه ۾ رسو وجهي ماپي ونجي ته پاڻي ڪيترا هٿ آهي پوءِ ڪجهه ڏول ڪڍي رسي سان ٻيهر ماپجي ته ڪيترا هٿ پاڻي گهٽيو آهي ۽ حساب لڳايو وڃي ته باقي پاڻي لاءِ ڪيترا ٻيا ڏول ڪڍيا وڃن - مثال طور تي رسو وجهي ڏٺو ويو ته معلوم ٿيو ته پاڻي ڏهه هٿ آهي ، سو ڏول ڪڍڻ کان پوءِ وري ٻيهر رسو وجهي ڏٺو ويو ته معلوم ٿيو ته هڪ هٿ پاڻي گهٽجي ويو آهي ، تنهن ڪري هاڻ نو سو ڏول ٻيا ڪڍيا وڃن ته کوهه جو سمورو پاڻي نڪري ويندو ۽ کوهه وغيره پاڪ ٿي ويندو-

(٤) جن صورتن ۾ پاڻي جو هڪ خاص مقدار ڪڍڻو پوندو آهي اوترو پاڻي ڪٽي هڪ وقت ڪڍجي يا ٿورو ٿورو ڪري ڪئين پيرن ۾ وقفو ڏيئي ڪڍجي هر نموني سان پاڪ ٿي ويندو-

(٥) جنهن صورت ۾ کوهه جو سمورو پاڻي ڪڍڻ واجب هجي ۽ پاڻي ڪٽي سگهندو هجي ته پاڻي لاڳيتو ڪڍڻ گهرجي ان ۾ وقفو نه ڏجي ايستائين جو پاڻي ڪٽي وڃي ۽ اڌ ڏول پرڻ کان رهجي وڃي تڏهن کوهه پاڪ ٿيندو ، ۽ جيڪڏهن وقفو ڏنئي مثال طور تي ڪجهه وقت صبح جو, ڪجهه وقت منجهند جو ۽ جهڙ شام جو ڪڍيو ويو ته پاڻي ڪٽي ڪيترو به ڪڍيو وڃي کوهه پاڪ نه ٿيندو , ان کان علاوه باقي سڀن صورتن ۾ ( يعني جن صورتن ۾ تعداد مقرر آهي , يا چشميدار هجڻ جي ڪري ماپ وغيره جي ذريعي تعداد مقرر ڪيو ويو هجي ) لاڳيتو ڪڍڻ ضروري ناهي بلڪ جدا جدا وقتن ۾ اهو مقدار پورو ڪري سگهجي ٿو جيئن نمبر ٤ ۾ بيان ٿيو-

(٦) جيڪڏهن کوهه ۾ پاڻي ان مقدار کان گهٽ هجي جيڪا ڏولن جي صورت ۾ ڪڍڻ واجب آهي ته جيترو موجود آهي اوترو ڪڍڻ ڪافي آهي-

(٧) جنهن کوهه تي جيڪو ڏول پيل هوندو آهي ان جي حساب سان ڪڍڻ

گھرجي ۽ جيڪڏھن کوھ تي ڪو خاص ڏول نہ ھجي يا کوھ جو خاص ڏول تمام وڏو يا تمام ننڍو ھجي تہ جن صورتن ۾ ڏول ڪڍڻ جو تعداد مقرر آھي انھن ۾ وچولو ڏول ليکبو- وچولو ڏول اھو آھي جنھن ۾ انگريزي اسي روپين جي سير مطابق ساڍاٽي سير پاڻي ايندو ھجي , ان جو حساب ڪري جيترا ڏول ٿين سي ڪڍيا وڃن , مثال طورتي جيڪڏھن وڏي ڏول ۾ چئن ڏولن جيترو پاڻي ماپندو ھجي تہ ان کي چار ڏول سمجھڻ گھرجي- ڏول پريل نڪرڻ ضروري ناھي , جيڪڏھن ڪجھ پاڻي ٻاھر نڪري ويو يا وھي ويو مگر اڌ کان وڌيڪ آھي تہ پورو ڏول ئي ليکيو ويندو-

(٨) ناپاڪ کوھ جيڪڏھن صفا سڪي وڃي ۽ تري ۾ آلاڻ نہ رھيس تڏھن بہ پاڪ ٿي ويندو , ان کان پوءِ جيڪڏھن کوھ ۾ ٻيھر پاڻي نڪري اچي تہ اڳين ناپاڪيءَ جي ڪري کوھ ٻيھر ناپاڪ نہ ٿيندو , ۽ جيڪڏھن ان جوترو پوريءَ طرح سان خشڪ نہ ٿيو تہ ھاڻ ٻيھر پاڻي اچڻ سان وري ناپاڪ ٿي ويندو-

## (١) مقيد پاڻي:

مطلق پاڻي يعني جنھن پاڻيءَ سان وضو ۽ غسل جائز آھي ان جو بيان گذري چڪو , ھاڻ مقيد ( ڪنھن شيءِ کان نپوڙيل ) ۽ ٻئي پاڻي جو تفصيلي بيان ڪجي ٿو جنھن سان وضو ۽ غسل جائز ناھي:

(١) جيڪو پاڻي وڻ , ميوي يا سبزي وغيره کي نپوڙي ڪڍيو وڃي يا پاڻ نڪري پئي جھڙوڪ گدري , ڪيري , ونگي , ھندائي ۽ گلاب وغيره جو پاڻي-

(٢) ھر قسم جو شربت جھڙوڪ شربت صندل , وڏف ڪاسين وغيره

(٣) ھر قسم جي دوا وغيره کان ورتل عرق-

(٤) سرڪو -

(٥) لوڻ جيڪو ڳري پاڻي ٿي وڃي-

(٦) صابڻ يا ڪار جو پاڻي جيڪڏھن ان جي چڊاڻ ختم ٿي وڃي ۽ گھاٽو ٿي

پوي-
(۷) زعفران ۽ ڪسم جو پاڻي جيڪڏهن ڳاڙهان وڌيڪ هجي ۽ گهاٽو ٿي وڃي-
(۸) ماواء يا ڦٽڪي پاڻي ۾ ايترو رليل هجي جو ان سان لکڻ سان چٽ ظاهر ٿين-
(۹) مٽي مليل پاڻي جيڪڏهن گهاٽو ٿي گپ بنجي وڃي -
(۱۰) جنهن پاڻي ۾ ڪڻڪ، چڻا يا راهان ٻڙڪايا وڃن ۽ اُن ۾ انهن جي بوءِ اچي وڃي-
(۱۱) شوربو-
(۱۲) سرڪو، ڪير يا زعفران وغيره جنهن جو رنگ يا ذائقو پاڻي کان جدا هجي ان کي پاڻي ۾ ملايو وڃي ۽ هاڻ ان جو نالو پاڻي نه رهي- جيڪڏهن اها شيءِ رنگدار هجي جهڙوڪ ڪير وغيره ته غلبي جو اعتبار رنگ سان ڪيو ويندو، ۽ جيڪڏهن رنگ ۾ جدا ناهي ۽ ذائقي ۾ جدا آهي، جهڙوڪ سرڪو وغيره، ته ذائقو ليکبو- ۽ جيڪڏهن رنگ ۽ ذائقي ٻنهي ۾ جدا ناهي جهڙوڪ گلاب وغيره ته مقدار جي واڌ کي ڏٺو ويندو ۽ جيڪڏهن مقدار ۾ ٻئي هڪ جيترا هجن ته احتياط ڪندي پاڻي کي مغلوب سمجهيو ويندو ۽ وضو جائز نه ٿيندو-

## (۲) استعمال ڪيل پاڻي:

(۱) استعمال ٿيل پاڻي پاڻ پاڪ آهي جيڪڏهن ڪنهن پاڪ شيءِ کي لڳي وڃي ته ان کي ناپاڪ نه ڪندو، انهيءَ تي فتويٰ آهي-
(۲) استعمال ٿيل پاڻي پاڪ ڪندڙ ناهي ۽ ان سان وضو يا غسل وغيره جائز ناهي-
(۳) جنهن پاڻيءَ سان وضو يا غسل ڪيو وڃي يا اهو پاڻي ڪنهن عبادت جي نيت سان استعمال ڪيو وڃي ته صحيح اهو آهي ته جڏهن اهو عضوي

ڪان ڌار ٿيندو تہ ان وقت استعمال ٿيل ليکبو.

(۴) جيڪڏهن وضو جي عضون ڪان سواءِ ڪنهن ٻي عضوي جهڙوڪ ران، پيٽ، پاسي يا پني کي ڌوتو وڃي تہ وڌيڪ معتبر راءِ هي آهي تہ پاڻي استعمال ٿيل نہ ليکبو ۽ جيڪڏهن وضو جي عضون کي ڌوئبو تہ استعمال ڪيل ليکبو.

(۵) جيڪڏهن ڪنهن شخص مني، انڊي يا ميراڻ کي صاف ڪرڻ لاءِ وضو ڪيو يا پاڪ شخص ٺڌ حاصل ڪرڻ خاطر غسل ڪيو تہ پاڻي مستعمل نہ ٿيندو.

(٦) جيڪڏهن باوضو شخص ڪاڌي کائڻ لاءِ يا ڪاڌو کائي هٿ ڌوتا تہ اهڙو ڪتب آندل پاڻي استعمال ٿيل ليکبو ڇو تہ ثواب جي نيت سان استعمال ٿيو آهي.

(٧) جيڪڏهن ڪنهن احتلام پيل شخص غسل ڪيو ۽ ان جي غسل جو ڪجهہ استعمال ٿيل پاڻي سندس ٿانو ۾ ڦمي پيو تہ ٿانو وارو پاڻي خراب نہ ٿيندو جيستائين استعمال ٿيل پاڻي غالب نہ ٿي وڃي يعني استعمال نہ ڪيل پاڻي جيترو يا ان ڪان وڌيڪ نہ ٿي وڃي، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن وضو جو ڪجهہ استعمال ٿيل پاڻي وضو جي ٿانو ۾ ڦميو تہ جيستائين استعمال ٿيل پاڻي گهڻو نہ ٿي وڃي ٿانوءَ وارو پاڻي پاڪ آهي، ۽ جيڪڏهن استعمال ڪيل پاڻي جو مقدار استعمال نہ ڪيل جيترو يا وڌيڪ ٿي وڃي تہ ان سان وضو ۽ غسل ناجائز آهي.

(٨) جيڪڏهن ڪنهن رومال سان پنهنجا غسل يا وضو وارا عضوا اگهيا ۽ رومال چڱو پسي ويو يا ان جي عضون ڪان ٽيپا ڪري ڪنهن ڪپڙي تي تمام گهڻا لڳي ويا تہ فقيهن وٽ بالاتفاق ان سان نماز جائز آهي.

(٩) استعمال ٿيل پاڻي ڪٿي (حنفين جي ظاهر مذهب ۾) پاڪ آهي پر ان جو پيئڻ يا ان سان اٽو ڳوهڻ ڪراهت تنزيهي ۽ طبعي ڪرپ جي ڪري

مڪروهه آهي ۽ جن وٽ استعمال ٿيل پاڻي پليت آهي انهن وٽ ان جو پيئڻ ۽ اُتو ڳوهڻ وغيره مڪروهه تحريمي آهي.

(١٠) استعمال ٿيل پاڻي حڪمي پليتيءَ کي پاڪ نہ ٿو ڪري پر حقيقي پليتيءَ کي پاڪ ڪري ٿو اهوئي راجح مذهب آهي.

(١١) استعمال ڪيل پاڻي ۾ جيڪڏهن ٻيو پاڪ صاف پاڻي ڪانئس وڌيڪ ملائي اُن کي وهندڙ بڻايو وڃي تہ حڪمي پليتي کي پاڪ ڪرڻ ( يعني وضو ۽ غسل ) ۾ ڪم اچي سگهي ٿو.

## (٣) ماڻهو ۽ جانورن جي اوپر واري پاڻي جو بيان:

(١) ماڻهو جي اوپر پاڪ آهي ڪٿي اهو احتلام سان هجي يا حيض نفاس واري عورت هجي ۽ ڪٿي اهو ڪافر هجي, پر جيڪڏهن ڪنهن جو وات ناپاڪ آهي تہ ان جي اوپر پليت ٿي ويندي مثال طور تي شراب پيئندڙ جيڪڏهن اُن وقت پاڻي پيئي تہ ان جي اوپر پليت ٿي ويندي پر جيڪڏهن ٿوري جهڙ ڪان پوءِ پيئي جو ان عرصي ۾ ڪنين ڀيرا ٿڪ اڳري چڪو هجي ۽ جتي شراب لڳل هجي اها جاءِ ٿڪ سان صاف ٿي چڪي هجي تہ صحيح راءِ اها آهي تہ هاڻ ان جو وات پاڪ ٿي ويندو. شرابي جي اوپر ڪان هر حالت ۾ بچڻ گهرجي.

(٢) عورت جي اوپر اُوپري مرد لاءِ ۽ اوپري مرد جي اوپر عورت لاءِ مڪروهه آهي, اهو ناپاڪ هجڻ جي ڪري ناهي بلڪ لذت وٺڻ جي ڪري آهي, تنهن ڪري جيڪڏهن خبر نہ هجي يا لذت جي خيال سان نہ هجي تہ ڪو حرج ناهي.

(٣) حلال جانورن ۽ پکين جي اوپر پاڪ آهي ڪٿي نر هجن جهڙوڪ ڳئون, ٻڪري, ڍاند, ڪبوتر ۽ ڳيرو وغيره, پر انهن مان جيڪو جانور پليتي بہ کائيندو هجي جهڙوڪ ڇڙواڳ ڪڪڙ ۽ اٺ ۽ ڍاند وغيره آن جي اوپر

مڪروهه آهي . ان جي ڪير ۽ گوشت جو بہ اهو ئي حڪم آهي . جيڪڏهن ڪڪڙ وغيره پليتي کائي ان وقت ئي پاڻي پيتو تہ پاڻي پليت ٿي ويندو-
(۴) گهوڙي جي اوپر اتفاق سان پاڪ آهي-
(۵) جن جانورن ۾ وهندڙ رت ناهي ڪٿي پاڻي جا رها ڪو هجن يا خشڪي جا . انهن جي اوپر مڪروهه تحريمي آهي-
(٦) ڪينئان ۽ جيت جنان جيڪي گهرن ۾ رهندا آهن جهڙوڪ نانگ ، نوريئڙو ۽ ڪرڙي ۽ ٻيا جانور ۽ ڪئو ٻلي . انهن جي اوپر مڪروهه تنزيهي آهي . ٻلي جي اوپر کاڌو يا پيتو . مالدار لاءِ مڪروهه آهي ڇو تہ هو ان جي بدران ٻيو کاڌو وٺي سگهي ٿو پر فقير لاءِ جيڪو ان جي بدران ٽي ٻيو کاڌو نہ ٿو وٺي سگهي ضرورت جي ڪري مڪروهه ناهي- جيڪڏهن ٻلي ڪو جانور ڪئو وغيره کائي فورا پاڻي پيتو تہ ان جي اوپر ناپاڪ آهي ، ۽ جيڪڏهن ڪجهه وقت کان پوءِ پيتائين جو ان وچ ۾ اُن پنهنجو وات ڪنين پيرا چٽي صاف ڪري ڇڏيو هجي تہ ان جي اوپر ناپاڪ ناهي بلڪہ مڪروهه آهي -
(٧) شڪاري پکين جهڙوڪ شڪري ، باز ۽ چيل (سرڻ) وغيره جي اوپر مڪروهه آهي . اهڙيءَ طرح انهن پکين جي اوپر بہ مڪروهه آهي جن جو گوشت نہ کاڌو ويندو آهي . ڪانءِ جي اوپر بہ مڪروهه آهي . صحيح پاڻيءَ جي هوندي مڪروهه پاڻيءَ سان وضو ڪرڻ مڪروهه آهي ، ۽ جيڪڏهن صحيح پاڻي نہ ملي تہ مڪروهه ناهي-
(٨) سوئر ، ڪتي ، شينهن ، چيتي ، بگهڙ ، هاٿي ، گدڙ ۽ ٻين ڦاڙيندڙ جانورن جي اوپر پليت آهي . ڪتي جي لڪيل ٿانوءَ کي ٽي پيرا ڌوئڻ واجب آهي . ست پيرا ڌوئڻ ۽ پهرئين ۽ پوئين پيري مٽيءَ سان بہ مهڻ مستحب آهي-
(٩) خچر ۽ گڏهہ جي اوپر شڪ ۾ آهي . يعني اها پاڻ تہ پاڪ آهي پر ان جي

پاڪ ڪندڙ هجڻ ۾ شڪ آهي، شڪ واري پاڻيءَ کان سواءِ ٻيو پاڪ پاڻي نه ملي ته ان سان وضو ڪجي ۽ تيمم به ڪجي، انهن ٻنهيءَ جو گڏائڻ واجب آهي، رڳو هڪ کي ڪافي سمجهڻ جائز ناهي، ٻنهيءَ مان جيڪو وٺي پهريائين ڪجي، پر اڳ ۾ وضو ڪرڻ افضل آهي، اهڙي پاڻيءَ سان وضو ڪرڻ ۾ احتياطا نيت به ڪجي-

(١.) هر ساهدار جي پگهر ۽ گگ ۾ ان جي اوپر کي ڏٺو ويندو يعني جيڪو اوپر جو حڪم آهي سو ئي پگهر جو آهي-

## (۴) جن صورتن ۾ پاڻي پليت نه ٿيندو آهي:

(١) چمڙي جي پيشاب ۾ وٽ سان پاڻي ۽ ڪپڙو پليت نه ٿيندو آهي-

(٢) جنهن جانور ۾ وهندڙ رت ناهي جهڙوڪ مڇر، مک، ڪکر، ڪول ماڪوڙي ۽ وڇون وغيره پاڻي ۾ مري وڃي ته پاڻي پليت نه ٿيندو-

(٣) جيڪي جانور پاڻي ۾ پيدا ٿيندا ۽ اتي ئي رهندا آهن انهن جي پاڻي ۾ مرڻ سان به پاڻي ناپاڪ نه ٿيندو جهڙوڪ مڇي، ڏيڏر ۽ ڪيڪڙو، ڪٿي پاڻي ۾ مري يا ٻاهر مري پوءِ پاڻي ۾ وڃو وڃي، جيڪڏهن سڄي يا ڦاٽي وڃي تڏهن به اهوئي حڪم آهي مگر اهو پاڻي پيئڻ مڪروه آهي-

(۴) جيڪي جانور پيدائشي پاڻيءَ جا نه هجن مگر پاڻيءَ ۾ رهندا هجن جهڙوڪ بدڪ ۽ آڙي وغيره انهن جي پاڻي ۾ مرڻ سان پاڻي ناپاڪ ٿي ويندو آهي-

(۵) سوئر کان سواءِ هر مئل جا وار، هڏا ٻنڌيون، کر (چير وار وهجي يا بنا چيرجي)، سگ، پشم، اُن، پر، ڏند، ڇهنب ۽ ننهن پاڪ آهن جيڪڏهن اُنهن تي سنٿ لڳل نه هجي، نه ته سنٿ جي ڪري ناپاڪ هوندا، ماڻهوءَ جي وارن ۽ هڏن جو به اهوئي حڪم آهي جيڪڏهن وار ڪوڙيل يا ڪتيل هجن پر جيڪڏهن پٽيل هجن ته پليت هوندا-

(٦) وڌيڪ صحيح راءِ هي آهي ته (هرڻ جي) مشڪ واري ٿيلهي هر حالت ۾ پاڪ آهي ۽ ذبح ڪيل جانور جي مشڪ ٿيلهي اتفاق سان پاڪ ۽ حلال آهي.

(٧) سوئر جا سڀ حصا پليت آهن.

(٨) جنهن پکيءَ جو گوشت حرام آهي ان جي وٺ کوهه ۾ ڪري پوي ته تنگي ۽ حرج هٽائڻ خاطر پاڪ آهي.

## جدا جدا مسئلا:

(١) اهي ڪوزا ۽ ڪرا جيڪي گهر ۾ زمين تي ان ڪري رکيا آهن جيئن انهن سان گهڙن مان پاڻي ڪڍجي ته انهن سان پاڻي پيئڻ ۽ وضو ڪرڻ جائز آهي جيستائين اهو معلوم نه ٿئي ته منڻ پليتي لڳل آهي.

(٢) اهڙي حوض مان وضو ۽ غسل جائز آهي جنهن بابت اهو گمان هجي ته ان ۾ پليتي پيل هوندي پر يقين نه هجي ۽ پاڻي استعمال ڪندڙ تي ان متعلق پڇڻ واجب ناهي، ۽ جيستائين ان ۾ پليتي هجڻ جو يقين نه ٿئي ان مان وضو ڪرڻ نه ڇڏجي.

(٣) جيڪڏهن جهنگ ۾ ٿورو پاڻي ملي ته جيستائين ان جي پليتيءَ جو يقين نه ٿئي ان مان پاڻي کڻي وضو ڪرڻ جائز آهي، رڳو ان وسواس جي ڪري وضو نه ڇڏي ڏجي ته شايد اهو پليت آهي ان جي هوندي تيمم جائز ناهي، ۽ جيڪڏهن هٿ پليت هجي ۽ ڪا اهڙي شيءِ نه هجي جنهن سان ان مان پاڻي ڪڍي سگهجي ته پاڪ رومال وغيره پاڻي ۾ پسائنجي پوءِ ان ڪان پاڻي هٿ تي وجهي هٿ کي پاڪ ڪجي.

(٤) جيڪڏهن ٻار ۽ وڏا جاهل ۽ ڪافر وغيره ڏول ۽ رسي کي هٿ هڻندا هجن ته جيستائين پليتيءَ جو يقين نه ٿئي، ڏول ۽ رسو پاڪ آهي، جيڪڏهن ڪو ڪافر يا ٻار پنهنجو هٿ پاڻي ۾ وجهي ڇڏي ته پاڻي پليت نه ٿيندو، پر

جيڪڏهن پڪ ٿي وڃي ته ان جي هٿ تي پليتي لڳل هئي ته ناپاڪ ٿي ويندو پر ننڍن ٻارن جي هٿن تي ڀروسو ناهي ان ڪري جيستائين ڪو ٻيو پاڻي نه ملي، ان جي هٿ هنيل پاڻيءَ سان وضو نه ڪرڻ بهتر آهي، جيڪڏهن ڪنهن ڪري ڇڏيو ته جائز آهي.

(٥) جڏهن پاڻي پليتيءَ جي پوڻ سان پليت ٿي وڃي، پوءِ جيڪڏهن ان جا ٽيئي وصف ( يعني رنگ بوءِ ۽ ذائقو ) مٽجي وڃن ته ان کي ڪنهن ڪم نه آڻجي، جانورن کي پيارڻ ۽ مٽيءَ ۾ وجهي گارو ناهڻ به جائز ناهي ۽ اهو پيشاب وانگر پليت هوندو پر جيڪڏهن ٽيئي وصف نه مٽجن ته ان مان جانورن کي پيارڻ ۽ مٽي پسائي گارو بنائڻ ۽ گهر ۾ ڇٽڪار ڪرڻ جائز آهي، مگر اهڙي مٽي ۽ گارو مسجد جي ڀتين وغيره تي نه هڻيو وڃي.

(٦) وهندڙ يا بيٺل پاڻي ۾ پيشاب ڪرڻ مڪروه آهي.

(٧) جيڪڏهن پاڻي اُس ۾ گرم ٿي وڃي ته ان سان وضو ڪرڻ جائز آهي پر چڱو ناهي بلڪ مڪروه آهي ۽ ان کان ڪوڙهه ٿيڻ جو ڊپ آهي.

(٨) ڪنهن کوهه وغيره ۾ وڻ جا پن ڪري پيا ۽ پاڻي کان بدبوءِ اچڻ لڳي ۽ رنگ ۽ ذائقو به مٽجي ويو تڏهن به ان سان وضو صحيح آهي جيستائين پاڻي ساڳيءَ ريت پترو رهي ( جنهن کوهه ۾ پاڻي نه ڪڍڻ جي ڪري ڏپ ٿي وڃي ان مان به وضو صحيح آهي. مؤلف ).

(٩) جيڪڏهن وهندڙ پاڻي آهستي آهستي وهندو هجي ته جلدي جلدي وضو نه ڪجي، جيئن جيڪو استعمال ٿيل پاڻي ان ۾ ڪري پيو اهوئي هٿ ۾ نه اچي وڃي، ذهه ڏهه هٿ ڊگهي ۽ ويڪري حوض ۾ جتي استعمال ٿيل پاڻي ڪريو آهي جيڪڏهن اتان ئي ٻيهر پاڻي ڪڍجي تڏهن به جائز آهي.

# تيمم جو بيان

**تعريف :** پاڪ مٽي يا ڪنهن اهڙي شيء سان جيڪا مٽيءَ جي حڪم ۾ هجي بدن کي حڪمي پليتي کان پاڪ ڪرڻ کي تيمم چئجي ٿو.
تيمم غسل ۽ وضو جي جاءِ تي هوندو آهي.

**تيمم واجب ٿيڻ جا شرط :** وضو وانگر تيمم واجب ٿيڻ جا اٺ شرط آهن :

(١) عاقل هجڻ
(٢) بالغ هجڻ.
(٣) مسلمان هجڻ.
(٤) مٽيءَ وغيره تي قادر هجڻ.
(٥) حدث ( ناپاڪائي ) جو هجڻ.
(٦ ۽ ٧) حيض نفاس جو موجود نه هجڻ .
(٨) عذر واري لاءِ وقت جو تنگ هجڻ.

## تيمم جو حڪم :

جن حالتن ۾ وضو فرض آهي عذر جي وقت انهن حالتن ۾ تيمم به فرض آهي جهڙوڪ نماز لاءِ ۽ جن حالتن ۾ وضو واجب آهي انهن ۾ تيمم به واجب آهي ۽ جن حالتن ۾ وضو مستحب آهي انهن ۾ تيمم به مستحب آهي جهڙوڪ پاڪ شخص جي مسجد ۾ داخل ٿيڻ لاءِ.

## تيمم صحيح ٿيڻ جا شرط :

تيمم صحيح ٿيڻ جا شرط نو (٩) آهن :

(١) نيت ڪرڻ ان کان سواءِ تيمم صحيح نه ٿيندو آهي ۽ ان جو وقت مٽي وغيره تي هٿ هڻڻ وقت آهي، ڪن وٽ منهن جي مسح ڪرڻ وقت آهي،

نيت بي وضوئائي يا احتلام کي ختم ڪرڻ يا نماز جائز ٿيڻ جي يا ڪنهن اهڙي مقصود عبادت جي ڪجي جيڪا پاڪائيءَ کان سواءِ ادا نه ٿئي، بي وضو ئائي ۽ احتلام ۾ فرق ڪرڻ يا غسل ۽ وضو لاءِ ڌار ڌار پ تيمم ڪرڻ فرض نه آهن بلڪ پنهن مان رڳو هڪ جي نيت ڪجي ته ٻيئي ٿي ويندا- جن عبادتن لاءِ پنهي حدثن (ناپاڪائين) کان يا حدث اصغر (رڳو بي وضو هجڻ) کان پاڪائي شرط ناهي جهڙوڪ سلام ڪرڻ يا سلام جو جواب ڏيڻ يا قرآن پاڪ جي تلاوت ۽ اذان وغيره انهن لاءِ وضو ۽ غسل جو تيمم بنا عذر جي ٿي سگهي ٿو ۽ انهن تيممن سان رڳو اهي عبادتون ئي جائز آهن ٻيون جائز ناهن تنهن ڪري جيڪڏهن قرآن مجيد پڙهڻ يا ان کي هٿ لائڻ يا مسجد ۾ وڃڻ يا اذان چوڻ، سلام چوڻ يا سلام جي جواب ڏيڻ لاءِ تيمم ڪجي ته ان سان نماز جائز ناهي- پاڻي موجود هجڻ جي صورت ۾ قرآن مجيد کي هٿ لائڻ لاءِ تيمم صحيح ناهي، ٻئي کي سيکارڻ لاءِ ڪنهن تيمم ڪري ڏيکاريو پر دل ۾ پنهنجي تيمم جي نيت نه ڪيائين ته تيمم نه ٿيندو، جنازي نماز يا سجده تلاوت لاءِ ڪيل تيمم سان فرض يا نفل نماز جائز آهي- نماز لاءِ ڪيل تيمم سان قرآن مجيد کي هٿ لائڻ ۽ اهڙا ٻيا ڪم جائز آهن- بيمار يا معذور کي ڪو ٻيو شخص تيمم ڪرائي ته جائز آهي ۽ نيت مريض تي فرض آهي تيمم ڪرائيندڙ تي فرض ناهي-

(٢) عذر جو هجڻ، ان جون ڪئين صورتون آهن :

(١) پاڻي نه ملڻ يعني پاڻي جو هڪ شرعي ميل يا وڌيڪ پري هجڻ، جيڪو شخص پاڻي کان هڪ ميل پري هجي ڪٿي شهر ۾ هجي يا ٻاهر، ڪٿي مسافر هجي يا مقيم ۽ سفر ٿورو هجي يا گهڻو جهڙوڪ ڪو شخص ٿورڙي فاصلي لاءِ نڪتو هجي ته به ان لاءِ تيمم ڪرڻ جائز ۽ صحيح آهي- جيڪڏهن ڪو شخص آبادي کان هڪ ميل جي وٿي تي هجي ۽ هڪ ميل کان ويجهو ڪٿي پاڻي نه ملي تڏهن به تيمم ڪرڻ صحيح آهي- پاڻي جي

ڳولا ضروري آهي جيڪڏهن ڪيس جان ۽ مال جو خوف ۽ سنگتين کي انتظار جي تڪليف نہ ٿئي- پاڻي جي ڳولا ڪرڻ کان سواءِ ان لاءِ تيمم ڪرڻ صحيح ناهي- جيڪڏهن ڪنهن جي ٻڌائڻ يا پنهنجي اندازي سان ان ڳالھ جو غالب گمان ٿي وڃي تہ پاڻي هڪ ميل جي اندر آهي ۽ ڪيس يا سندس سنگت کي تڪليف يا حرج نہ ٿيندو تہ پاڻي آڻڻ ۽ وضو ڪرڻ واجب آهي, پر جيڪڏهن ڪو ٻڌائڻ وارو نہ هجي ۽ ڪنهن ٻئي طريقي سان بہ پاڻي جي خبر نہ پوي يا اها خبر پوي تہ پاڻي هڪ شرعي ميل يا ان کان وڌيڪ پري آهي تہ پوءِ پاڻي آڻڻ واجب ناهي بلڪ تيمم ڪرڻ جائز آهي, ان ۾ فاصلي جو اعتبار آهي وقت ختم ٿيڻ جي خوف جو اعتبار ناهي, تنهن ڪري جيڪڏهن پاڻي اڌ ميل تي هجي ۽ وقت تنگ هجي تہ وضو ڪري نماز پڙهجي ڪٿي وقت فوت ٿي وڃي- شرعي ميل انگريزي ميل کان هڪ فرلانگ ۽ ڏھ گز وڌو هوندو آهي-

(٢) پاڻي ڪڍڻ ۾ درندي يا دشمن جو خوف هجڻ ڪٿي خوف پنهنجي جان جو هجي يا مال جو, ۽ ڪٿي اهو مال پنهنجو هجي يا امانت طور ان وٽ هجي, نانگ, باھ, چور يا ڪنهن ٻي تڪليف يا ڇيهي رسائيندڙ جانور وغيره جو خوف هجڻ بہ عذر آهي, اسٽيشن تي پاڻي آهي پر ريل گاڏي جي نڪري وڃڻ جو خطرو آهي تہ اهو بہ عذر آهي ۽ تيمم جائز آهي-

(٣) پاڻي ٿورو هجي ۽ اُڃ جو خوف هجي ڪٿي پنهنجي لاءِ هجي يا پنهنجي سنگت ۽ قافلي وارن مان ڪنهن سڃاڻو يا اوپري شخص لاءِ هجي, يا پنهنجي سواري جي جانورن لاءِ يا چوپاين جي حفاظت ڪندڙ يا شڪار ڪندڙ ڪتن لاءِ اُڃ جو خوف هجي, ڪٿي اُن وقت هجي يا آئنده, اهي سڀ ڳالهيون عذر آهن, اهڙيءَ طرح اٽي ڳوهڻ جي ضرورت هجي تہ تيمم جائز آهي, شوربو تيار ڪرڻ جي ضرورت هجي تہ عذر ناهي, ان پاڻي سان وضو ڪجي, تيمم جائز ناهي-

(٤) بيمار ٿيڻ يا بيماري وڌي وڃڻ جو خوف هجي جيڪڏهن اهو پنهنجي تجربي يا نشانين سان غالب گمان ٿي وڃي يا ڪنهن تجربيڪار مسلمان حڪيم جي چوڻ سان معلوم ٿئي- جيڪڏهن ٿڌو پاڻي نقصان ڏئي ۽ گرم پاڻي نقصان نہ ڏئي تہ گرم پاڻي سان وضو ۽ غسل ڪجي ، پر جيڪڏهن ڪو شخص اهڙي هنڌ تي آهي جتي گرم پاڻي نہ ٿو ملي سگهي تہ پوءِ تيمم ڪرڻ صحيح آهي ، جيڪڏهن ڪٿي ايتري ٿڌ ۽ برف پوندي هجي جو وهنجڻ سان مري وڃڻ يا بيمار ٿيڻ جو خوف هجي ۽ سوڙ ، ڪمبل ۽ اهڙي ٻي ڪا گرم شيءِ موجود نہ هجي جو وهنجي ان سان گرم ٿجي تہ اهڙي مجبوري جي وقت تيمم ڪرڻ صحيح آهي-

(٥) اهڙي نماز جي نڪري وڃڻ جو خوف هجي جنهن جو عيوضي ۽ بدل نہ هجي جهڙوڪ ٻنهي عيدن جي نماز ، چنڊ گرهڻ ، سج گرهڻ ۽ جنازي جي نماز وغيره-

(٦) پاڻي ڪڍڻ جو سامان نہ هئڻ ڪري پاڻي تي قدرت نہ هجڻ ، يعني کوهہ موجود آهي مگر ڏول ۽ رسو ناهي ، جيڪڏهن ڪپڙو لڙڪائي ٿورو پاڻي ڪڍڻ ممڪن هجي تہ ان کي نپوڙي وضو ڪرڻ ضروري آهي ڪٿي پورو وضو ڪئين پيرن ۾ ادا ٿئي اهڙي صورت ۾ تيمم جائز ناهي ، جيڪڏهن پاڻي موجود آهي پر ضرورت مند شخص اُتي ڪئي نہ ٿو سگهي ۽ ٻيو ڪو شخص موجود ناهي تہ اهو معذور ( مجبور ) آهي ۽ اهڙي شخص لاءِ تيمم صحيح ۽ جائز آهي-

## (٣) مسح ،

مٽي يا مٽيءَ جهڙي شيءِ تي ڪرڻ-

پاڪ مٽي يا جيڪا شيءِ زمين جي جنس کان آهي ان تي تيمم ڪجي ، توڙي ان تي غبار ۽ مٽي نہ هجي ، جيڪي شيون سڙي ڪيري ٻنجي وڃن جهڙوڪ ڪاٺي ۽ گاهہ وغيره ۽ جيڪي شيون ڳري نرم ٿي وڃن جهڙوڪ

سون چاندي ۽ لوھ ڪٽ ۽ ٽامو وغيره اِهي شيون زمين جي جنس مان ناهن - ان ڪري هر قسم جي مٽي ، ڳاڙهي ، ڪاري ۽ اڇي واري ، گچ ، چوني ، پٿر ، سرمي ، هڙتال ، گيرو ، ميٽ ، گندرف ، عقيق ، زمرد ، زبرجد ، ياقوت ۽ پٿر جي بين قسمن ، ڪچي يا پڪي سر ۽ مٽي جي ڪچن يا پڪن ٿانون ، ڪٺي نوان هجن يا انهن ۾ پاڻي وتو ويو هجي انهن سڀن تي تيمم جائز آهي ڪٺي مٽن مٽي ۽ دز هجي يا نہ هجي ، پر ٿکر جي ٿانون تي روغن لڳل هجي تہ تيمم صحيح نہ ٿيندو- ڪاٺي ، لوھ ، ڪان مان ڪڍڻ ڪان پوءِ صاف ڪيل سون ، چاندي ، ٽامي ، پتل ، اليومينم ، شيهي ، قلعي ، جست ، ڪٽڪ ، جو ۽ ٻي هر قسم جي اناج ، ڪپڙي ، ڪيري ، عنبر ، ڪافور ، مشڪ ۽ مرجان وغيره تي تيمم جائز ناهي ، پر جيڪڏهن انهن شين تي مٽي جي دز ۽ غبار هجي تہ جائز آهي ، مطلب تہ جيڪا شيء زمين جي جنس مان ناهي ۽ ان تي ايتري دز آهي جو هٿ هڻڻ سان اُڏامڻ لڳي يا ان شيء تي هٿ رکي کڻڻ سان هٿن تي مٽيءَ جو نشان پنجي وڃي تہ ان سان تيمم ڪري سگهجي ٿو ، ان تي ٻئي هٿ هڻجن ۽ جڏهن دز هٿن تي لڳي وڃي ۽ ان جو اثر ظاهر ٿئي تہ تيمم ڪجي يا پنهنجو ڪپڙو چنڊ جي ۽ هٿن ڪي غبار ڏانهن هوا ۾ ڪٺجي ، جڏهن غبار ۽ دز هٿن تي پوي تہ ان سان تيمم ڪجي- پٿر ۽ مٽي وغيره تي هڪ ئي هنڌ ڪان هڪ ئي ماڻهو گهڻا ڀيرا يا گهڻا ماڻهو تيمم ڪن تہ جائز آهي ۽ اهو هنڌ استعمال ٿيل نہ ليکبو- مسجد جي پٽ يا زمين سان تيمم ڪرڻ جائز آهي ۽ مڪروھ بہ ناهي-

## (۴) استيعاب

( پورو پورو مسح ڪرڻ ) يعني اهڙيءَ ريت مسح ڪرڻ جو تيمم واري عضون جو ڪو بہ حصو باقي نہ رهي ، جيڪڏهن وار جيترو بہ ڪو هنڌ رهجي ويو تہ تيمم نہ ٿيندو ، پرون جي هيٺان ۽ اکين جي مٿان جيڪو هنڌ آهي جيڪڏهن ان تي مسح نہ ڪيو ويو تہ تيمم صحيح نہ ٿيندو ، سٺپ ،

چرپي ، مين ، سوڙهي منڊي ، ڪنگڻ ۽ چوڙين وغيره جو ڪڍڻ ضروري جيئن مسح پوريءَ طرح ٿئي ، منڊي ، ڪنگڻ ۽ چوڙين وغيره کي رڳو چورڻ ڪافي ناهي بلڪ پنهنجي هٿن پري ڪري ان جي هيٺان به مسح ڪجي ،پنهيءَ ناسن جي وچم جيڪو پردو آهي ان تي به مسح ڪجي نه ته نماز نه ٿيندي ، جيڪڏهن آڱرين جي وچ ۾ غبار نه وڃي ته انهن جو خلال ڪرڻ واجب آهي ، ڪنهن جو مڇون ايترو وڌيل هجن جو انهن سان چپ ڍڪجي وڃن ته انهن کي پري ڪري- چپن جي ظاهري حصي جو مسح ڪجي نه ته تيمم نه ٿيندو-

(۵) پوري هٿ سان يا هٿ جي گهڻي حصي سان مسح ڪجي ، گهڻي حصي جو مطلب هي آهي ته ٽن آڱرين سان مسح ڪجي ، هڪ يا ٻن آڱرين سان مسح جائز ناهي-

(٦) جيڪا شيءِ تيمم ۾ رڪاوٽ آهي ان جو نه هئڻ جهڙوڪ حيض نفاس وغيره-

(٧) مسح جي عضون تي جيڪا شيءِ مسح کي روڪيندڙ آهي ان کي هٽائڻ جهڙوڪ مين ، چرپي يا منڊي وغيره کي چوري يا لاهي ان جي هيٺان مسح ڪرڻ -

(٨) پاڻي جي ڳولا ڪرڻ جيڪڏهن گمان هجي ته پاڻي ويجهو آهي جهڙوڪ ساوڪ نظر اچڻ يا پکين جي گهمڻ ڦرڻ يا ڪنهن ٻي نشانيءَ سان يا ڪنهن نيڪ ماڻهو جي ٻڌائڻ سان پاڻي جي ويجهي هئڻ جي خبر پوي ته تقريبا چار سؤ شرعي گزن جي اندازي جيتري هند چئني پاسن ۾ ڳولا ڪجي ، پاڻ ڳولڻ ضروري ناهي ، جيڪڏهن ڪنهن ٻئي کان ڳولا ڪرائي وٺي تڏهن به ڪافي آهي ۽ خود ضرورتمند کي هيڏانهن هوڏانهن وڃڻ واجب ناهي ، بلڪ انهيءَ جاءِ کان ئي چوڌاري ڏسڻ واجب آهي جيڪڏهن وڻ وغيره ڏسڻ ۾ رڪاوٽ نه هجن ، نه ته مٿانهين جاءِ تي بيهي

ڏسجي ۽ جيڪڏهن رڪاوٽن جي ڪري اُتان ڪان ڏسڻ ڪافي نہ هجي تہ وڃڻ ضروري آهي- جيڪڏهن اُتي ويجهو پاڻي هجڻ جو غالب گمان نہ هجي ۽ نہ ڪو خبر ڏئي تہ اُتي ڳولا ڪرڻ واجب ناهي ، پوءِ جيڪڏهن شڪ هجي تہ طلب ڪرڻ مستحب آهي ۽ جيڪڏهن شڪ بہ نہ هجي تہ ڳولا نہ ڪرڻ تي مستحب جو تارڪ نہ ٿيندو- جيڪڏهن سندس گڏ هلندڙ وٽ پاڻي آهي ۽ کيس گمان آهي تہ جيڪڏهن هو ڪانئس گهرندو تہ ڏيئي ڇڏيندو تہ گهرڻ واجب آهي ۽ تيمم جائز نہ ٿيندو ۽ جيڪڏهن اهو خيال هجيس تہ اهو پاڻي نہ ڏيندو تہ گهرڻ واجب ناهي ۽ تيمم جائز آهي- جيڪڏهن پاڻي ملهہ ڪان سواءِ نہ ملي ۽ هن وٽ رقم بہ نہ هجي يا ڪرائي ۽ رستي جي خرچ وغيره ڪان وڌيڪ رقم نہ هجيس تہ پاڻي خريد ڪرڻ واجب ناهي بلڪ تيمم ڪري نماز پڙهي ، جيڪڏهن وڌيڪ رقم هجيس ۽ وڪڻندڙ هلندڙ رواج مطابق ملهہ گهرندو هجي تہ پاڻي خريد ڪري وضو ڪرڻ گهرجي تيمم نہ ڪجي- جيڪڏهن گهڻو وڌيڪ مثال طور رواج ڪان ٻيڻي قيمت گهرندو هجي ۽ ان ڪان گهٽ نہ ڪري تہ تيمم ڪجي-

(٩) مسلمان هجڻ-

## تيمم جا رڪن:

تيمم جا بہ رڪن آهن:

(١) ٻہ ضربون ، يعني ٻہ ڀيرا خشڪ ۽ پاڪ مٽي يا مٽي جي جنس واري شيءِ تي ٻہ ڀيرا ٻئي هٿ هڻڻ-

(٢) مسح ڪرڻ ، يعني هڪ ضرب سان منهن جو ۽ ٻي ضرب سان ٻنهي هٿن جو نونٺين سميت مسح ڪجي ، هڪ ئي ضرب سان منهن ۽ هٿن تي مسح ڪرڻ جائز ناهي ، جيڪڏهن ڪنهن هڪ هٿ سان منهن جو مسح ڪيو ۽ ٻئي هٿ سان هڪ هٿ جو مسح ڪيو تہ منهن ۽ هٿ جو مسح جائز ٿيندو ۽ کيس گهرجي تہ ٻئي هٿ لاءِ ٻي ضرب هڻي مگر اها ڳالهہ سنت

جي خلاف آهي- تيمم ۾ مٽي ۽ پيرن جو مسح ناهي-

## تيمم جون سنتون:

تيمم جون ست سنتون آهن:

(١) هٿن کي مٽيءَ تي رکي اڳتي آڻڻ-

(٢) پوءِ پوئتي نيڻ -

(٣) پوءِ انهن کي ڇنڊڻ-

(۴) آڱرين کي کليل رکڻ جيئن انهن جي وچ ۾ دز اچي وڃي-

(۵) منڍ ۾ بسم الله پڙهڻ-

(٦) ترتيب جو لحاظ رکڻ-

(٧) لاڳيتو تيمم ڪرڻ-

سنت مان هتي مراد مستحب آهي ڪجھ ٻيا مستحب به آهن جهڙوڪ:

١- ترين واري اندرين حصي سان تيمم ڪرڻ,

٢- پهريائين ساڄي عضوي جو مسح ڪرڻ پوءِ کاٻي جو,

٣- مٽيءَ سان تيمم ڪرڻ ۽ ان جي هم جنس جهڙوڪ پٿر چوني سان نه ڪرڻ,

۴- منهن جي مسح کان پوءِ ڏاڙهيءَ جو خلال ڪرڻ,

۵- سنت طريقي مطابق مسح ڪرڻ,

٦- ٻنهي هٿن جو مٽيءَ تي اهڙيءَ طرح هڻڻ جو مٽي آڱرين جي اندر پهچي وڃي-

هائي هي ڪل تيرهن سنتون ٿي ويون-

## تيمم ڪرڻ جو پورو سنت طريقو:

تيمم ڪرڻ جو سنت طريقو هي آهي ته بسم الله پڙهي نيت ڪجي ته آءٌ

ناپاڪائي ختم ڪرڻ ۽ نماز پڙهڻ لاءِ تيمم ڪريان ٿو پوءِ ٻنهيءَ هٿن کي پاڪ مٽيءَ جي وڏي پٿر تي پنهنجي ٻنهيءَ هٿن جي ترين جي اندرئين پاڱي سان کولي هڻي ۽ انهن کي زمين سان گسائيندي اڳتي آڻي پوءِ پوئتي ڇڪي وجي پوءِ انهن کي کڻي اهڙيءَ طرح ڇنڊي جو ٻنهيءَ ترين کي هيٺ ڏانهن جهڪائي ٻنهي آڱوٺن کي پاڻ ۾ ٽڪرائي جيئن فالتو مٽي ڇڻي وڃي ۽ مٽي ڇنڊڻ لاءِ ٻنهيءَ ترين کي هڪ ٻئي سان نه مهٽي ، ڇو ته ائين ڪرڻ سان ضرب بيڪار ٿي ويندي- جيڪڏهن وتيڪ مٽي لڳي وڃي ته وات سان ڦوڪي ڇڏجي- پوءِ پوري ٻنهيءَ هٿن سان پنهنجي سڄي منهن تي مٿان کان هيٺ ڏانهن اهڙيءَ طرح مسح ڪري جو ڪا اهڙي جاءِ باقي نه رهي جتي هٿ نه پهچي ، هڪ وار جيتري به جاءِ رهجي وئي ته تيمم جائز نه ٿيندو ,پوءِ ڏاڙهيءَ جو خلال ڪري- پوءِ ٻيهر اڳي وانگر ٻيئي هٿ مٽيءَ تي هڻي ۽ ڇنڊي ۽ شهادت جي آڱر ۽ آڱوٺي کان سواءِ کابي هٿ جي ٽن آڱرين کي ساڄي هٿ جي آڱوٺي کان سواءِ باقي چئن آڱرين جي سري تي پٺ ڏانهن رکي ٺونٺين تائين ، اهڙي طرح ڇڪي آڻي جو کابي هٿ جي ڪڇ تري به لڳي ۽ ٺونٺين جو مسح به ٿي وڃي پوءِ باقي ٻن آڱرين ( يعني شهادت واري آڱر ۽ آڱوٺي ) ۽ هٿ جي رهيل تريءَ کي ٻي پاسي رکي ٺونٺ جي پاسي کان ڪرائي تائين ڇڪيندو اچي ۽ آڱوٺي جي مٿانهين پاسي ڏانهن به ان سان گڏ ئي مسح ڪري ، هڪ عضوي جي مسح پوري ٿيڻ کان اڳ جيڪڏهن هٿ کڻي ورتائين ته ضرب باطل ٿي ويندي- اهڙيءَ طرح ساڄي هٿ سان گڏ کابي هٿ جو مسح ڪري پوءِ آڱرين جو خلال ڪري ,وضو ۽ غسل ٻنهيءَ جي هنڌ ڪيل تيمم جو اهوئي ساڳيو طريقو آهي ، جيڪڏهن منڊي وغيره هجي ته ان کي لاهي يا چوري ان هنڌ تي به مسح ڪري-

## تيمم کي ڀڃندڙ شيون:

اهي ٽن قسمن جون آهن :

(١) جن شين سان وضو ڀڄي پوندو آهي انهن سان وضو جو عيوضي تيمم بہ ڀڄي پوندو آهي ۽ جيڪي شيون غسل کي واجب ڪنديون آهن اُهي غسل جي تيمم کي ڀڃنديون آهن ان ڪري غسل جو تيمم رڳو حدث اڪبر ( احتلام ) سان ڀڄندو آهي ,وضو کي ڀڃندڙ شيءِ سان غسل جو تيمم نہ ٿو ڀڄي ,مثال طور ڪنهن وضو ۽ غسل ٻنهيءَ جو گڏ تيمم ڪيو پوءِ ڪانئس وضو کي ڀڃندڙ ڪم ظاهر ٿيو تہ ان جي وضو وارو تيمم ڀڄي پوندو ۽ غسل جو تيمم اڳي وانگر جاري رهندو هان جيڪڏهن پاڻي نہ ملي تہ رڳو وضو جي نيت سان تيمم ڪري ,جيڪڏهن ڪو شخص ريل تي سوار ٿيو ۽ اُن پاڻي نہ ملڻ جي ڪري تيمم ڪيو پوءِ سفر ۾ ريل گاڏي مان ڪيس پاڻيءَ جو درياھ يا تلاءَ نظر آيو تہ سندس تيمم نہ ڀڄندو ڇو تہ ريل گاڏي اُتي نہ ٿي بيهي سگهي ۽ هو هلندڙ گاڏيءَ مان لهي نہ ٿو سگهي ,ان ڪري اهو پاڻي جي استعمال تي قادر نہ ٿيو-

(٢) جنهن عذر جي ڪري تيمم جائز ٿيو هو جڏهن اهو عذر ختم ٿي ويندو تہ تيمم ڀڄي پوندو مثال طور تي جيڪڏهن پاڻي نہ ملڻ ڪري تيمم ڪيو ويو هو تہ پاڻي تي قدرت حاصل ٿيڻ جي صورت ۾ اهو ڀڄي پوندو- وضو جيتري پاڻي ملڻ سان وضو جو تيمم ڀڄي پوندو ۽ غسل جيتري پاڻي ملڻ سان غسل جو تيمم ڀڄي پوندو- ان ڪري جيڪڏهن ايترو پاڻي ملي وڃي جو ان سان غسل جا فرض ادا ٿي سگهن تہ غسل جو تيمم ڀڄي پوندو ڪٿي غسل جون سنتون ادا نہ ٿي سگهن ,اهڙيءَ طرح جيڪڏهن وضو لاءِ ايترو پاڻي ملي سگهي جنهن سان وضو جا فرض پورا ٿي سگهن تہ وضو جو تيمم ڀڄي پوندو ڪٿي وضو جون سنتون ادا نہ ٿي سگهن- ۽ جيڪڏهن بيماري يا ڪنهن ٻئي عذر جي ڪري تيمم ڪيو ويو هو تہ ان عذر جي ختم ٿيڻ سان بہ تيمم ڀڄي پوندو- تيمم جي جائز ٿيڻ

جا سبب ( يعني پاڻي جو پري هجڻ ,بيماريءَ جو خوف ,دشمن جو ڊپ ,اُج جو ڊپ ۽ پاڻي ڪڍڻ جي سامان جو موجود نه هجڻ ) ڌار ڌار هجڻ جي ڪري هڪ عذر ۾ شامل نٿو ٿي سگهي- جيڪڏهن ڪنهن شخص هڪ عذر جي ڪري تيمم ڪيو ,پوءِ ڪو ٻيو عذر پهرين اجازت جي هوندي اچي ويو پوءِ پهريون عذر ختم ٿي ويو ته ان جي پهرين اجازت بالڪل ختم ٿي وئي ۽ ان جو تيمم به ختم ٿي ويو هاڻ ٻي اجازت جو تيمم ٻيهر ڪري , مثال طورتي ڪنهن مسافر پاڻي نه ملڻ ڪري تيمم ڪيو انهيءَ حالت ۾ ڪيس اهڙي بيماري لڳي وئي جنهن سان تيمم جائز هوندو آهي پوءِ سفر ختم ٿيڻ ڪري هو مقيم ٿي ويو ته اڳين سبب يعني سفر ختم ٿيڻ سان اهو تيمم ختم ٿي ويو- هاڻ ان سان نماز جائز نه ٿيندي بلڪ مرض جي ڪري ٻيهر تيمم ڪري- يا مسافر ڪي تيمم ڪان پوءِ پاڻي ملي ويو پر هو اهڙو بيمار ٿي پيو جو ڪيس تيمم ڪرڻ جي اجازت آهي تڏهن به اڳيون تيمم ختم ٿي ويو هاڻ ٻيهر تيمم ڪري-

## تيمم جا جدا جدا مسئلا :

(١) وقت جي داخل ٿيڻ کان پهرين تيمم ڪرڻ جائز آهي-

(٢) هڪ تيمم سان جيتري تائين نه ڀڃي ڪيئن فرض ۽ نفل نمازون پڙهڻ جائز آهن , اهڙيءَ طرح نماز لاءِ ڪيل تيمم سان فرض نماز , نفل نماز , قرآن پاڪ جي تلاوت , جنازي جي نماز , سجده تلاوت ۽ ٻيون سڀ عبادتون جائز آهن-

(٣) جيستائين پاڻي نه ملي يا ڪو ٻيو عذر باقي رهي تيمم ڪرڻ جائز آهي جيڪڏهن انهيءَ حال ۾ ڪيئن سال گذري وڃن ته ڪو حرج ناهي , عذر جي حالت ۾ تيمم ڪرڻ سان وضو ۽ غسل جي برابر پاڪائي حاصل ٿي ويندي آهي اهو نه سمجهڻ گهرجي ته چڱيءَ طرح پاڪائي نه ٿي آهي ,

جيتري تائين عذر آهي اهوئي حڪم آهي، البت عذر جي ختم ٿين کان پوءِ ناپاڪائي واپس اچي ويندي آهي-

(۴) جيڪڏهن پاڻي ملڻ جي اميد هجي ته آخر وقت تائين دير ڪرڻ مستحب آهي ۽ جيڪڏهن اميد نه هجي ته دير نه ڪجي ۽ مستحب وقت ۾ تيمم ڪري نماز پڙهي ڇڏجي-

(۵) جيڪڏهن پاڻي نه ملڻ جي ڪري ڪنهن تيمم ڪيو ۽ نماز پڙهي ڇڏيائين پوءِ پاڻي مليو ويس ته سندس نماز ٿي وئي هاڻ، دهرائڻ جي ضرورت ناهي ڪٿي پاڻي وقت اندر مليو هجي يا وقت گذرڻ کان پوءِ-

(٦) جيڪڏهن ڪٿان پاڻي ملي ويو پر ايترو ٿورو آهي جو ان سان هڪ هڪ ڀيرو منهن ۽ ٻئي هٿ ٺونٺين سميت ۽ ٻئي پير پيڏين سميت ڌوئي سگهجن ٿا ته تيمم ڪرڻ جائز ناهي، انهن عضون کي هڪ ڀيرو ڌوئي ڇڏجي ۽ مٿي جو مسح ڪجي، ڪرڙي ۽ وضو جون ٻيون سنتون ڇڏي ڏجن، ۽ جيڪڏهن ايترو به نه هجي ته تيمم ڪجي-

(٧) هڪ تيمم غسل ۽ وضو ٻنهي لاءِ ڪافي ٿيندو آهي، جيڪڏهن احتلام واري وٽ ايترو پاڻي هجي جو ان جي غسل وارن ڪجهه عضون يا پوري وضو لاءِ ڪافي هجي ته غسل جو تيمم ڪري ۽ اهو تيمم غسل ۽ وضو ٻنهي لاءِ ڪافي آهي، ڪيس وضو ۽ غسل جي ڪجهه عضون کي ڌوئڻ جي ضرورت ناهي، پوءِ جيڪڏهن غسل جي تيمم کان پوءِ وضو ڀڄي پوي ته هاڻ وضو لاءِ تيمم نه ڪري بلڪ ڪيس وضو ڪرڻ گهرجي جو ته هاڻ هو پورائي جيتري پاڻي تي قادر آهي، اهوئي حڪم ان وقت به آهي جڏهن پاڻي ته پورو هجي پر غسل ڪرڻ سان نقصان ٿيندو هجي ۽ وضو ڪرڻ سان نقصان نه ٿئي-

(٨) احتلام واري لاءِ جنازي ۽ ٻنهي عيدن جي نماز لاءِ تيمم جائز آهي-

(٩) جيڪڏهن جنازو تيار هجي ۽ ولي کان سواءِ ڪنهن ٻئي شخص کي

وضو ڪرڻ تائين جنازي نماز جي فوت ٿيڻ جو خوف هجي ته تيمم جائز آهي ۽ جيڪڏهن وضو ڪري هڪ تڪبير به ملي سگهي ته تيمم جائز ناهي ۽ ولي لاءِ تيمم جائز نه آهي (ڇو ته ان جو انتظار ڪرڻ ضروري آهي ۽ سندس اجازت سان نماز ٿيندي)-

(١٠) عورت لاءِ پاڻي هوندي سفر ۾ پاڻي ڪڻڻ لاءِ نه وڃڻ ۽ تيمم ڪرڻ جائز ناهي، اهڙو پردو جنهن ۾ شريعت جو ڪو حڪم رهجي وڃي ناجائز ۽ حرام آهي. ان ڪري مٿس برقعو ڪري يا پوري بدن تي چادر ويڙهي پاڻي لاءِ وڃڻ واجب آهي البته ماڻهن جي سامهون ويهي وضو نه ڪري ۽ هٿ منهن نه کولي. جيڪڏهن پاڻيءَ جي جاءِ ڏانهن وڃڻ ۾ ڪيس پنهنجي جان مال يا عزت آبرو ۽ عصمت جو ڊپ هجي ته نه وڃي. ان حالت ۾ ان لاءِ تيمم ڪرڻ جائز آهي-

(١١) احتلام واري شخص لاءِ مسجد ۾ بنان ضرورت وڃڻ لاءِ تيمم جائز ناهي پر جيڪڏهن مجبورا وڃڻو پوي ته جائز آهي. پر ضرورت پوري ٿيڻ تي جلد نڪري اچي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن مسجد ۾ ستل هو ۽ تڙ جي ضرورت ٿي پيس ته جاڳ ايندي ئي جتي ستل هو فورا اتي تيمم ڪري ٻاهر نڪري اچي. دير ڪرڻ حرام آهي-

(١٢) ريل ۾ سيٽن ۽ گدن تي جيڪا دز ۽ غبار ڄمي ويندي آهي ان تي تيمم جائز آهي. اهو وسوسو نه ڪرڻ گهرجي ته الائجي هي دز ۽ غبار پاڪ آهي يا ناپاڪ -

(١٣) ريل گاڏيءَ ۾ جتي مسافر جوتاپائي هلندا آهن اها مٽي ناپاڪ آهي ان سان تيمم صحيح ناهي-

(١٤) جيڪڏهن ڪنهن جي اڌ کان وڌيڪ بدن تي زخم هجن يا ماتا نڪتل هجي ته تيمم ڪرڻ درست آهي-

(١٥) جيڪڏهن سفر ۾ ڪنهن ٻئي وٽ پاڻي آهي ۽ هن جو غالب گمان اهو

آهي تہ جيڪڏهن آئون ڪانئنس پاڻي گهرندس تہ ملي ويندو تہ گهرڻ بنان تيمم ڪرڻ صحيح ناهي ۽ جيڪڏهن غالب گمان اهو هجيس تہ گهرڻ تي اهو شخص پاڻي نہ ڏيندو تہ تيمم ڪري نماز پڙهڻ درست آهي ، پر جيڪڏهن نماز پڙهڻ کان پوءِ کانئنس پاڻي گهر يائين جيڪو هن ڏيئي ڇڏيو تہ نماز ٻيهر پڙهڻي پوندس - اهڙيءَ طرح جيڪڏهن نماز جي حالت ۾ ڪنهن شخص وٽ پاڻي ڏٺائين ۽ سندس غالب گمان آهي تہ هو گهرڻ تي ڏئي ڇڏيندو تہ نماز ڇڏي ڇڏي ۽ پاڻي گهري، جيڪڏهن هو ڏيئي ڇڏي تہ وضو ڪري ۽ جيڪڏهن نہ ڏئي تہ سندس ساڳيو تيمم باقي آهي ، ۽ جيڪڏهن نہ گهر يائين ۽ نماز پوري ڪري ورتائين پوءِ هن پنهجو پاڻ يا گهرڻ تي پاڻي ڏيئي ڇڏيو تہ نماز ڪي موٽائي پڙهڻ ضروري آهي ، ۽ جيڪڏهن نہ ڏيئي تہ موٽائڻ ضروري ناهي- ۽ جيڪڏهن غالب گمان نہ هجيس بلڪ رڳو شڪ هجيس تہ نماز نہ ڇڏي ۽ پوري ڪرڻ کان پوءِ پاڻي گهري پوءِ جيڪڏهن پنهنجو پاڻ يا گهرڻ سان ڏيئي ڇڏي تہ وضو ڪري نماز ٻيهر پڙهي ۽ جيڪڏهن نہ ڏئي تہ اهائي نماز ڪافي آهي-

(١٦) جيڪڏهن اهو عذر جنهن جي ڪري تيمم ڪيو ويو آهي ماڻهن جي طرفان هجي تہ جڏهن عذر ختم ٿي وڃي تہ جيتريون نمازون ان تيمم سان پڙهيون ويون هجن سڀ ٻيهر پڙهڻ گهرجن- مثال طورتي ڪو شخص جيل ۾ هجي ۽ اتان جا ملازم کيس پاڻي نہ ڏين يا ڪو شخص ڪنهن کي چوي تہ جيڪڏهن تون وضو ڪندين تہ توکي ماري ڇڏيندس ، اهڙي صورت ۾ تيمم ڪري نمازون ادا ڪري ۽ عذر ختم ٿيڻ تي سڀ نمازون ٻيهر پڙهڻ گهرجن-

(١٧) جيڪڏهن پاڻي تي بہ قادر نہ هجي ۽ مٽيءَ سان تيمم ڪرڻ تي بہ قادر نہ هجي تہ بنان طهارت جي نماز پڙهي ڇڏي ، پوءِ عذر ختم ٿيڻ تي طهارت سان نماز ٻيهر پڙهڻ ضروري آهي-

# موزن تي مسح ڪرڻ جو بيان

موزن تي مسح ڪرڻ رخصت ( يعني جائز ) آهي ۽ پيرن کي توئڻ عزيمت ( يعني افضل ) آهي جيڪڏهن ان کي جائز سمجهي عزيمت اختيار ڪجي ته وڌيڪ بهتر آهي.

## جيڪي شيون موزن تي مسح جائز ٿيڻ لاءِ ضروري آهن:

(١) موزا اهڙا هجن جو انهن کي پائي سفر ڪري سگهجي ۽ لاڳيتائي ميل هلي سگهجي ۽ پير پيڏين سميت ڍڪجي وڃن. جيڪڏهن موزا ايترا ننڍا هجن جو پيڏيون موزن جي اندر لڪل نه هجن ته انهن تي مسح جائز ناهي. تنهن ڪري موزي ۾ چار شيون هجڻ گهرجن : ١. اهڙا سخت هجن جو ڪنهن شيءِ سان ٻڌڻ بنان پيرن تي بيٺا رهن. ٢. انهن کي پائي ٽي ميل يا ان کان وڌيڪ پيدل هلي سگهجي. ٣.انهن جي هيٺان کل ڏسڻ ۾ نه اچي. ٤. پاڻيءَ کي نه چوسيندا هجن يعني جيڪڏهن انهن تي پاڻي وتووجي ته انهن جي هيٺاهين پاسي تائين نه پهچي. ان ڪري ٽن قسم جي موزن تي مسح جائز آهي : پهريون چمڙي جا موزا جن سان پير پيڏين تائين ڍڪيل رهن. ٻيون لوني يا سوٽي موزا جن ۾ چمڙي جو ترو مرداڻي هندي جتيءَ جي شڪل ۾ لڳل هجي. ٽيون اهي لوني يا سوٽي موزا جيڪي ايترو گهاٽا ۽ ٿلها هجن جو رڳو موزا پائي ٽي ميل رستو پيدل هلڻ سان نه ڦاٽن ۽ پنيءَ تي بنان ٻڌڻ جي بيٺا رهن ۽ هيٺان کل نظر نه اچي ۽ انهن کان پاڻي نه ٽپي. موزن جي هيٺان ڪپڙي وغيره جا جورابا پاتل هجن تڏهن به موزن تي مسح ڪرڻ جائز آهي. ڪپڙي وغيره جي جورابن تي مسح ڪرڻ صحيح ناهي پر جيڪڏهن مرداڻي جتيءَ جي شڪل ۾ چمڙو مٿن چڙهيل هجي يا

اهي گھڻو سخت ۽ ٿلها هجن ( جيئن مٿي بيان ٿيو ) تہ انهن تي مسح جائز آهي-

(٢) مسح ۾ ہہ فرض آهن: پهريون موزن جي مٿين حصي تي مسح ڪجي- ٻيون هر پيرتي هٿ جي ٽن آڱرين جيترو مسح ڪجي، هٿ جي ٽن ننڍين آڱرين جيترو مسح فرض آهي ان کان گهٽ جائز ناهي، اهي ٻئي عملي فرض آهن- موزي جي هيٺان يا ڪڙين، پنين، پاسن يا پيڏين تي مسح جائز ناهي- جيڪڏهن هڪ پير تي ٻہ آڱرين جيترو ۽ ٻئي تي چئن يا پنجن آڱرين جيترو مسح ڪيو ويو تہ اهو جائز ناهي-

(٣) مسح ٽن آڱرين سان ڪجي، جيڪڏهن هڪ ئي آڱر سان ٽي ڀيرا ٽن ڌار ڌار هنڌن تي مسح ڪيو ويو ۽ هر ڀيري نئون پاڻي کنيو ويو تہ جائز آهي ۽ نئون پاڻي نہ کنيو ويو تہ جائز ناهي- جيڪڏهن آڱوٺي ۽ ان جي ڀر واري آڱر سان مسح ڪيائين ۽ ٻئي کليل هجن تہ جائز آهي، جيڪڏهن ٽي آڱريون رکي ڇڏيائين ۽ ڇڪيائين نہ، تڏهن بہ جائز آهي مگر سنت طريقي جي خلاف آهي- جيڪڏهن آڱرين کي اُبو رکيائين ۽ رڳو آڱرين جي چوٽين سان مسح ڪيائين تہ جيڪڏهن پاڻي ٽمندڙ هجي ۽ ان سان موزو ٽن آڱرين جيترو پسي وڃي تہ جائز آهي نہ تہ جائز ناهي- جيڪڏهن ڪنهن موزي تي مسح نہ ڪيو پر پاڻي وسڻ وقت ٻاهر نڪتو يا پسيل گاهہ تي گهميو جنهن کان موزو پسي ويو تہ مسح ٿي ويو-

(٤) موزن تي مسح ڪرڻ اُن وقت جائز آهي جڏهن موزا پورو وضو ڪري پاتا ويا هجن، ان کان پوءِ وضو ڀڳو هجي يا ٻئي پير ڌوئي موزا پاتا ويا هجن ۽ پوءِ وضو ڀڃندڙ شيءِ جي واقع ٿيڻ کان اڳ پورو وضو ڪيو ويو هجي تہ هاڻ وضو ڀڄڻ تي ڪيس موزن تي مسح ڪرڻ جائز آهي، پير ڌوئڻ جي ضرورت ناهي- رڳو وضو ۾ موزن تي مسح ڪرڻ جائز آهي غسل ۾ جائز ناهي، ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن تي ٽڙ واجب ٿي ويو تہ موزا لاهي ٽڙ

ڪري ۽ جنهن ناپاڪائي ختم ڪرڻ جو تيمم ڪيو هجي ته ڪيس موزن تي مسح جائز ناهي ڪٿي اهو تيمم غسل جو هجي يا وضو جو يا ٻنهن جو.

(٥) مسح پنهنجي مدت جي اندر جائز آهي، مدت گذرڻ کان پوءِ جائز ناهي- مسح جي مدت مقيم لاءِ هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات آهي ۽ مسافر لاءِ ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون- جنهن وقت موزا پاتا ويا ان وقت کان مدت شروع نه ٿيندي بلڪ موزا پائڻ کان پوءِ جڏهن وضو ڀڃندو اُن وقت کان اها مدت شروع ٿيندي، موزي پائڻ يا وضو ڪرڻ جي وقت کان نه ٿيندي، ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن جمعي ڏينهن فجر جي وقت وضو ڪري موزا پاتا پوءِ عصر جي وقت ڪيس ناپاڪائي ( حدث ) ٿي ۽ اُن وضو ۾ موزن تي مسح ڪيو، جيڪڏهن اهو مقيم آهي ته ٻئي ڏينهن يعني ڇنڇر جي عصر جي وقت انهيءَ گهڙي تائين ان لاءِ مسح جي مدت باقي رهندي جنهن گهڙيءَ ۾ پهرين ڏينهن ناپاڪائي ٿي هئي، ۽ جيڪڏهن مسافر آهي ته چوٿين ڏينهن يعني سومر جي ڏينهن جي انهي گهڙي تائين مسح جي مدت باقي رهندي -- مقيم ڪڏهن ڇهن نمازن ۾ مسح ڪندو آهي ۽ ڪڏهن مسح سان رڳو چئن نمازن تي قادر ٿيندو آهي- مقيم مسح جي مدت يعني هڪ ڏينهن رات پوري ٿيڻ کان اڳ سفر ڪيو ته سفر جي مدت تائين مسح ڪندو رهي يعني ٽن ڏينهن تائين موزا پاتيون رهي ۽ مسح ڪندو رهي، جيڪڏهن هڪ ڏينهن پوري ٿيڻ کان پوءِ سفر ڪيائين ته موزا لاهي پير ڌوئي وٺي پوءِ موزا پائي، هاڻ نئين سر مسح جي مدت شروع ٿيندي ۽ جيڪڏهن مسافر موزن تي مسح ڪرڻ شروع ڪري ۽ هڪ ڏينهن رات کان اڳ گهر اچي وڃي يا اقامت جي نيت ڪري ڇڏي ته اقامت جي مسح واري مدت تائين مسح ڪري سگهي ٿو ۽ جيڪڏهن هڪ ڏينهن رات کان پوءِ گهر آيو يا اقامت جي نيت ڪيائين ته سندس مسح جي اجازت ختم ٿي وئي، ڪيس پير ڌوئڻ گهرجن ۽ هاڻ نئين سر مسح جي مدت شروع ٿيندي- جيڪڏهن

وضو جي حالت ۾ موزو لاهي ڇڏيائين يا وضو هجڻ جي حالت ۾ مسح جي مدت پوري ٿي وئي ته انهن ٻنهي حالتن ۾ رڳو پير ڌوئي موزا پائڻ ڪافي آهي ۽ پورو وضو ڪرڻ مستحب آهي.

(٦) موزو گهڻو ڦاٽل نه هجي، گهڻي ڦاٽل جو اندازو پير جون ٽي آڱريون آهن، ڪٽي سوراخ موزي جي هيٺان هجي يا مٿان يا ڪڙيءَ واري پاسي کان، ۽ جيڪڏهن سوراخ پيڏين جي مٿان پنيءَ وٽ آهي ته اهو مسح ڪرڻ ۾ رڪاوٽ نه ٿيندو ڇو ته اهو مسح جي حد کان ٻاهر آهي. ان ڪري جيڪڏهن ٽن ننڍين آڱرين جي اندازي جيترو پير کلي ويو يا گهمڻ ۾ کلي وڃي ٿو ته ان تي مسح جائز ناهي ۽ ان کان گهٽ ڦاٽل آهي ته مسح جائز آهي - ٽن ننڍين آڱرين جي اندازي جو اعتبار ان وقت ڪبو جڏهن آڱرين کان سواءِ ڪابي جاءِ کلي وڃي. ۽ جيڪڏهن آڱريون کلي وڃن ته معتبر اها ڳالهه آهي ته انهن ٽن آڱرين جي کلڻ جو اعتبار ٿيندو. ايتري تائين جو جيڪڏهن آڱوٺو ۽ ان جي پرواري آڱر کلي پئي ته مسح جائز آهي جيتوڻيڪ اهي ٻئي ملي ٽن آڱرين جي برابر آهن ۽ جيڪڏهن آڱوٺو ۽ ان جي پرواريون ٻئي اگرين کلي ويون ته هاڻ مسح جائز ناهي. هڪ موزي جا سوراخ گڏ ڪيا ويندا ٻنهين جا گڏ نه ڪبا، ان ڪري جيڪڏهن هڪ موزو گهڻن هنڌن کان ٿورو ٿورو ڦاٽل هجي ۽ انهن کي گڏ ڪري ٽن آڱرين جيترو ٿي وڃي ته مسح ڪرڻ جائز ناهي ۽ گهٽ هجي ته جائز آهي ۽ جيڪڏهن هڪ موزي ۾ هڪ آڱر جيترو ۽ ٻئي ۾ ٻن آڱرين جيترو کليل هجي ته انهن ٻنهي تي مسح جائز آهي پر شرط هي آهي ته مسح ڦاٽل حصي تي نه ٿئي بلڪ صحيح حصي تي ٿئي، سوراخ گهٽ ۾ گهٽ ايترو وڏو هجي جو ان ۾ نانڊ وغيره کي سبڻ وارو سوئو وڃي سگهي ۽ جيڪو ان کان گهٽ هجي اُن کي نه ليکبو اهو معاف آهي. جيڪڏهن موزي جاٽاڪا کلي پيا پر ان مان پير نه ٿو ڏيکار جي ته مسح صحيح آهي، ۽ جيڪڏهن ايئن هجي جو گهمڻ وقت

ٿن آڱرين جيترو ڏسڻ ۾ اچي پر عام حالت ۾ ڏسڻ ۾ نٿو اچي ته مسح صحيح ناهي- موزي تي مسح جي حڪم ۾ مرد ۽ عورت برابر آهن- دستانا جيڪي هٿن ۾ پائبا آهن انهن تي مسح جائز ناهي- پڳ ٽوپي ۽ منهن تي ويڙهيل نقاب تي به مسح جائز ناهي-

## مسح جو سنت طريقو:

مسح جو مسنون طريقو هي آهي ته ٻنهي هٿن کي پاڻي سان آلو ڪري پنهنجي ساڄي هٿ جون آڱريون ساڄي موزي جي اڳين حصي (چنبي) تي رکجن کاٻي هٿ جون آڱريون کاٻي موزي جي اڳين حصي تي رکي، آڱريون پوريون پوريون رکجن رڳو چوٽيون نه رکجن ۽ آڱرين کي پيرين ڏانهن مٿي تائين ڇڪجي، جيڪڏهن ڪنهن ابتو مسح ڪيو يعني پيرين جي پاسي کان آڱرين ڏانهن ڇڪيائين يا ٻنهي موزن تي ويڪر ۾ مسح ڪيائين ته مسح ٿي ويندو پر سنت جي خلاف، مڪروهه ۽ بدعت آهي- جيڪڏهن ٽريون رکي يا رڳو آڱريون رکي ڇڪيائين ته اهي ٻيئي صورتون به صحيح آهن پر وڌيڪ صحيح صورت هي آهي ته پوري هٿ سان مسح ڪجي، جيڪڏهن ٽري يا آڱرين جي پٺ سان مسح ڪيائين ته جائز مگر مڪروهه آهي ۽ مستحب هي آهي ته اندرين پاسي سان مسح ڪجي- مسح ۾ ( پاڻي جي ) ليڪن جو ظاهر ٿيڻ شرط ناهي البته سنت آهي- مسح گهڻا ڀيرا ڪرڻ سنت ناهي ۽ ان لاءِ نيت به شرط نه آهي-

## مسح کي ڀڃندڙ شين جو بيان:

(۱) جيڪي شيون وضو کي ڀڃنديون آهن سي موزن جي مسح کي به ڀڃنديون آهن-

(۲) ٻنهي موزن يا هڪ موزي جو پيرن کان ڪڍڻ يا نڪري وڃڻ، جيڪڏهن ڪنهن جو وضو ته نه ڀڳو پر اُن موزو لاهي ڇڏيو ته مسح ختم

تي ويندو، هاڻ هُني پير توڻي ڇڏي، پيهر وضو ڪرڻ جي ضرورت ناهي، جيڪڏهن هڪ موزو لاهي ڇڏيائين يا پاڻ لهي پيو تہ هاڻ ٻيو موزو پڻ لاهي ٻنهي پيرن جو ڌوئڻ واجب آهي.

(٣) مسح جي مدت جو ختم ٿيڻ: تنهن ڪري جيڪڏهن وضو نہ ڀڳو هجي تہ موزا لاهي ٻنهي پير توڻي ڇڏجن، پورو وضو ڪرڻ واجب نہ آهي، پر جيڪڏهن وضو ڀڄي پيو هجي تہ موزا لاهي پورو وضو ڪجي.

(۴) موزي ۾ پير جو پاڻي سان پسي پوڻ، جيڪڏهن هڪ موزي ۾ پاڻي داخل ٿيو ۽ پيڏين تائين پاڻي پهتو، جيڪڏهن سڄو پير يا اڪثر وڌيڪ پير ڌونجي ويو تہ موزو لاهي ٻُني پير جو ڌوئڻ بہ واجب آهي.

(۵) موزي جو ٽن آڱرين جيترو يا وڌيڪ ڦاٽجڻ.

(٦) معذور جي لاءِ وقت جو نڪري وڃڻ.

## جبيره ۽ عصابہ (ڇپڙين ۽ پٽي) تي مسح ڪرڻ جو بيان:

(١) جبيره اُن ڇپڙين کي چئجي ٿو جيڪي ڪاٺي يا بانس وغيره کي چيري ڀڳل هڏي کي سنئو ڪرڻ لاءِ ٻڌبيون آهن ۽ عصابہ اها ڪپڙي جي پٽي (يا ملم جو ڦهو وغيره) جيڪا ڦٽ ڦرڙي ۽ زخم وغيره تي ٻڌبي آهي.

(٢) جيڪڏهن زخم کي پاڻي سان ڌوئڻ ڪري نقصان ٿئي ۽ زخم تي مسح ڪرڻ بہ نقصان ڏئي تہ اهڙي صورت ۾ پٽي يا ڦهي تي، مسح ڪرڻ جائز آهي پر جيڪڏهن ڌوئڻ نقصان نہ ڏئي تہ ڌوئڻ ضروري آهي ۽ جيڪڏهن پاڻي سان ڌوئڻ نقصان ڏئي ۽ مسح نقصان نہ ڏئي تہ زخم تي مسح ڪرڻ واجب آهي. جيڪڏهن ڇپڙي يا پٽي جي کولڻ يا ڦهي کي پٽڻ سان نقصان يا سخت تڪليف ٿيندي هجي تہ ان ڇپڙي، پٽي يا ڦهي تي مسح ڪرڻ جائز آهي، جنهن شخص کي پٽي کولڻ ۾ ان ڪري تڪليف ٿئي جو اهو اهڙي هنڌ

آهي جو هو نہ پاڻ اُن کي ٻڌي سگهي ٿو ۽ نہ اُتي ڪو ٻيو ٻڌندڙ آهي تہ اهڙو شخص بہ اُن تي مسح ڪري-

(۳) جيڪڏهن ٿڌي پاڻي سان توڻ نقصان ڏئي ۽ گرم پاڻي سان توڻ نقصان نہ ڏئي تہ گرم پاڻي سان توڻ ضروري آهي اهڙي شخص لاءِ مسح جائز نہ آهي-

(۴) جيڪڏهن چيڙين ۽ پٽي تي مسح ڪرڻ سان نقصان ٿئي تہ عالمن جي اتفاق سان مسح نہ ڪرڻ جائز آهي ۽ جيڪڏهن نقصان نہ ٿئي تہ مسح نہ ڪرڻ جائز نہ آهي ڇو تہ انهن تي مسح فرض آهي ,انهيءَ تي فتوىٰ آهي-

(۵) چيڙين ۽ پٽيءَ جي سمورن حصن تي مسح ڪجي ڪٿي انهن جي سموري حصن جي هيٺان زخم نہ هجي ,يعني جيترو زخم جي مٿان آهن ۽ جيترو صحيح بدن جي مٿان آهن سڀ تي مسح ڪجي- جيڪڏهن چيڙين جي گهڻي پاڱي تي يعني اڌڪان وڌيڪ تي مسح ڪيو ويو تہ ڪافي آهي انهيءَ تي فتوىٰ آهي- پٽي جي ٻنهي ٻنڌڻ جي وچم هٿ ,نُونٽ يا بدن جو ڪو ٻيو هنڌ جيڪو کليل رهجي وڃي ان تي بہ مسح ڪرڻ ڪافي آهي اهوئي وڌيڪ صحيح آهي ۽ ان تي فتوىٰ آهي-

(٦) مسح اُن ساڳيءَ طرح ڪجي جيئن موزن تي ڪبو آهي ,يعني آڱرين کي آلو ڪري پٽي تي گهمائجي ,مسح هڪ ڀيروئي ڪافي آهي-

(۷) چيڙين ۽ پٽي تي مسح ڪرڻ انهن جي هيٺان واري بدن کي توڻ جي حڪم ۾ آهي ,موزن جي مسح وانگر عيوضي ناهي-

## چيڙين ۽ پٽي جي مسح ۽ موزن جي مسح ۾ فرق :

چيڙين ۽ پٽي جو مسح موزن جي مسح کان (۲.) ويهن حڪمن ۾ الڳ آهي :

(۱) اهو عيوضي ۽ بدل ناهي ۽ موزن جو مسح توڻ جو عيوضي ۽ بدل آهي-

(۲) ان لاءِ مدت مقرر ناهي-

(٣) جيڪڏهن چپڙيون ۾ پٺي مٿائي وٺي ته به تي مسح ڦيرڻ ڪرڻ واجب نه آهي بلڪه مستحب آهي.

(٤) جيڪڏهن مٿي هيٺ به چپڙيون پڌل هجن ۾ هڪ ڪي ڪولي ڇڏي ته به تي ڦيرڻ مسح ڪرڻ واجب نه آهي مستحب آهي.

(٥) چپڙين واري پير تي مسح ڪجي ۾ ٻئي پير کي ڌوئي ڇڏجي،پر موزن لاءِ اهو حڪم ناهي ، جيڪڏهن رڳو هڪ پير ۾ موزو هجي ته ٻنهي کي ڌوئڻ فرض آهي، رڳو هڪ تي مسح جائز ناهي.

(٦) چپڙين جو پاڪائي جي حالت ۾ ٻڌڻ شرط ناهي.

(٧) جيڪڏهن چپڙين تي مسح نقصان ڏئي ته مسح نه ڪرڻ جائز آهي

(٨) چپڙين جو مسح عذر جي صورت ۾ جائز آهي بنان عذر جي جائز نه آهي.

(٩) بي وضو ٿائي ۾ احتلام يعني غسل ۾ به چپڙين تي مسح جائز آهي.

(١٠) جيڪڏهن زخم ٺيڪ ٿيڻ تي چپڙيون ڪري پون ته مسح ختم ٿي ويندو نه ته ختم نه ٿيندو.

( ١١) جبيره ( چپڙين ) جي مسح ۾ نيت عالمن جي اتفاق سان شرط ناهي ، موزن جي نيت بابت اختلاف آهي.

(١٢) زخم ٺيڪ ٿيڻ تي چپڙيون ڪري پون ته رڳو ان هنڌ جو ڌوئڻ ضروري آهي.

(١٣) جيڪڏهن چپڙين ۾ ( مسح ڪرڻ کان پوءِ ) ڪنهن به طرح پاڻي اندر هليو وڃي ته مسح باطل نه ٿيندو پر موزن جو مسح باطل ٿي ويندو آهي.

(١٤) ٻڳل عضوي تي چپڙيون ٻڌي مسح ڪرڻ جائز آهي جيتوڻيڪ اهو عضوو ٽن آڱرين کان گهٽ باقي رهجي ويو هجي ، موزن جي مسح ۾ ٽن آڱرين جيتري اندازي جو باقي رهڻ شرط آهي.

(١٥) ڪن روايتن ۾ چپڙين ۾ ٻئي جو مسح نه ڪرڻ جائز آهي.

(١٦) چيڙين ۽ پٽي جو پيرن ۾ هجڻ شرط ناهي-

(١٧) جبيره ( چيڙين ) ۽ پٽي ۾ گهٽي پاڪي جو مسح شرط آهي، موزن ۾ ٽن آڱرين جيترو شرط آهي-

(١٨) جيڪڏهن ذڪ پهتل عضوي جو مسح نہ ڪري سگهجي تہ چيڙين جو مسح صحيح آهي-

(١٩) جبيره ۽ عصابہ جو مسح عملي فرض آهي ۽ موزن جو مسح رخصت ۽ جائز آهي-

(٢٠) جبيره جي مسح جي مدت مقرر نہ آهي ڇو تہ اهو توڙن وانگر آهي ۽ جيستائين اهو زخم وغيره ٺيڪ نہ ٿئي مسح ڪري سگهجي ٿو ۽ تندرستن جي امامت بہ ڪري سگهجي ٿي ( عذر واري جو معاملو ائين ناهي )، پر موزن جي مسح جي مدت مقرر آهي-

# حيض، نفاس ۽ استحاضي جو بيان

عورت جي جيڪو رت نڪرندو آهي اهو ٽن قسمن جو آهي: (١) حيض (٢) نفاس (٣) استحاضو-

## حيض جو بيان:

(١) حيض اهو رت آهي جيڪو رحم ( ٻار جي جاءِ ) کان بنان ٻار ڄڻڻ يا بيماري جي هر مهيني اڳيان کان نڪرندو آهي، جيڪڏهن رت پاخاني جي هنڌ کان نڪري تہ حيض ناهي ۽ ان جي بند ٿيڻ تي غسل فرض ناهي بلڪ مستحب آهي، ماهواري جي ڏينهن کان سواءِ ٻين ڏينهن ۾ ڪنهن دوا جي استعمال کان رت اچي تہ اهو بہ حيض نہ آهي-

(٢) حيض جو رت هنن چند ڳالهين سان ٻڌل آهي: ١- وقت، اهو نون سالن جي عمر کان نااميدي ( رت بند ٿي وڃڻ ) جي عمر تائين آهي- نون سالن جي عمر کان اڳ جيڪو رت نڪري اهو حيض ناهي- نااميدي جو وقت

پنجو نجاهہ سالن جي عمر آهي ، اهوئي معتبر قول آهي ۽ ان تي ئي فتوی آهي- ان کان پوءِ جيڪو رت ايندو اهو حيض ناهي جيڪڏهن اهو وڌيڪ ڳاڙهو يا ڪارو نہ هجي- پر جيڪڏهن اهڙو آهي تہ حيض آهي ۽ جيڪڏهن پيلو ، سائو يا خاڪي رنگ هجيس تہ حيض ناهي بلڪ استحاضو آهي جيڪڏهن ان عمر کان اڳ انهن رنگن مان ڪنهن رنگ جو رت نہ ايندو هجي ، نہ تہ جيڪڏهن عادت مطابق هجي تہ ان وقت بہ ان کي حيض ليکيو ويندو-

٢- رت جو شرمگاهہ جي ٻاهرين حصي تائين نڪري اچڻ ڪٽي ڪپهہ وغيره جي ڪري پوڻ ڪري ٻاهر اچي- ان ڪري جيستائين ڪجهہ ڪپهہ يا ڪپڙو رت ۽ شرمگاهہ جي ٻاهرين حصي جي وچم رڪاوٽ آهي تہ اهو حيض نہ ليکبو- حيض جي رت لاءِ وهڻ شرط نہ آهي- مطلب تہ جيستائين رت شرمگاهہ جي سوراخ مان ٻاهرين کل تائين نہ اچي ، ان وقت تائين حيض شروع ٿيڻ جو حڪم نہ لڳندو- ۽ سوراخ کان ٻاهرين کل م نڪري اچي تڏهن کان حيض شروع ٿيندو ڪٽي ان کل کان ٻاهر نڪري يا نہ نڪري چو تہ وهڻ شرط نہ آهي- جيڪڏهن ڪازال سوراخ جي اندر ڪپهہ وغيره رکي ڇڏي جنهن ڪري رت ٻاهر نہ نڪري سگهي تہ جيستائين سوراخ جي رڳو اندر رت رهي ۽ ٻاهرين ڪپهہ وغيره تي رت جو نشان نہ ٿئي ، ان وقت تائين حيض شروع ٿيڻ جو حڪم نہ لڳندو- ۽ جيڪڏهن رت جو نشان ٻاهرين کل م اچي وڃي يا ڪپهہ وغيره ڇڪي ٻاهر ڪڍي ڇڏي تڏهن کان حيض جو حساب ٿيندو ۽ جنهن وقت کان رت جو نشان ٻاهرين کل م يا ڪپهہ وغيره جي ٻاهرئين حصي تي ڏٺو وڃي اُن وقت کان حيض شروع ٿيڻ جو حڪم هوندو-

٣- حيض جو رت هنن ڇهن رنگن مان ڪنهن هڪ رنگ جو هجي ، ڪارو ، ڳاڙهو ، پيلو ، ميٽائون ( ڳاڙهاڻ مائل ڪارو ) ، سائو ، ڦلهيارو ، ۽

جيستائين صفا اڇو نہ ٿي وڃي اهو حيض آهي- آلاڻ جي حالت جو اعتبار آهي ، ان ڪري جيستري تائين ڪپڙو آلو آهي جيستائين اُن وقت تائين نج اڇو هجي ۽ جڏهن سڪي وڃي تہ پيلو ٿي وڃي تہ ان جو حڪم اڇاڻ وارو آهي ، ۽ آلاڻ جي حالت ۾ ڳاڙهو يا پيلو آهي ۽ سڪڻ کان پوءِ اڇو ٿي وڃي تہ ڳاڙهو ياپيلو سمجهيو ويندو ۽ اهو حيض جي حڪم ۾ هوندو-

۴- حيض جي مدت : حيض جي گهٽ ۾ گهٽ مدت ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون آهي- ٽن ڏينهن راتين کان ٿورو بہ گهٽ آهي تہ حيض ناهي بلڪ استحاضو آهي ڪنهن بيماريءَ جي ڪري اينئن ٿي ويو آهي ، ۽ حيض جي وڌ ۾ وڌ مدت ڏهہ ڏينهن ۽ ڏهہ راتيون آهي ، ان ڪري ڏهن ڏينهن کان وڌيڪ جيڪو رت اچي اهو حيض ناهي بلڪ استحاضو آهي-

(۵) رحم ٻار کان خالي هجي يعني اها عورت پيٽ ۾ ري سان نہ هجي-

٦- طهر ( پاڪائي ) جي پوري مدت ان کان اڳ ٿي چڪي هجي- ٻن حيضن جي وچ ۾ پاڪ رهڻ جي مدت گهٽ ۾ گهٽ پندرهن ڏينهن آهي ۽ وڌ ۾ وڌ جي ڪاحد ناهي- ان ڪري ٻن حيضن جي وچ ۾ جيڪي طهر ( يعني پاڪائي ) جا ڏينهن اچن جيڪڏهن اهي پندرهن ڏينهن کان گهٽ آهن تہ انهن ٻنهي حيضن کي الڳ نہ ڪندا- ان ڪري جيڪڏهن اهو وقفو ڏهن ڏينهن کان وڌيڪ نہ هجي تہ اهو طهر ۽ رت سڀ حيض ليکبا ۽ جيڪڏهن ڏهن ڏينهن کان وڌيڪ هجي تہ جيڪڏهن ڪيس پهريون ڀيرو حيض آيو هجي تہ ڏهہ ڏينهن حيض جا ليکبا ۽ جيڪڏهن ان جي عادت مقرر هجي تہ مقرر عادت موجب حيض ليکيو ويندو ۽ طهر جي گهٽ ۾ گهٽ مدت يعني پندرهن ڏينهن يا ان کان وڌيڪ وقفو هجي تہ طهر ليکبو ، نہ تہ باقي ڏينهن استحاضو هوندو-

## نفاس جو بيان :

(۱) نفاس اهو رت آهي جيڪو ٻار جي ڄمڻ کان پوءِ رحم ( ٻار ڄمڻ جي

هند ) کان اڳيان نکري ، جڏهن اڌ کان وڌيڪ ٻار ٻاهر نکري اچي ته هان جيڪو رت نکرندو اهو نفاس هوندو ، ان کان اڳ نفاس نه هوندو ، جيڪڏهن جاڙا ٻار پيدا ٿين ته نفاس پهرين ٻار جي ڄمڻ جي وقت کان هوندو ۽ ان جي ڄمڻ کان پوءِ کان چاليهن ڏينهن تائين نفاس ليکبو ان کان پوءِ استحاضو آهي، پر غسل جو حڪم ڏنو ويندو يعني عورت غسل ڪري نماز پڙهندي- شرط هي آهي ته ٻنهي جاڙن ٻارن جي ڄمڻ ۾ ڇهن مهينن کان گهٽ فاصلو هجي ، جيڪڏهن ٻنهي جي وچ ۾ ڇهه مهينا يا ان کان وڌيڪ وچوٽي هجي ته ٻه پيٽ ۽ ٻه نفاس ليکبا-

(٢) نفاس جي گهٽ ۾ گهٽ مدت مقرر نه آهي ، اڌ کان وڌ يک ٻار جي ٻاهر نکرڻ کان پوءِ جيڪو رت اچي کٽي رڳو هڪ جهٽ تائين اچي اهو نفاس آهي ، ۽ جيڪڏهن ٻار اڌ کان گهٽ نکتو ۽ اُن وقت رت آيو ته نفاس ناهي بلڪ استحاضو آهي- نفاس جي وڌ ۾ وڌ مدت چاليهه ڏينهن آهي جيڪڏهن رت چاليهن ڏينهن کان وڌيڪ ايندو رهيو ته اهڙي زال لاءِ جنهن کي نفاس پهريون ڀيرو آيو آهي چاليهه ڏينهن نفاس ليکبو ۽ باقي استحاضو هوندو ، ۽ جنهن جي نفاس جي عادت مقرر آهي ان لاءِ مقرر عادت جي ڏينهن تائين نفاس آهي ۽ باقي استحاضو- نفاس جي عادت جي هڪ ڀيرو ابتڙ اچڻ سان عادت مٽجي ويندي آهي ، ان تي ئي فتوى آهي-

## استحاضي جو بيان:

جيڪو رت حيض ۽ نفاس جي صفت کان ٻاهر هجي اهو استحاضو آهي ، ان جي نشاني هي آهي ته ان ۾ بدبوءِ نه هوندي آهي ۽ حيض ۽ نفاس جي رت ۾ بدبوءِ هوندي آهي- استحاضي جون هيٺيون ٻارهن صورتون آهن

(١) ماهواري جي ڏينهن ۾ جيڪو رت ٽن ڏينهن کان گهٽ هجي-

(٢) ماهواري جي ڏينهن ۾ جيڪو رت ڏهن ڏينهن کان وڌيڪ اچي-

(٣) جيڪو نفاس وارو رت چاليهن ڏينهن کان وڌيڪ اچي-

(٤ ۽ ٥) جيڪو حيض ۽ نفاس مقرر عادت کان وڌيڪ هجي ۽ پنهنجي وڌ ۾ وڌ مدت يعني ڏهن ۽ چاليهن ڏينهن کان وڌيڪ وڃي-

(٦) پيٽ واري عورت جو رت ، پيٽ جي ڏينهن ۾ ڪٽي ڪيترا به ڏينهن اچي-

(٧) نون سالن کان گهٽ عمر واري ڇوڪريءَ کي جيڪو رت اچي-

(٨) پنجو نجاهه سالن جي عمر کان پوءِ جيڪو رت اچي جيڪڏهن اهو سخت نه هجي يعني وڌيڪ ڳاڙهو ۽ ڪارو نه هجي-

(٩) پندرهن ڏينهن کان گهٽ وٿي هجڻ-

(١٠) پائخاني جي هنڌ کان جيڪو رت اچي-

(١١) ڄمڻ وقت ٻار جي اڌ يا ان کان گهٽ حصي جي ٻاهر اچڻ وقت جيڪو رت نڪري پر اڌ کان وڌيڪ ٻار جي نڪرڻ کان پوءِ جيڪو رت ايندو اهو نفاس ليکبو-

(١٢) بالغ ٿين تي پهريون پيرو حيض آيو ۽ اهو بند نه ٿيو ته هر مهيني ۾ پهريان ڏهه ڏينهن حيض جا ليکبا ۽ ويهه ڏينهن استحاضو هوندو- اهڙيءَ طرح جنهن کي پهريون پيرو نفاس آيو ۽ رت بند نه ٿيو ته پهريان چاليهه ڏينهن نفاس جا ڳڻبا ۽ باقي استحاضي جا-

## جدا جدا مسئلا :

(١) جيڪڏهن پورا ڏهه ڏينهن راتيون حيض آيو ۽ رت اهڙي وقت بند ٿيو جو رڳو هڪ پيرو الله اڪبر چئي سگهي ٿي ۽ غسل ڪرڻ جيترو وقت ناهي تڏهن به نماز واجب ٿي ويندي ان جي قضا پڙهڻ گهرجي- رمضان شريف ۾ جيڪڏهن رات جو پاڪ ٿي ۽ رات جو ايترو ٿورڙو حصو باقي آهي جنهن ۾ هڪ پيرو الله اڪبر به نه ٿي چئي سگهي تڏهن به ان صبح جو روزو واجب آهي-

(٢) جيڪڏهن حيض جو رت ڏهن ڏينهن کان گهٽ ۾ بند ٿي وڃي ته جيڪڏهن نماز جو ايترو آخري وقت هجي جنهن ۾ غسل ڪري ڪپڙا پائي تڪبير تحريمه چئي سگهي ته مٿس ان وقت جي نماز واجب ٿي ويندي، ان ڪري ان نماز جي قضا پڙهي ۽ جيڪڏهن ان کان گهٽ وقت هجي ته اها نماز مٿس واجب نه ٿيندي يعني اها نماز معاف آهي- ۽ روزي لاءِ حڪم هي آهي ته جيڪڏهن رات جو پاڪ ٿئي ۽ جلدي وهنجي سگهڻ جو وقت نه هجي ايتري قدر جو هڪ ڀيرو به الله اڪبر نه چئي سگهجي تڏهن به ان ڏينهن جو روزو واجب آهي ان ڪري ڪيس گهرجي ته روزي جي نيت ڪري ڇڏي ۽ صبح جو غسل ڪري ۽ جيڪڏهن جلدي غسل ڪرڻ جو وقت به نه هجي ته ان ڏينهن جو روزو فرض نه ٿيندو پر ان لاءِ ڏينهن جو کائڻ پيئڻ صحيح ناهي روزيدار وانگر رهي ۽ قضا روزو رکي-

(٣) اهڙي طرح جيڪڏهن رمضان شريف ۾ ڏينهن جو پاڪ ٿئي ته هاڻ پاڪ ٿيڻ کان پوءِ کائڻ پيئڻ صحيح ناهي، شام تائين روزيدارن وانگر رهڻ واجب آهي پر اهو ڏينهن روزي ۾ نه ليکبو تنهن ڪري ان جي قضا رکڻي پوندي-

(٤) ڪنهن ڇوڪريءَ پهريون ڀيرو رت ڏٺو جيڪڏهن ڪيس ڏهه ڏينهن يا ان کان گهٽ رت اچي ته اهو سمورو وقت حيض ليکبو ۽ جيڪڏهن ڏهن ڏينهن کان وڌيڪ اچي ته پورا ڏهه ڏينهن حيض آهي ۽ ان کان جيترو وڌيڪ هجي اهو سڀ استحاضو آهي-

(٥) ڪنهن عورت کي مثال طور ٽي ڏينهن حيض اچڻ جي عادت آهي پر ڪنهن مهيني ۾ ايئن ٿيو جو ٽي ڏينهن پورا ٿي ويا پر اڃان تائين رت بند نه ٿيو ته هاڻ نه غسل ڪري نه نماز پڙهي، جيڪڏهن ڏهه ڏينهن راتيون پوريون ٿيڻ تي يا ان کان اڳ مثال طور نائين ڏينهن رت بند ٿي وڃي ته انهن سڀ ڏينهن جو نمازون معاف آهن، انهن جي قضا نه پڙهڻي پوندي، ۽

ايئن چئبو تہ عادت منجي وئي ان ڪري اهي سڀ ڏينهن حيض جا هوندا ۽ جيڪڏهن يا رهين ڏينهن يعني ڏهين رات کان هڪ جهٽ بہ وڌيڪ رت آيو تہ هاڻ پتو پيو تہ حيض رڳو ٽي ڏينهن يعني مقرر عادت مطابق هو ۽ باقي سڀ استحاضو آهي ان ڪري اهڙي زال يا رهين ڏينهن غسل ڪري ۽ عادت جا ٽي ڏينهن ڇڏي باقي ڏينهن جون نمازون قضا پڙهي.

(٦) حيض يا نفاس ۾ هڪ ڀيري جي منجهڻ سان عادت منجي ويندي آهي انهيءَ تي فتوىٰ آهي، مثال طور ڪنهن عورت کي هميشہ چار ڏينهن حيض ايندو هو پوءِ هڪ مهيني ۾ پنج ڏينهن رت آيو ان کان پوءِ ٻئي مهيني ۾ پندرهن ڏينهن رت آيو تہ انهن پندرهن ڏينهن مان پنج ڏينهن حيض جا ۽ ڏهہ ڏينهن استحاضي جا ليکيا ويندا، هاڻ عادت يعني چئن ڏينهن جو اعتبار نہ ڪبو ۽ ايئن سمجهيو ويندو تہ عادت منجي وئي ۽ پنجن ڏينهن جي عادت ٿي وئي آهي، نفاس کي بہ ان تي قياس ڪيو وڃي.

(٧) جنهن عورت جي عادت مقرر نہ هجي بلڪ ڪڏهن چار ڏينهن رت ايندو هجي تہ ڪڏهن ست ڏينهن ۽ ڪڏهن وري ڏهہ ڏينهن بہ ايندو هجي اهڙيءَ طرح منندو رهي تہ اهو سڀ حيض آهي، اهڙي عورت کي جيڪڏهن ڪڏهن ڏهن ڏينهن کان وڌيڪ رت اچي تہ ان کان پهرين مهيني ۾ جيترا ڏينهن حيض آيو هجي اوترا ڏينهن حيض جا آهن ۽ باقي سڀ استحاضو آهي.

(٨) جنهن عورت جي عادت مقرر نہ هجي بلڪ ڪڏهن مثال طور ڇهہ ۽ ڪڏهن ست ڏينهن حيض اچي، پر هاڻ جيڪو رت آيو آهي سو بند نٿو ٿئي تہ ان لاءِ نماز روزي بابت گهٽ مدت يعني ڇهہ ڏينهن حيض جا ليکبا ۽ ستين ڏينهن وهنجي نماز پڙهي ۽ روزو رکي مگر ست ڏينهن پورا ڪرڻ کان پوءِ ٻيهر غسل ڪرڻ جو حڪم آهي، ۽ ستين ڏينهن جيڪو فرض روزو رکيائين ان جي قضا ڪري.

# حدث اصغر ۽ اڪبر جا حڪم

حدث اصغر يعني بي وضو هڻڻ ۽ حدث اڪبر يعني غسل واجب هڻڻ يا حيض يا نفاس جي حالت لاحق ٿيڻ ۽ استحاضي جي حڪمن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

پهريون اهي حڪم جيڪي رڳو حدث اصغر سان واسطو رکن ٿا:

(١) قرآن مجيد پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جائز آهي ڪٿي (بنان هٿ لڳائڻ جي) ڏسي يا زباني (ياد) پڙهيو پڙهايو وڃي-

(٢) نابالغ ٻارن کي قرآن مجيد ڏيڻ ۽ هٿ لائڻ مڪروهه ناهي-

ٻيو اهي حڪم جيڪي حدث اصغر ۽ اڪبر ٻنهين لاءِ گڏيل آهن يعني اهي حڪم جيڪي بي وضو هڻڻ، غسل واجب هڻڻ ۽ حيض نفاس جي حالت ۾ گڏيل آهن اُهي هي آهن:

(١) هر قسم جي نماز پڙهڻ حرام ۽ ناجائز آهي، ڪٿي فرض واجب هجي يا سنت ۽ نفل، ڪٿي رڪوع ۽ سجدي واري نماز هجي يا بنا رڪوع ۽ سجدي واري يعني نماز جنازه، ان ڪري جيڪو شخص بي وضو هجي يا مٿس غسل فرض هجي ته ڪيس وضو يا غسل ڪرڻ کان پوءِ نماز ادا ڪرڻ گهرجي- حيض ۽ نفاس واري عورت کان نماز بالڪل معاف ٿي ويندي آهي ۽ پاڪ ٿيڻ کان بعد به ان جي قضا واجب نه ٿيندي آهي- جيڪڏهن فرض يا واجب نماز پڙهڻ جي حالت ۾ حيض اچي ويو ته اها نماز معاف ٿي وئي، هاڻ اها نماز نه پڙهجي ۽ پاڪ ٿيڻ کان پوءِ ان جي قضا به نه پڙهجي- ۽ جيڪڏهن سنت يا نفل پڙهڻ جي حالت ۾ حيض اچي ويو ته هاڻ ان جي ادا به جاري نه رکجي پر پاڪ ٿيڻ کان پوءِ ان جي قضا پڙهڻي پوندي ۽ جيڪڏهن نماز جي آخر وقت ۾ حيض آيو ۽ اڃان تائين نماز نه پڙهي وئي هجي تڏهن به اها نماز معاف ٿي ويندي- حيض واري عورت لاءِ مستحب اهو آهي ته حيض واري ڏينهن ۾ هر نماز جي وقت وضو ڪري پنهنجي

گهر ۾ نماز پڙهڻ جي پاڪ جڳه تي ويهي رهي ۽ اندازي سان نماز ادا ڪرڻ جي مدت تائين الله جو ذڪر ، سبحان الله ، لااله الاالله ، الله اڪبر چوڻ ۽ درود شريف ، استغفار ۽ دعائن وغيره ۾ مشغول رهي جيئن نماز جي عادت ڇڏائجي نه وڃي ۽ پاڪ ٿيڻ کان پوءِ نماز سان دل لڳي ۽ سستي پيدا نه ٿئي-

(٢) قرآن مجيد کي هٿ لائڻ جائز نه آهي ڪٿي اُن هنڌ تي هٿ لڳائي جنهن ۾ آيت لکيل آهي يا اُن جڳه تي جتي ڪجهه به لکيل ناهي پر جيڪڏهن قرآن مجيد اهڙي پوش ۾ هجي جيڪو ان کان ڌار هجي يا رومال ۾ ويڙهيل هجي يا جلد اهڙو هجي جيڪو ان سان گڏ سبيل نه هجي بلڪ ڌار هجي جو لاهڻ سان لهي سگهي ته هٿ لائڻ ۽ کڻڻ جائز آهي ، جيڪو جلد قرآن شريف سان گڏ سبيل هجي يا پوش جلد سان گڏ سبيل هجي ته ان کي هٿ لائڻ جائز نه آهي ، پاتل ڪپڙي جهڙوڪ قميص جي ٻانهن ، پلؤ يا رئي جي پلاند سان هٿ لائڻ به جائز ناهي ، ۽ جيڪڏهن ڪپڙو بدن تي پهريل نه هجي بلڪ الڳ هجي جهڙوڪ رومال وغيره ته ان سان هٿ لڳائڻ يا جهلي کڻڻ ۽ کولڻ جائز آهي- جيڪڏهن پورو قرآن مجيد نه هجي بلڪ ڪنهن ڪاغذ ، ڪپڙي ، چمڙي ، روپئي پيسي ، پليٽ ، تعويذ يا ڪنهن ٻي شيءِ تي قرآن شريف جي ڪا آيت يا آيتون لکيل هجن ته ان کي ان لکيل هنڌ وٽان هٿ لائڻ ۽ کڻڻ جائز ناهي- پر جيڪو حصو ان لکيل آهي ان کي هٿ لائڻ ۽ جهلڻ جائز آهي جيڪڏهن آيت کي هٿ نه لڳي- جيڪڏهن اهڙو روپيو پيسو وغيره ٿيلهي ۾ هجي يا ڪنهن ٿانوءَ وغيره ۾ رکيل هجي يا تعويذ تي جدا ڪورو ڪاغذ ويڙهيل هجي ته ان ٿيلهي ، ٿانوءَ ۽ تعويذ کي هٿ لائڻ ۽ کڻڻ جائز آهي ، قرآن شريف کي ڏسڻ مڪروه ناهي چو ته ان ۾ قرآن مجيد کي هٿ نه ٿو لڳي-

(٣) قرآن مجيد کان علاوه ٻين آسماني ڪتابن جهڙوڪ توراة ، انجيل ۽

زبور وغيره کي رڳو ان هنڌ تي هٿ لڳائڻ مڪروهه آهي جتي لکيل هجي، ان لکيل هنڌ کي هٿ لڳائڻ مڪروهه ناهي ۽ اهوئي حڪم قرآن مجيد جي انهن آيتن جو آهي جن جي تلاوت منسوخ ٿي چڪي آهي- ڪن وٽ توراة ۽ انجيل ۽ ٻين آسماني ڪتابن جو به اهوئي حڪم آهي جيڪو قرآن مجيد کي هٿ لائڻ بابت بيان ٿيو ڇو ته انهن سڀن جي تعظيم واجب آهي پر اهو حڪم انهن آسماني ڪتابن لاءِ خاص هئڻ گهرجي جن ۾ ڪا گهاٽي واڌ ۽ ڦيرڦار نه ٿي هجي- جن تفسيرن سان گڏ اصل قرآني متن هجي انهن ۽ حديث ۽ فقه جي ڪتابن کي هٿ لائڻ بابت ٽي قول آهن : هڪ قول هي آهي ته انهن ۾ قرآني آيت جي هنڌ تي هٿ لائڻ جائز ناهي ان کان علاوه ٻئي هنڌ تي هٿ لائڻ جائز آهي، اهو قول شرعي قاعدن جي وڌيڪ مطابق آهي- ٻيون قول هي آهي ته انهن کي هٿ لائڻ ۾ بنهه ڪا ڪراهت ناهي- ۽ ٽيون قول هي آهي ته تفسير جي ڪتابن کي هٿ لائڻ مڪروهه تحريمي آهي ۽ حديث ۽ فقه جي ڪتابن وغيره کي هٿ لائڻ مڪروه ناهي- اهو ٽيون قول ترجيح جوڳو آهي ۽ ان ۾ احتياط به آهي ڇو ته تفسير جي ڪتابن ۾ قرآن مجيد ٻين ڪتابن کان وڌيڪ هوندو آهي ۽ انهن ۾ قرآن مجيد جو ذڪر ڪٿي ڪٿي نه بلڪه مستقل طور تي هوندو آهي ان ڪري حڪم ۾ اهي قرآن پاڪ سان مشابهت رکن ٿا-

(۴) جيڪڏهن قرآن مجيد جو رڳو اردو يا فارسيءَ وغيره ۾ ترجمو لکيل هجي اصل عربي متن گڏ لکيل نه هجي ته ان کي هٿ لائڻ امام ابو حنيفه رحه وٽ مڪروهه آهي، امام ابو يوسف رحه ۽ امام محمد رحه جو به معتبر قول اهوئي آهي-

(۵) قرآن مجيد جولکڻ مڪروه ناهي جيڪڏهن لکيل عبارت کي هٿ نه لڳي ڪٿي خالي هنڌ کي هٿ لڳي، اهو امام ابو يوسف رحه وٽ آهي ۽ قياس جي به ويجهو آهي- امام محمد رحه وٽ خالي هنڌ کي به هٿ لائڻ جائز

ناهي جو تہ سنڌن راءِ مطابق اهو قرآن مجيد کي هٿ لائڻ جي حڪم ۾ آهي، احتياط سنڌو قول اهوئي آهي- حنفي عالم طحطاوي رحہ ٻنهي قولن کي هن ريت ملايو آهي تہ امام ابو يوسف رحہ جي قول ۾ مڪروهہ تحريمي کي ڪٽ ڪيو ويو آهي ۽ امام محمد رحہ جي قول ۾ مڪروهہ تنزيهي کي ثابت ڪيو ويو آهي- ڪنهن ڪتاب وغيره ۾ هڪ آيت کان گهٽ لکڻ مڪروهہ ناهي ۽ قرآن شريف ۾ هڪ آيت کان گهٽ لکڻ بہ جائز ناهي-

## ٽيون اُهي حڪم جيڪي حدث اڪبر سان خاص آهن

(١) مسجد ۾ داخل ٿيڻ حرام ۽ ناجائز آهي ڪٿي لنگهڻ لاءِ ٺي هجي، پر جيڪڏهن ڪا سخت ضرورت هجي تہ جائز آهي مثال طور مسجد جي اندر پاڻي هجي ۽ ٻاهر ڪٿي پاڻي نہ ملي يا ڪنهن درندي چور يا ٿڌ جو ڊپ هجي يا ڪنهن جي گهر جو دروازو مسجد مان هجي ۽ سنڌس نڪرڻ جو ان کان سواءِ ڪو ٻيو رستو نہ هجي ۽ هو ڪيس ڦيرائي نہ سگهندو هجي ۽ نہ وري اُتان کان سواءِ ڪنهن ٻئي هنڌ رهي سگهندو هجي تہ ان لاءِ مسجد ۾ وڃڻ جائز آهي پر مٿس مسجد ۾ داخل ٿيڻ لاءِ تيمم واجب آهي- پر جنهن شخص کي مسجد ۾ احتلام پنجي وڃي ۽ هو انهيءَ وقت مسجد کان ٻاهر نڪري اچي تہ ان لاءِ تيمم ڪري نڪرڻ مستحب آهي واجب ناهي جيڪڏهن اهڙي شخص کي ڪنهن ڊپ وغيره جي ڪري مسجد ۾ ترسڻو پوي تہ هاڻ مٿس تيمم واجب آهي-

(٢) خانہ ڪعبہ ۽ مسجد الحرام جي اندر داخل ٿيڻ ۽ ڪعبي شريف جو طواف ڪرڻ حرام آهي ڪٿي طواف مسجد کان ٻاهر ڪيو وڃي-

(٣) عيد گاهہ جنازه گاهہ، مدرسي ۽ خانقاهہ ۾ وڃڻ جائز آهي-

(٤) قرآن مجيد پڙهڻ حرام آهي، تلاوت جي نيت سان ٿورڙو بہ نہ پڙهي پر جن آيتن ۾ الله سجانہ جي تعريف يا دعا جو مضمون هجي تہ جيڪڏهن

انهن کي قراءت جي ارادي سان نه پڙهي بلڪ ثناء ( تعريف ) , ڪم شروع ڪرڻ ۽ دعا يا شڪر ادا ڪرڻ جي خيال سان پڙهي ته جائز آهي مثال طور شڪر جي ارادي سان الحمدالله چوي يا ڪاڌي کائڻ وقت بسم الله پڙهي ته حرج ناهي , جيڪڏهن ڪو شخص پوري الحمد سوره دعا جي نيت سان پڙهي يا ربنا آتنا في الدنيا حسنه ( پچاڙيءَ تائين ) يا ربنا لاتؤ اخذنا ان نسينا ( پچاڙيءَ تائين ) يا ڪابي ان جهڙي دعا واري آيت دعا جي نيت سان پڙهي ته جائز آهي ان ۾ ڪو گناه ناهي , دعاءِ قنوت جو پڙهڻ , الله پاڪ جو نالو وٺڻ , استغفار پڙهڻ يا ڪو ٻيو وظيفو جهڙوڪ لاحول ولا قوة الا بالله پڙهڻ کان جهل ناهي بلڪ انهن ۾ ٻين دعائن جو پڙهڻ , ڪڻ ۽ هٿ لائڻ جائز آهي-

(۵) جيڪڏهن ڪنهن استاديائي زال کي ماهواري يا نفاس اچي وڃي ته ڪيس ڪپي ته ٻارن کي روان پڙهائڻ مهل پوري آيت نه پڙهي بلڪ هڪ هڪ لفظ سيکاري ۽ انهن جي وچ ۾ ٻيهي ۽ ساهي پٽي ۽ ٻيهي ٻيهي پاڳا ڪري روان پڙهائي- ان لاءِ به گڏيل لفظ هڪ ساهي سان پڙهڻ جائز ناهي, جوڙ ڪرائڻ مڪروهه ناهي بلڪ صحيح آهي- ڪن فقيهن اهو حڪم حيض واري عورت لاءِ خاص ڪيو آهي ۽ احتلام واري شخص لاءِ ان کي جائز نه رکيو آهي ڇو ته عورت هر مهيني ۾ ڪجهه ڏينهن ان لاءِ مجبور آهي ان ڪري تعليم ۾ حرج جي خيال سان ڪيس اجازت ڏني وئي آهي پر احتلام واري جي اهڙي ڪا مجبوري ناهي- مگر ترمعتبر ڏنل قول اهو آهي ته احتلام واري جو به اهوئي حڪم آهي-

چوٿون اهي حڪم جيڪي رڳو حيض نفاس واري عورت سان خاص آهن:

(۱) ان حالت ۾ روزو رکڻ نا جائز آهي پر روزو بنهه معاف نه ٿو ٿئي بلڪ پاڪ ٿيڻ کان بعد انهن روزن جي قضا ضروري آهي يعني فرض روزن جي

قضا فرض ۽ واجب روزن جي قضا واجب آهي ، جيڪڏهن فرض روزي جي حالت ۾ حيض يا نفاس شروع ٿي ويو ته اهو روزو پڇي پوندو ان جي قضا رکي کڻي اهو روزو فرض ۽ واجب هجي يا سنت ۽ نفل ، ڇو ته شروع ڪرڻ کان پوءِ سنت ۽ نفل روزو به واجب ٿيو پوي-

(٢) حيض ۽ نفاس واري عورت سان مباشرت حرام آهي ۽ ان کي حلال ۽ جائز سمجهڻ ڪفر آهي ۽ جيڪي شيون مباشرت وانگر آهن انهن جو به ساڳيوئي حڪم آهي ، ان ڪري اهڙي عورت جي دن ۽ گوڏن جي وچ واري جسم کي ڏسڻ ان سان پنهنجي جسم کي ملائڻ جيڪڏهن ڪو ڪپڙو وچ ۾ اوٽ نه هجي ته حرام آهي ، گوڏن ۽ دن جي وچ واري حصي کان سواءِ باقي بدن يعني دن کان مٿاهين حصي ۽ گوڏن کان هيٺ واري بدن جي حصي کي پنهنجي جسم سان ملائڻ ( يعني ان حصي کي ڇهڻ ۽ لطف اندوزي ) جائز آهي کڻي وچم ڪپڙي جي اوٽ نه هجي- ۽ دن ۽ گوڏن جي وچ واري بدن جي حصي سان پنهنجو بدن ملائڻ يعني ڇهڻ ۽ لذت حاصل ڪرڻ ان وقت جائز آهي جڏهن ڪپڙو وچم لوٽ هجي- ان حصي ۾ ڪپڙي جي لوٽ هجڻ جي صورت ۾ حيض نفاس واري عورت سان ليٽڻ وغيره جائز آهي ، بلڪ حيض جي ڪري جائز نه سمجهندي زال کان ڌار سمهڻ ۽ ساٿس وچڙڻ کان پاسو ڪرڻ مڪروهه آهي جيڪڏهن شهوت جو غلبو ۽ چاڙهه نه هجي-

(٣) حيض نفاس واري عورت کان کاڌو تيار ڪرائڻ ۽ سندس ڪتب آندل شين کي ڪم آڻڻ جائز آهي ، اهڙي عورت لاءِ کاڌي پيتي لاءِ هٿ ڌوئڻ ۽ ڪرڙي ڪرڻ مستحب ۽ بهتر آهي ايئن نه ڪرڻ مڪروه تنزيهي آهي ۽ پورو وضو ڪري وٺڻ وڌيڪ بهتر آهي-

(٤) حيض نفاس جو رت بند ٿيڻ کان بعد غسل واجب ٿي پوندو آهي-

(٥) جيڪڏهن ڪنهن زال کي غسل جي ضرورت هئي ۽ اڃان هو غسل نه

ڪري سگهي ٿي تہ حيض شروع ٿي ويو تہ هاڻ مٿس غسل ڪرڻ واجب ناهي بلڪ جڏهن مهواري کان پاڪ ٿئي تڏهن غسل ڪري ۽ هڪ ئي غسل پنهي سببن پاران ٿي ويندو.

پنجون: اُهي حڪم جيڪي رڳو حيض لاءِ آهن نفاس لاءِ ثابت ناهن سي ست آهن:

(١) عدت جو پورو ٿيڻ (تفصيل فقہ جي ڪتابن ۾ طلاق جي بيان ۾ ڏسو).

(٢) استبراء (رحم جو حمل کان خالي هئڻ) جو ثابت ٿيڻ.

(٣) بالغ ٿيڻ جو حڪم.

(٤) سنت ۽ بدعت واري طلاق جي وچ ۾ فرق ڪرڻ.

(٥) لاڳيتي روزن (يعني ڪفاري جي روزن) جي لاڳيتي هئڻ ۾ فرق نہ پوڻ.

(٦) حيض جي گهٽ ۾ گهٽ مدت ٽي ڏينهن آهي ۽ نفاس جي گهٽ ۾ گهٽ مدت جي ڪا حد مقرر ناهي.

(٧) حيض جي وڌ ۾ وڌ مدت ڏهہ ڏينهن آهي ۽ نفاس جي وڌ ۾ وڌ مدت چاليهہ ڏينهن آهي.

ڇهون: استحاضي جو حڪم: استحاضي جو حڪم ان نڪهير وانگر آهي جيڪا هميشہ جاري رهي، اهو نماز روزي (ڪٿي نفلي هجن) ۽ جماع آڏو روڪ نہ بڻبو. ان ڪري استحاضي واري زال نماز بہ پڙهندي، روزو بہ رکندي ۽ ان سان همبستري ڪرڻ بہ جائز آهي، ان لاءِ قرآن مجيد پڙهڻ، ان کي هٿ لائڻ، مسجد ۾ داخل ٿيڻ ۽ ڪعبي شريف جو طواف ڪرڻ جائز آهي (جيڪڏهن مسجد کي خراب نہ ڪري)، اها معذور جي حڪم ۾ آهي. ان ڪري هر نماز جي وقت نئون وضو ڪري ۽ ان لاءِ غسل ضروري ناهي. وڌيڪ تفصيل معذور جي حڪمن ۾ ڏسو.

# معذور جا حڪم

**تعريف:** معذور اهو شخص آهي جنهن کي اهڙو عذر لڳي وڃي جنهن کي روڪڻ ان جي وس کان ٻاهر هجي ۽ سندس اهو عذر هڪ نماز جي پوري وقت تائين لاڳيتو موجود رهي، ايترو وقت نہ مليس جو ان وقت جي فرض ۽ واجب نماز طهارت سان پڙهي سگهي جهڙوڪ نڪهير يا استحاضي جو رت جاري هجي يا (پيٽ ڪان) هوا، پيشاب يا دست، يا جسم مان پوڻ نڪرندي رهي يا بدن جي ڪنهن هنڌ جهڙوڪ اک، ڪن، دن يا ڇاتي وغيره ڪان سور سان ڳڙ پاڻي نڪرندو رهي ۽ جيڪڏهن ايترو وقت ملي وڃيس جنهن ۾ طهارت سان فرض واجب نماز پڙهي سگهي تہ ڪيس معذور نہ ليکبو.

**شرط:** پهريون پيرو عذر جي ثابت ٿيڻ لاءِ هي شرط آهي تہ هڪ نماز جي پوري وقت تائين عذر قائم رهي يعني ڪيس ايترو وقت نہ ملي جو جنهن ۾ اهڙو وضو ڪري سگهي جو رڳو وضو جا فرض ادا ٿين، ۽ فرض ۽ واجب نماز جيڪا گهٽو ڊگهي نہ هجي ادا ڪري سگهي.

عذر جي ٽٽڻ لاءِ هي شرط آهي تہ هڪ نماز جي پوري وقت تائين عذر ٽٽل رهي، مثال طور ظهر جو ڪجهہ وقت گذري ويو تڏهن زخم وغيره جو رت وهڻ شروع ٿيو تہ آخر وقت تائين انتظار ڪري، جيڪڏهن بند ٿي وڃي تہ ٺيڪ، نہ تہ انهيءَ حالت ۾ وضو ڪري نماز پڙهي ڇڏي، پوءِ جيڪڏهن عصر جي وقت جي منجهہ ئي منجهہ بند ٿي ويو تہ اهو معذور نہ ليکبو، ۽ جيڪي نمازون ان وقت ۾ پڙهيون ويون يعني ظهر ۽ عصر ٻنهيءَ وقتن جون نمازون صحيح نہ ٿيون آهي ٻيهر پڙهي مگر متس سنت ۽ نفلن جي قضا واجب ناهي- عصر جي وقت غير مڪروهہ وقت تائين انتظار ڪري، جيڪڏهن بند نہ ٿئي تہ وضو ڪري ۽ نماز پڙهي ڇڏي- پوءِ جيڪڏهن

مڪروه وقت ۾ رت بيهجي وڃي ته اهو معذور نه سمجهيو ويندو ۽ ڪيس اها نماز ٻيهر پڙهڻي پوندي- ۽ جيڪڏهن عصر جي پوري وقت ۾ اهڙيءَ ريت رت وهندو رهيو جو ڪيس پاڪائيءَ سان نماز پڙهڻ جي فرصت نه ملي ته هاڻ عصر جي وقت گذرڻ تي مٿس معذور هئڻ جو حڪم لڳايو ويندو ۽ سندس پڙهيل نماز صحيح ٿي ويندي-

عذر جي باقي رهڻ جو شرط هي آهي ته نماز جو ڪو وقت مٿس اهڙو نه گذري جنهن ۾ عذر موجود نه هجي ڪٿي هڪ ٿي پيري لاءِ هجي- ان ڪري جڏهن هڪ ڀيري ڪو شخص معذور ليکيو ويو ته ان کان بعد واري وقتن ۾ ان عذر يعني رت وغيره جي وهڻ جو هر وقت هئڻ شرط ناهي بلڪ جيڪڏهن هر نماز جي پوري وقت ۾ هڪ ڀيرو به رت اچيو وڃي ۽ باقي سمورو وقت بند رهي تڏهن به معذور رهندو- پر جيڪڏهن ان کان پوءِ هڪ پورو وقت اهڙو گذري وڃي جنهن ۾ رت بنهه نه اچي ته هاڻ معذور نه رهندو-

## معذور جا حڪم:

(١) ڪيس هر نماز لاءِ نئون وضو ڪرڻ گهرجي, جيستائين اهو وقت رهندو تيستائين ان جو وضو باقي رهندو جيڪڏهن وضو کي ڀڃندڙ ڪابي شيءِ واقع نه ٿئي- ۽ ان وضو سان ان وقت اندر مرضي مطابق فرض ۽ واجب, سنت ۽ نفل ۽ قضا نمازون پڙهي سگهي ٿو, جڏهن اهو وقت گذري ويندو ۽ ٻي نماز جو وقت داخل ٿي ويندو ته هاڻ ڪيس نئين سر وضو ڪرڻ کپي, ۽ جيڪڏهن وضو تي قادر نه هجي ته تيمم ڪري-

(٢) معذور جي وضو کي ان وقت جو گذري وڃڻ يا ٻي وضو کي ڀڃندڙ ڪنهن ٻي شيءِ يا عذر جو لڳڻ ڀڃي ڇڏي ٿو مثال طور نڪهير جاري رهڻ جي ڪري وضو ڪيائين پوءِ پيشاب يا پاخانو ڪيائين ته وضو ڀڃي پوندو, معذور جي طهارت ٻن شرطن سان وقت اندر باقي رهندي آهي,

پڇڻيون هي ته اُن پنهنجي عذر جي ڪري وضو ڪيو هجي، پيون هي ته ڪيس ٻي ڪا ناپاڪائي يا عذر نه لڳو هجي.

(٣) جيڪڏهن ڪنهن شخص فجر جي وقت وضو ڪيو ته سج اڀرڻ کان پوءِ ان وضو سان نماز نه ٿو پڙهي سگهي، ڪيس نئون وضو ڪرڻ کپي ۽ جيڪڏهن سج اڀرڻ کان پوءِ وضو ڪيائين ته ان وضو سان ظهر جي نماز پڙهڻ صحيح آهي، ظهر جي وقت نئون وضو ڪرڻ جي ضرورت ناهي جڏهن عصر جو وقت ٿيندو تڏهن ڪيس نئون وضو ڪرڻو پوندو پر جيڪڏهن ڪنهن ٻئي سبب ڪري وضو ڀڄي پوي ته پوءِ ان سبب ڪري وضو ڪرڻو پوندو.

(٤) ڪنهن کي اهڙو زخم هيو جيڪو هر وقت وهندو رهندو هو اُن وضو ڪيو پوءِ ڪنهن ٻئي هنڌ پيو زخم ٿي پيو ۽ وهڻ لڳو ته وضو ڀڄي پوندو ۽ ڪيس نئون وضو ڪرڻو پوندو.

(٥) جيڪڏهن معذور کي ان ڳالهه جي سگهه آهي ته ٻڌڻ سان يا ڪپهه وغيره رکڻ سان يا ڪپهه وغيره جي چار پرڻ سان رت يا ڪو ٻيو عذر روڪي سگهي يا گهٽ ڪري سگهي يا ويهڻ سان رت نٿو وهي ۽ بيهڻ سان وهي ٿو ته ان کي بند ڪرڻ واجب آهي ۽ هاڻ ڪيس معذور نه ليکبو. استحاضي واري عورت جو به اهوئي حڪم آهي ۽ اهوئي صحيح آهي. اهو حڪم حيض واري عورت لاءِ ناهي يعني حيض نفاس جي جاري ٿيڻ ۽ شرمگاه جي ٻاهرين حصي تائين اچي وڃڻ کان پوءِ هاڻ ان کي روڪڻ سان به اها عورت حيض واري ئي رهندي.

(٦) جنهن جي نڪهير جاري هجي يا زخم کان رت وهي ته آخر وقت تائين انتظار ڪري پوءِ جيڪڏهن رت بند نه ٿئي ته وقت گذرڻ کان اڳ وضو ڪري نماز پڙهي ڇڏي.

(٧) استحاضي واري عورت جيڪڏهن غسل ڪري آخر وقت ۾ ۽ وضو

ڪري عصر جي نماز اول وقت ۾ پڙهي ۽ اهڙيءَ طرح مغرب جي نماز غسل ڪري آخر وقت ۾ ۽ عشاء جي نماز وضو ڪري اول وقت ۾ پڙهي ۽ فجر جي نماز بہ غسل ڪري پڙهي تہ بهتر آهي ۽ اهو ادب حديث شريف ۾ بيان ٿيو آهي ، ٿي سگهي ٿو تہ ان جي خيال رکڻ جي برڪت سان ان جي مرض کي فائدو پهچي-

(۸) معذور جي پويان نماز پڙهڻ بني معذور لاءِ اُن وقت جائز آهي جڏهن ٻنهيءَ جو عذر هڪ جهڙو هجي- ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن جي هوا جاري رهندي هجي تہ ان جي نماز اهڙي شخص جي پويان جائز آهي جنهن جي هوا جاري رهندي هجي ۽ اهو اهڙي شخص جي پويان نماز نہ پڙهي جنهن کي سلس البول ( پيشاب جاري رهڻ ) جي بيماري هجي- ان جو وڌيڪ تفصيل امامت جي بيان ۾ آهي-

(۹) جيڪڏهن عذر واري جو رت يا پيشاب وغيره ڪپڙي يا بدن تي لڳي وڃي تہ جيڪڏهن اهڙو هجي جو نماز ختم ڪرڻ کان اڳ ٻيهر لڳي وڃي تہ ان جو ڌوئڻ واجب ناهي ، جيڪڏهن اهڙو ناهي تہ ڌوئڻ واجب آهي ، جيڪڏهن هڪ روپئي جي سڪي کان وڌيڪ پليتي لڳي وڃي تہ نماز نہ ٿيندي-

# پليتين جو بيان

## پليتين جي پاڪ ڪرڻ جو طريقو:

جيڪي شيون پنهنجي وجود ۾ ناپاڪ ناهن پر ڪنهن پليتيءَ جي لڳڻ ڪري ناپاڪ ٿي ويون هجن انهن جي پاڪ ڪرڻ جا ڏهه طريقا آهن:
(١) ڌوئڻ - پاڻي ۽ هر اهڙي وهندڙ پتري ۽ پاڪ شيءِ سان جنهن سان پليتي ختم ٿي سگهي، جهڙوڪ سرڪو، گلاب ۽ زعفران جو پاڻي، رانهن جو پاڻي وڻن، ميون ۽ چاهينءَ جو پاڻي ۽ بيون اهڙيون مائع پاڻينيون شيون جن ۾ ڪپڙو پسائي نپوڙي سگهجي - پر جن ۾ سٽپ هجي ۽ منجهن ڪپڙو پسائي نپوڙي نه سگجهي انهن سان پليتي دور ڪرڻ جائز ناهي جهڙوڪ تيل، گيهه، شوربو، ماکي ۽ چاش وغيره - جيڪڏهن پليتي خشڪ ٿيڻ کان پوءِ نظر ايندڙ هجي ته پليتيءَ جي وجود کي ختم ڪيو وڃي ۽ ان ۾ ڌوئڻ جي ڳاڻاٽي جو حساب نه آهي جيڪڏهن هڪ ڀيرو ڌوئڻ سان ئي پليتي ۽ ان جو اثر يعني رنگ ۽ بوءِ ختم ٿي وڃي ته اهوئي ڪافي آهي پر پوءِ به ٽي ڀيرا ڌوئڻ مستحب آهي ۽ جيڪڏهن ٽن ڀيرن ۾ به اثر نه وڃي ته ايتري تائين ڌوئڻ گهرجي جيستائين اهو اثر صفا ختم نه ٿي وڃي- اثر کي مٽائڻ لاءِ صابڻ وغيره جي ضرورت ناهي جيڪڏهن پاڻي صاف اچڻ لڳي ۽ نجاست جو وجود ختم ٿي وڃي پر رنگ باقي رهجي وڃي جيڪو ختم نه ٿئي ته ان ۾ ڪو حرج ناهي- ۽ جيڪڏهن اها رنگدار پليتي پاڻ پليت ناهي ته ٽي ڀيرا ڌوئڻ سان پاڪ ٿي ويندي ڪٿي رنگدار پاڻي نڪرندو رهي، مثال طور ڪپڙي کي رنگڻ لاءِ رنگ پسايو ويو ان ۾ ڪنهن ٻار پيشاب ڪري وڌو يا ڪابي پليتي ان ۾ ڪري پئي ان سان ڪپڙو رنگيو ويو ته ٽي ڀيرا ڌوئڻ سان پاڪ ٿي ويندو ڪٿي پوءِ به رنگ نڪرندو رهي- جيڪڏهن پليتي خشڪ ٿيڻ کان پوءِ نظر اچڻ واري نه هجي ته ان کي ٽي ڀيرا ڌوئجي،

۽ جيڪا شيء نپوڙي سگهجي ان کي هر ڀيري نپوڙڻ شرط آهي ۽ نيون ڀيرو چڱيءَ طرح پوري طاقت سان نپوڙيو وڃي ، هر شخص جي پنهنجي طاقت جو اعتبار آهي- جيڪا شيء نپوڙي نه ٿي سگهجي جهڙوڪ ٿلهو يا ڳرو ڪپڙو ، فراشي ۽ ڪمبل وغيره ته ان کي ٽي ڀيرا ٽوٽو وجي ۽ هر ڀيري سڪايو وڃي ۽ سڪائڻ جي حد هي آهي ته ڪيس ايترو وقت ٽنگي ڇڏجي جو ان مان پاڻي ٽمڻ بند ٿي وڃي ، صفا سڪي وڃڻ شرط ناهي- جيڪڏهن اها ڳري شيء اهڙي هجي جو پليتي کي جذب نه ڪري جهڙوڪ ٿلهو وغيره ته رڳو ٽي ڀيرا ٽوئڻ سان پاڪ ٿي ويندي ، هر ڀيري ايترو وقت ڇڏڻ جو پاڻي ٽمڻ بند ٿي وڃي ضروري ناهي- جذب ڪرڻ يا نه ڪرڻ جي لحاظ سان شيون ٽن قسمن جون آهن : پهريون جيڪي پليتي کي بنهه جذب نه ٿيون ڪن جهڙوڪ لوهه ، ٽامون ۽ پتل وغيره اهي ٽوئڻ سان پاڪ ٿي وينديون آهن ۽ اگهي ڇڏڻ سان به پاڪ ٿي وينديون آهن جيڪڏهن پليتي جو اثر ختم ٿي وڃي ۽ اهي کهريون نه هجن- ٻيون : جيڪي پليتي کي گهٽو جذب نه ٿيون ڪن پر ڪجهه نه ڪجهه جذب ڪن ٿيون جهڙوڪ ٿلهو وغيره ، اهي به پليتي هٽائڻ سان پاڪ ٿي وينديون آهن- ٽيون : جيڪي پورو جذب ڪن ٿيون جهڙوڪ ڪپڙو وغيره ، اهڙين شين کي ٽي ڀيرا ٽوئڻ ۽ هر ڀيري نپوڙڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن اها شيء نپوڙي نه سگهجي ته هري ڀيري ٽنگي ايترو وقت ڇڏي ڏجي جو پاڻي ٽمڻ بند ٿي وڃي-

(٢) اگهڻ ، ترار ، ڇري ، چاقو ۽ آئينو وغيره جيڪي چمڪايل هجن يعني مٽي ڪٽ چڙهيل نه هجي ۽ کهريون به نه هجن ، اهي شيون جهڙيءَ طرح ٽوئڻ سان پاڪ ٿي وينديون آهن ساڳيءَ طرح جيڪڏهن ڪين ڪپڙي ، پن يا مٽي وغيره سان ايترو اگهيو وڃي جو پليتي جو اثر بنهه ختم ٿي وڃي ته پاڪ ٿي وينديون آهن ڪٿي نجاست آلي هجي يا خشڪ ۽ جسم واري هجي يا بنان جسم جي- پر جيڪڏهن اها شيء کهري يا اُپريل چٽن واري هجي يا

ان تي ڪٽ چڙهيل هجي تہ رڳو اگهڻ سان پاڪ نہ ٿيندي پر ان جو ڌوئڻ ضروري آهي-

(٣) **مهٽڻ**: مني جيڪڏهن ڪپڙي کي لڳي وڃي ۽ آلي هجي تہ ڌوئڻ واجب آهي اهوئي معتبر قول آهي، مرد ۽ عورت سڀ جي مني جو اهو هڪ ئي حڪم آهي، ٻين ساهوارن جي مني ڌوئڻ سان ئي پاڪ ٿيندو، ڪٿي آلي هجي يا سڪل، انهي تي فتوىٰ آهي-

(۴) **چلڻ ۽ رهڙڻ**، جيڪڏهن موزو، جتي ۽ بستر بند وغيره تي جسم رکندڙ نجاست لڳي وڃي جهڙوڪ پاخانو، ڇيڻو ۽ مني وغيره پوءِ جيڪڏهن اها نجاست خشڪ ٿي وڃي تہ چلڻ يا رهڙڻ سان پاڪ ٿي ويندو جيڪڏهن پليتي جو جسم ۽ اثر ختم ٿي وڃي- رهڙڻ ڪٿي زمين سان هجي يا ننهن، ڪاٺي ۽ پٿر وغيره سان هجي- ۽ جيڪڏهن نجاست آلي هجي تہ ڌوئڻ کان سواءِ اهو موزو وغيره پاڪ نہ ٿيندو ۽ امام ابو يوسف رحہ وٽ جيڪڏهن اهڙيءَ ريت ان کي اگهيو وڃي جو ان پليتي جو ڪو اثر، رنگ ۽ بوءِ باقي نہ رهي تہ پاڪ ٿي ويندو، انهيءَ تي فتوىٰ آهي- جيڪڏهن اها نجاست جسم رکندڙ نہ هجي جهڙوڪ شراب ۽ پيشاب وغيره تہ جيڪڏهن منجهس مٽي رلجي وڃي يا مٿس مٽي ڪيري يا واري وغيره وجهي رهڙي ڇڏجي ۽ چڱيءَ طرح اگهي ڇڏجي تہ پاڪ ٿي ويندو، اهوئي صحيح آهي ۽ ان تي فتوىٰ آهي- ڪپڙو ۽ بدن چلڻ يا رهڙڻ سان پاڪ نہ ٿيندو آهي، سواءِ ڪپڙي تي مني لڳڻ جي صورت جي، جو تہ اهو رهڙڻ سان پاڪ ٿي ويندو آهي جيئن مٿي بيان ڪيو ويو-

(۵) **سڪي وڃڻ ۽ سندس اثر ختم ٿي وڃڻ**: زمين سڪي وڃڻ ۽ نجاست جي اثر (رنگ ۽ بوءِ) جي ختم ٿي وڃڻ سان نماز لاءِ پاڪ ٿي ويندي آهي، تيمم لاءِ پاڪ نہ ٿيندي آهي- اُس، باهہ يا هوا سان سڪڻ يا ڇانوءَ ۾ سڪڻ جو حڪم ساڳيو آهي- جيڪي شيون زمين ۾ آهن

جهڙوڪ ٻٽيون ,وڻ ۽ گاهه وغيره جيستائين اهي زمين ۾ بيٺل آهن انهن سين جو اهوئي حڪم آهي جيڪو زمين جي پاڪ ٿيڻ جو آهي- جنهن کوهه ۾ ناپاڪ پاڻي هجي جيڪڏهن اهو کوهه بند ڪري وڃي ته پاڪ ٿي ويندو-

(٦) **پاهه ۾ سڙيي وڃڻ :** ڇيڻو ,پاخانو يا ڪابه نجاست جيڪڏهن سڙي ڇار ٿي پوي ته ان جي پاڪائي جو حڪم لڳايو ويندو , انهيءَ تي فتويٰ آهي , انهن جو دونهون به پاڪ آهي- جيڪڏهن اها ڇار يا دونهون مانيءَ کي لڳي وڃي ته ڪو حرج ناهي ماني پاڪ آهي- پليت مٽيءَ سان ناهيل ٿانوءِ ٺوڪيءَ ۾ پچايا وڃن ته پاڪ ٿي ويندا ,پليتي لڳل چاقو , ڇري , مٽي يا ٽامي وغيره جا ٿانوءِ جيڪڏهن پڙڪندڙ باهه ۾ وڌا وڃن ته پاڪ ٿي ويندا آهن-

(٧) **ڪيفيت جو مٽجڻ :** شراب جيڪڏهن ڦري سرڪو ٿي پوي ته پاڪ آهي- جيڪڏهن پڪل ماني ,ٿوم يا بصرن وغيره کي شراب ۾ وڌو وڃي پوءِ اهو شراب سرڪو بڻجي وڃي يا ان مانيءَ ۽ ٿوم وغيره کي جيڪا شراب سان پسي وئي هجي سرڪي ۾ وڌو وڃي ۽ ان ۾ شراب جي بوءِ ( اثر باقي نه رهي ته اها ماني ۽ بصر وغيره پاڪ ٿي ويندا- پليت تيل صابڻ ۾ وڌو وڃي ته ان جي پاڪ ٿيڻ جي فتويٰ ڏني ويندي ڇو ته ان جي ماهيت تبديل ٿي وئي- ناپاڪ زمين جي مٿاهين مٽي هيٺ ۽ هيٺاهين مٿي ڪري ڇڏڻ سان پاڪ ٿي ويندي آهي ,پاخانو جيڪڏهن مٽي بڻجي وڃي ته پاڪ آهي-

(٨) **چمڙي کي رنگ ڏئي پاڪ ڪرڻ :** انسان ۽ سوئر کان سواءِ هر ساهدار جي کل رنگڻ سان پاڪ ٿي ويندي آهي , انسان جي کل عزت ۽ احترام جي ڪري نه رنگي ويندي آهي پر جيڪڏهن ان کي رنگ ڏنو ويو ته پاڪ ٿي ويندي مگر ان کي ڪتب آڻڻ احترام جي ڪري جائز ناهي- رنگ ڏيڻ جا ٻه قسم آهن : پهريون حقيقي جيڪو دوا ,چوني , ڦٽڪي ۽ ٻير جي

پنن وغيره سان ڪيو ويندو آهي- ٻيو حڪمي جيڪو مٽي هٽي يا اُس يا هوا ۾ سڪائي ڪيو وڃي ، ٻنهي قسمن جي رنگ ڪرڻ سان چمڙو پاڪ ٿي ويندو-

**(٩) جانورن جي گوشت ۽ چمڙي کي ذبح سان پاڪ ڪرڻ :**

جنهن ساهواري جي کل چمڙو رنگ ڪرڻ سان پاڪ ٿي ويندو آهي ذبح سان به پاڪ ٿي ويندو آهي ، اهڙيءَ طرح رت کان سواءِ سندس سڀ حصا ذبح ڪرڻ سان پاڪ ٿي ويندا آهن اهوئي صحيح قول آهي ، پر شرط هي آهي ته ذبح ڪندڙ شخص شريعت موجب ان جو اهل هجي- حرام جانورن جو گوشت ذبح سان پاڪ نه ٿو ٿئي ، اهو وڌيڪ معتبر قول آهي-

**(١٠) کوهه جو پاڻي ڪڍي ان کي پاڪ ڪرڻ :** ان جو تفصيل پهرين مٿي بيان ٿيو آهي-

## ٻيا لاڳاپيل مسئلا :

(١) انسان جي ٿڪ پاڪ آهي ۽ پاڪ ڪندڙ آهي-

(٢) پليت ڪپهه کي ڌنوڻ ( صاف ڪرڻ ) ، جيڪڏهن ڪپهه اڌ يا وڌيڪ پليت هجي ته ڌنوڻ سان پاڪ نه ٿيندي ۽ جيڪڏهن اڌکان گهٽ پليت هجي ته ڌنوڻ سان پاڪ ٿيڻ جو حڪم لڳايو ويندو- اهڙيءَ طرح جيڪڏهن اناج جو ڍير پليت ٿي وڃي ۽ سمورو يا اڌ يا ان کان وڌيڪ پليت نه ٿيو هجي ۽ هاري ۽ مزدور جي وچم تقسيم ڪيو وڃي ته ان جي پاڪ هئڻ جو حڪم لڳايو ويندو آهي- اناج ڳاهڻ وقت ڍڳن وغيره جو پيشاب ڪرڻ معاف آهي ۽ اناج پاڪ آهي-

(٣) پليت قلعي ڳارڻ سان پاڪ ٿي ويندي آهي ، پليت مين ڳارڻ سان پاڪ نه ٿيندي آهي-

(٤) ڪئو جيڪڏهن گيهه ۾ ڪري مري وڃي ۽ گيهه ڄميل هجي ته ان جي ڀر پاسي وارو گيهه ڪڍي ڦٽو ڪري ڇڏجي باقي پاڪ آهي ان کي ڪائجي ۽

جيڪڏهن گيهه پترو ( ۽ رجيل ) آهي تہ ان جو کائڻ جائز ناهي- ڪاڏي کان سواءِ ڪنهن ٻئي ڪم آڻڻ مثال طور روشنيءَ لاءِ ٻارڻ يا چمڙي جو رنگ ڪرڻ جائز آهي پر ان سان رنگيل چمڙي کي توڻڻ جو حڪم ڏنو ويو ۽ نپوڙي سگهجي تہ هر ڀيري نپوڙيو وڃي نہ تہ هر ڀيري خشڪ ڪيو وڃي-

فائدو : ڪن ڪتابن ۾ ناپاڪ شين کي پاڪ ڪرڻ جا ايڪويهہ طريقا لکيل آهن ڏهہ اُهي جيڪي مٿي بيان ٿيا باقي يا رهن هي آهن :

(١) کوٽڻ يعني زمين جي مٽي کي هيٺ مٿي ڪرڻ-

(٢) شراب کي سرڪو بنائڻ ( اهو ڪيفيت مٽجڻ ۾ اچي چڪو آهي )-

(٣) شراب جو پنهنجو پاڻ سرڪو بنجي وڃڻ ( اهو بہ حالت بدلجڻ ۾ شامل آهي)-

(۴) موزي کي رهڙڻ ( اهو چلڻ سان گڏ شمار ڪيو ويو آهي )-

(۵) پليت حوض ۾ ننون پاڻي رلجي حوض جو جاري ٿي وڃڻ-

(٦) ناپاڪ کوهہ جو خشڪ ٿي وڃڻ ( اهو بہ خشڪ ٿيڻ ۾ اچي چڪو آهي)-

(٧) اناج کي ورهائڻ يا ڪجهہ پاڳو خيرات ڪري ڇڏڻ-

(٨) ڪڇهہ کي ڌنوڻ-

(٩) ٻرڪائڻ يعني پليت تيل ۽ گيهہ وغيره کي اوترو يا وڌيڪ پاڪ پاڻي وجهي ٽي ڀيرا اُچڪائڻ ۽ هر ڀيري سمورو پاڻي ساڙي ڇڏڻ-

(١٠) ڪجهہ حصي کي توڻي ڇڏڻ ( جيڪڏهن ڪپڙي جو ناپاڪ هنڌ ياد نہ رهيو هجي )-

(١١) جميل گيهہ وغيره ۾ پليتيءَ جي هنڌ کان ڪڍي ڇڏڻ-

فائدو : جيڪا شيءِ مٿي ٻڌايل طريقن سان پاڪ ٿيڻ کان پوءِ جيڪڏهن ٻيهر پسي وڃي تہ اها ناپاڪائي موٽي نہ ايندي- در مختار جي مصنف " الخزائن " ۾ پاڪ ڪرڻ جا ٽيهن کان ڪجهہ وڌيڪ طريقا ڳڻايا آهن ۽

علامہ شامي رحہ شرح درمختار ۾ انهن کي بيان ڪيو آهي پر انهن مان ڪي هڪ ٻئي ۾داخل آهن ۽ ڪن کي پاڪ ڪندڙ سمجهڻ صحيح ناهي جيئن تہ خود علامہ شامي رحہ جو چوڻ آهي۔ والله اعلم بالصواب۔

## پليت شين جو بيان:

حقيقي پليتيءَ جا ٻہ قسم آهن:

(١) غليظ يا مغلظ يعني جنهن جي پليتي حڪم ۾ سخت هجي۔

(٢) خفيف يا مخفف جيڪا حڪم ۾ ڪجھ گهٽ ۽ هلڪي هجي۔

## نجاست غليظ:

اها نجاست درهم جي اندازي جيتري معاف آهي ۽ نماز ڪي ٿئي پئي, جيڪڏهن ان کان وڌيڪ هجي تہ نماز جائز نہ ٿيندي۔ جيڪڏهن اها نجاست جسم رکندڙ هجي جهڙوڪ پاخانو ۽ ڇيڻو وغيره تہ درهم جي وزن جو اعتبار هوندو جيڪو ساڍا ٽي ماسا آهي ۽ جيڪڏهن بي جسم يعني ڄڃي هجي جهڙوڪ شراب وغيره تہ هڪ روپئي جي پکيڙ جيتري معاف آهي۔ معاف هجڻ جو مطلب هي آهي تہ جيڪڏهن ايتري پليتي بدن يا ڪپڙي تي لڳل هجي ۽ ان سان نماز پڙهي وڃي تہ نماز ٿي ويندي مگر مڪروه هوندي ۽ ڄاڻي واڻي ايتري نجاست بہ لڳل رکڻ جائز ناهي۔ جيڪڏهن درهم جي اندازي کان وڌيڪ نجاست غليظ ڪپڙي يا بدن تي لڳل هجي تہ نماز جائز نہ ٿيندي ۽ ان جو ڌوئڻ فرض آهي۔ ۽ جيڪڏهن درهم جيتري آهي تہ ان جو ڌوئڻ واجب آهي۔ جيڪڏهن ان کي ڌوئڻ بنان ڪنهن نماز پڙهي تہ مڪروه تحريمي آهي ۽ ان جو ٻيهر پڙهڻ واجب آهي ۽ ڄاڻي ٻجهي پڙهيائين تہ گنهگار بہ ٿيندو۔ جيڪڏهن نجاست درهم کان گهٽ آهي تہ پاڪ ڪرڻ سنت آهي, بنان پاڪ ڪرڻ جي نماز پڙهي وئي تہ نماز ٿي ويندي پر سنت جي خلاف ۽ مڪروه تنزيهي ٿيندي ۽ ٻيهر پڙهڻ افضل آهي۔ نجاست غليظ هي شيون آهن: آدمي جو پيشاب پاخانو, جانورن

جو پاخانو ( ڇيڻو ۽ ڦولهڙيون وغيره ) ، حرام جانورن جو پيشاب ، انسان ۽ سڀ حيوانن جو وهندڙ رت ، شراب ، ڪڪڙ بدڪ ، آڙي ۽ ڪونج جي وٺ ، مذي ، ودي ، پونءِ ، الٽي جيڪا پريل وات جيتري اچي ، حيض نفاس ۽ استحاضي جو رت وغيره.

## نجاست خفيف :

اها ڪپڙي يا عضوي جي چوٿين حصي ڪان گهٽ معاف آهي. مٿي ذڪر ڪيل نجاست غليظ جي قسمن ڪان علاوه باقي سڀ نجاستون خفيف آهن جهڙوڪ گهوڙي ۽ حلال جانورن جو پيشاب ۽ حرام پکين جي وٺ ، اهي نجاست خفيف آهن. جيڪو پکي هوا ۾ چڱيءَ طرح اڏامي نه ٿو سگهي جهڙوڪ بدڪ ۽ ڪڪڙ وغيره انهن جي وٺ نجاست غليظ آهي جيئن مٿي بيان ٿيو ، ۽ جيڪي پکي چڱيءَ طرح اڏا مندا آهن جيڪڏهن اهي حلال آهن ته انهن جي وٺ پاڪ آهي ۽ جيڪڏهن حرام آهن ته انهن جي وٺ نجاست خفيف آهي.

نجاست غليظ ۽ خفيف جو مٿي ڏنل حڪم ڪپڙي ۽ بدن لاءِ آهي پاڻي يا ٻين پتري شين لاءِ ناهي ، يعني جيڪڏهن انهن ۾ ڪري پوي ته اها سموري شيءِ ناپاڪ آهي ڪٿي ان نجاست جو هڪ ڦڙوني ڪري. مطلب ته پاڻيٺن شين ۾ درهم ۽ چوٿين حصي جو حساب نه رکيو ويندو. البته جيڪڏهن اهو پاڻي يا ٻي پاڻيٺي شيءِ جنهن ۾ پليتي ڪري هجي ڪپڙي يا بدن کي لڳي وڃي ته هان درهم ۽ چوٿين ڀاڱي جو حساب ٿيندو. نجاستن مان جيڪو عرق ڪڍيو وڃي يا انهن جو جوهر ٻاڦ وسيلي اڏاري ڇڏجي ته اهو نجس آهي.

## جدا جدا مسئلا :

(١) نانگ جي کل پليت آهي ڪٿي ان کي ذبح ڪيو ويو هجي جو ته اها رنگ

قبول نہ ٿي ڪري پر نانگ جي مٿانھين سنھي کل پاڪ آھي.

(٢) ستل ماڻھو جي ڳوڙ پاڪ آھي.

(٣) پٽ (ريشم) جي جيتن جو پاڻي ۽ پيٽ کان نڪرندڙ وٺ وغيره پاڪ آھي.

(۴) چمڙي پکي جو پيشاب ۽ وٺ پاڪ آھي.

(۵) جانورن جي ذبح کان پوءِ جيڪو رت انھن جي رڳن ۽ گوشت ۾ باقي رھندو آھي اھو پاڪ ۽ حلال آھي. ڪٿي ڪيتروني ڪپڙي کي لڳي وڃي تڏھن بہ ڪپڙو پليت نہ ٿيندو ڇو تہ اھو وھندڙ رت ناھي.

(٦) جيڪو رت بدن کان نہ وھي پاڪ آھي.

(٧) شھيد جو رت جيستائين سندس بدن تي آھي پاڪ آھي.

(٨) سڪل ڇيڻو يا پليت مٽي ھوا ۾ اڏامي اچي اڪي ڪپڙي کي لڳي تہ جيستائين منجھس نجاست جو اثر (رنگ ۽ بوءِ) ڏسڻ ۾ نہ اچي تہ پليت نہ ٿيندو. پليتين جي ٻاڦ لڳڻ سان بہ پليت نہ ٿيندو. جيڪا ھوا گندگين تان گذري اڪي ڪپڙي کي لڳي تہ ان سان ڪپڙو پليت نہ ٿيندو. ڪن عالمن وٽ جيڪڏھن نجاست جي بوءِ اچڻ لڳي تہ پليت ٿي ويندو. پليتيءَ جو دونھون ڪپڙي يا بدن کي لڳي تہ پليت نہ ٿيندو, اھوئي صحيح قول آھي.

(٩) جيڪڏھن ڪنھن پاڻي سان استنجو ڪيو ۽ ڪپڙي سان نہ اگھيائين پوءِ سندس ھوا خارج ٿي تہ پليت نہ ٿيندو. اھڙيءَ طرح جيڪڏھن شلوار پسيل ھئي تہ اھا بہ پليت نہ ٿيندي پر جيڪڏھن خشڪ ٿيڻ کان پوءِ اثر يعني رنگ وغيره ظاھر ٿيو تہ پليت ٿيندو.

(١٠) جيڪڏھن ڪجھ نجاست غليظ ۽ ڪجھ خفيف ڪپڙي يا بدن کي لڳي ۽ ٻئي ھڪ ٻي ھنڌ تي لڳن تہ خفيف غليظ جي تابع ٿي ويندي ۽ ٻنھيءَ کي گڏائي درھم جيتري اندازي کان وڌيڪ تي نماز جائز نہ ٿين جو حڪم ھوندو, ۽ جيڪڏھن ڌار ڌار ھنڌن تي لڳن ۽ ھر ھڪ (نماز ۾) روڪ

بنجندڙ اندازي کي نہ پھچي تہ پوءِ جيڪڏھن غليظ وڌيڪ آھي يا ٻئي برابر آھن تہ غليظ کي ترجيح ھوندي ۽ ٻنھيءَ کي گڏائي درھم جي اندازي کان وڌيڪ نماز جي جائز ٿيڻ ۾ روڪ بڻبي ۽ جيڪڏھن خفيف وڌيڪ ھجي تہ خفيف کي ترجيح ھوندي ۽ ٻئي گڏجي چوٿين حصي تائين پھچن تہ نماز جائز نہ ٿيندي ( جيئن فتاویٰ شامي ۾ آھي )-

(١١) نوشادر پاڪ آھي-

(١٢) ميون وغيره جا ڪيڙا پاڪ آھن مگر ان جو کائڻ چڱو ناھي-

(١٣) کائڻ جون شيون جيڪڏھن سينوارجي ۽ خراب ٿي وڃن تہ ناپاڪ نہ ٿينديون پر صحت لاءِ نقصان جي خيال سان انھن جو کائڻ صحيح ناھي-

(١٤) نجاستن کان جيڪي ڪيٽان پيدا ٿين ٿا اھي پليت آھن-

# استنجي جو بيان

پاخاني يا پيشاب ڪرڻ کان پوءِ جيڪا پليتي بدن تي لڳل ھجي ان جي پاڪ ڪرڻ کي استنجو چئجي ٿو- پيشاب ڪرڻ کان پوءِ مٽي جي پاڪ پٿر سان پيشاب جي نڪرڻ واري ھنڌ کي سڪائڻ گھرجي پوءِ پاڻي سان ڌوئي ڇڏجي- پاخاني کان پوءِ مٽيءَ جي ٽن يا پنجن پٿرن سان پاخاني جي ھنڌ کي صاف ڪجي پوءِ پاڻي سان ڌوئي ڇڏجي- استنجو انھن شين سان جائز آھي جيڪي پٿر وانگر صاف ڪندڙ آھن جھڙوڪ پاڪ مٽيءَ جو پٿر . واري ، ڪاٺي ، ڦاٽل ( بي قيمت ) ڪپڙو ۽ چمڙو ، ۽ انھن کان سواءِ ٻيون اھڙيون شيون جيڪي پاڪ آھن ۽ نجاست کي دور ڪن پر قيمتي ۽ احترام واريون نہ ھجن- پاڪ مٽيءَ جي پٿرن سان استنجو ڪرڻ سنت آھي-

پٿرن سان استنجي ڪرڻ جو طريقو ھي آھي تہ ڪابي پاسي زور ڏئي ويھجي ، قبلي ڏانھن منھن نہ ڪجي ، ۽ ھوا سج ۽ چنڊ ڏانھن منھن ڪرڻ کان بہ پاسو ڪجي- ٽي ،پنج يا ست پٿر پاڻ سان گڏ ڪئجن- صاف ڪرڻ وقت

پهرين پٽر کي اڳيان کان پويان نيڻ گهرجي ۽ پڻي کي پويان کان اڳ ڏانهن
آڻجي پوءِ ٽئين کي پويان نيڻ گهرجي- اهو طريقو گرمي جي موسم جو آهي
پر سياري ۾ ان جي ابتڙ پهرين پٽر کي پويان کان اڳ ڏانهن ,ٻئي کي اڳيان
کان پوئتي ۽ ٽئين کي وري اڳي آڻجي- عورت هميشه ان طريقي سان استنجو
ڪري جيئن مرد سياري ۾ ڪندو آهي- اهو طريقو مقصد ناهي بلڪ
صفائي ۾ مدد ڏيندڙ آهي- اصل مقصد صفائي ۽ پاڪائي آهي ڪٿي ڪهڙي
طريقي سان به حاصل ٿئي- جيڪڏهن هڪ يا ٻن پٽرن سان صفائي حاصل
ٿي وڃي ته ٽن جو ڳاڻاٽو پورو ڪجي ۽ جيڪڏهن ٽن سان به صفائي حاصل
نه ٿئي ۽ چئن سان حاصل ٿئي ته پنجون پٽر ڪم آڻجي جيئن اِڪي ٿي وڃن
چو ته اکي واري انگ جو استعمال مستحب آهي- مستحب هي آهي ته پاڪ
پٽر يا پٽر ساڄي پاسي رکجن ۽ ڪم آندل کاٻي پاسي رکجن ۽ انهن جي
پليت ڪنڊ کي هيٺ ڪري ڇڏجي ,پٽرن وغيره سان استنجي ڪرڻ کان
بعد پاڻي سان استنجو ڪرڻ سنت آهي- بهتر هي آهي ته پردي وارو هنڌ
هجي ته ٻنهيءَ کي ڪتب آڻجي- پيشاب ڪرڻ کان بعد پٽر سان استنجي
ڪرڻ جو طريقو هي آهي ته شرمگاهه کي کاٻي هٿ ۾ جهلي پٽ ,پٽر يا پٽر
تي (جيڪو زمين کان مٿي ابريل هجي يا کاٻي هٿ ۾ جهليل هجي) چورڻ
گهرجي ايستائين جو آلاڻ خشڪ ٿي وڃي ۽ اها پڪ ٿي وڃي ته هاڻ پيشاب
نه ايندو- ڪن وٽ استبراء (يعني پيشاب کان پوءِ ڪجهه قدم گهمڻ يا زمين
تي پير هڻڻ يا کنگهڻ يا ساڄي ٽنگ تي کاٻي ٽنگ رکڻ ۽ وري ان جي ابتڙ
ڪرڻ ۽ اهڙا ٻيا طريقا ڪرڻ) واجب آهي جيئن بيٺل قطرو نڪري وڃي ,
ماڻهن جون طبيعتون الڳ الڳ هونديون آهن ۽ هر شخص لاءِ پنهنجو
اطمينان ضروري آهي- اهو استبراء جو حڪم مردن لاءِ آهي- عورت
پيشاب کان فارغ ٿيڻ بعد ٿوري جهٽ بيهي پهريائين پٽر سان پيشاب جي
هنڌ کي خشڪ ڪري پوءِ پاڻي سان طهارت ڪري يا رڳو پاڻي سان

طهارت ڪري ڇڏي-

پاڻي سان استنجي ڪرڻ جو طريقو هي آهي تہ پهريائين هٿ کي ڪارائي تائين ڌوئجي ، پر جيڪڏهن روزو نہ هجي تہ پاخاني جي هنڌ کي ڍلو ڇڏي ويهي ۽ کابي هٿ سان چڱيءَ طرح استنجو ڪجي- آڱر وچين آڱر کي ٻين آڱرين کان ڪجهہ مٿي ڪجي ۽ ان سان نجاست جي هنڌ کي ڌوئجي پوءِ ڇيچ جي پر واري آڱر کٽي ان سان ان هنڌ کي ڌوئجي پوءِ ڇيچ کي کڻجي پوءِ آڱوٺي جي پر واري آڱر کي کڻجي ۽ ايترو ڌوئجي جو ان جي پاڪائي جو يقين يا غالب گمان ٿي وڃي ۽ گندگي ختم ٿي وڃي ۽ ڌوئڻ ۾ خوب وڌاءُ ڪجي ، ۽ جيڪڏهن روزو هجي تہ وڌاءُ نہ ڪجي ۽ نہ وڌيڪ کلي ويهجي- ڌوئڻ جو ڪو ڳاڻاٽو مقرر ناهي- جيڪڏهن وسواس وارو شخص هجي تہ پنهنجي لاءِ ٽي ڀيرا ڌوئڻ مقرر ڪري ڇڏي- عورت کلي ويهي ۽ ترئءَ جي مٿان مٿان ڌوئي ڇڏي ۽ آڱر شرمگاهہ جي اندر نہ وجهي- عورت مرد کان وڌيڪ کلي ويهي ، پيشاب جي هنڌ کي پهريائين ڌوئي ( اهوئي معتبر قول آهي )- استنجي جي هنڌ جي پاڪ ٿيڻ سان گڏ ئي هٿ بہ پاڪ ٿي ويندو آهي- استنجي کان بعد هٿ بہ ڪارائين تائين ڌوئي ڇڏجي جيئن اڳ ۾ ڌوتو ويندو آهي جيئن چڱيءَ طرح صاف ٿي وڃي پر مٽي صابڻ وغيره هڻي ڌوئڻ مستحب آهي- سياري ۾ اونهاري جي ڀيٽ ۾ وڌاءُ ڪجي ۽ پاڻي گرم هجي تہ سياري جو حڪم بہ اونهاري جهڙو آهي-

## استنجي جون مڪروهہ ڳالهيون:

(١) استنجي ڪرڻ وقت قبلي ڏانهن منهن يا پٺ ڪرڻ ادب جي خلاف ۽ مڪروهہ آهي-

(٢) هڏي ، سڪل ڇيڻي ۽ لڏ ، ڪاٺي جي شين ، شيشي ، چوني ، لوهہ ، سون ، چاندي ، پڪل ٺڪري ، پکي سر ، پنن ، وارن ، ڪپهہ ، ڪوئلي ، لوڻ ، ريشمي ڪپڙي ، ۽ هر قيمتي ۽ احترام جوڳي شيءِ سان استنجو ڪرڻ مڪروهہ

آهي-

(٣) بنان عذر جي سڄي هٿ سان استنجو ڪرڻ ، جيڪڏهن ڪابي هٿ ۾ ڪو عذر هجي ته مڪروه ناهي-

(٤) پليت شين سان استنجو ڪرڻ -

(٥) اهڙي شيءِ سان استنجو ڪرڻ جيڪا نجاست کي صاف نه ڪري جهڙوڪ سرڪو وغيره -

(٦) اهڙين شين سان استنجو ڪرڻ جن کان انسان ۽ جانور فائدو حاصل ڪن-

(٧) جنهن پٿر يا پتر وغيره سان پاڻ يا ڪو ٻيو شخص استنجو ڪري چڪو هجي ، پر جيڪڏهن ان جون ڪئين ڪنبون هجن ۽ هر ڀيري نئين ڪنڊ استعمال ڪري ته مڪروه ناهي-

(٨) ڪاغذ سان استنجو ڪرڻ جيتوڻيڪ ڪورو هجي-

(٩) بنان اجازت جي ڪنهن ٻئي شخص جي پٽ سان استنجو سڪائڻ يا ان کان پتر ڪڍڻ ، اهوئي حڪم وقف جي پٽ ۽ ٻئي شخص جي پاڻي يا ڪپڙي وغيره جو آهي-

(١٠) زمزم شريف سان استنجو ڪرڻ-

(١١) اهڙي هنڌ استنجو ڪرڻ جتي ڪنهن شخص جي نظر سندس اوگهڙ تي پئي-

پاڻي سان استنجي جا پنج قسم آهن : انهن مان پهرين ٻن قسمن جو استنجو فرض آهي :

(١) پيشاب پاخاني جي هنڌ جو ڌوئڻ ان وقت فرض آهي جڏهن احتلام يا حيض نفاس جي ڪري غسل ڪجي-

(٢) جڏهن پليتي اُن هنڌ کان ٻاهر وڌيل هجي ڪٿي ٿوري هجي يا گهڻي ، ان ۾ وڌيڪ احتياط آهي ۽ امام ابو حنيفه رحه ۽ امام ابو يوسف رحه وٽ

جڏهن مخرج ( هنڌ) کان سواءِ درهم جيتري اندازي کان وڌيڪ هجي ته توئڻ فرض آهي.

(٣) سنت, ان وقت آهي جڏهن نجاست مخرج ( نڪرڻ جي هنڌ ) کان وڌيل نہ هجي.

(۴) مستحب, ان وقت آهي جڏهن رڳو پيشاب ڪجي ۽ پاخانو نہ ڪيل هجي ۽ نجاست نڪرڻ جي هنڌ کان وڌي, ان وقت پيشاب جي هنڌ کي توئڻ ڪن وٽ مستحب آهي ۽ ڪن وٽ اهو بہ سنت آهي.

(۵) بدعت, ۽ اها هوا جي نڪرڻ تي استنجو ڪرڻ آهي, سڳيون هٿائڻ ۽ ننڊ کان پوءِ استنجو ڪرڻ بہ بدعت آهي. اهڙيءَ طرح جيڪا پاڪ شيءِ پاخاني جي هنڌ کان نڪري جهڙوڪ ڪنڪريون يا داڻو وغيره تہ جيڪڏهن انهن تي نجاست لڳل نہ هجي تہ استنجو ڪرڻ بدعت آهي پر جيڪڏهن انهن تي نجاست لڳل هجي تہ ان جي ڪري استنجو ڪرڻو پوندو.

## بيت الخلاء جا مستحب:

(١) نمازي جن ڪپڙن سان نماز پڙهندو آهي انهن کان سواءِ ٻيا ڪپڙا پائي بيت الخلاء ۾ وڃڻ, جيڪڏهن ائين نہ ڪري سگهي تہ پنهنجي ڪپڙن کي نجاست ۽ ڪتب آندل پاڻي کان بچائڻ.

(٢) مٿو ڍڪي بيت الخلاء ۾ وڃڻ.

(٣) جهنگ ۾ وڃي تہ ماڻهن جي نظرن کان پري نڪري وڃڻ.

(۴) جنهن منڊي وغيره تي الله جو نالو, قرآن جي آيت, ڪنهن پيغمبر سڳوري يا ڪنهن بزرگ جو نالو يا حديث وغيره جا لفظ کوٽيل هجن تہ اُن کي لاهي ڇڏجي. جيڪڏهن تعويذ وغيره ڪپڙي ۾ ويڙهيل هجي تہ پاڻ سان گڏ رکڻ ۾ ڪراهت ناهي.

(٥) پاخاني ۾ داخل ٿيڻ کان پهرين يا بعد ۾ هي دعا پڙهڻ : بسم الله الرحمن الرحيم ، اللهم اني اعوذبک من الخبث والخبائث ( اي الله ، آءٌ ناپاڪ جنن ۽ جنڙين کان تنهنجي پناه گهران ٿو )-

(٦) داخل ٿيڻ وقت اڳيان کابو پير رکڻ ، ٻاهر نڪرڻ وقت پهريائين ساڄو پير ڪيڏڻ-

(٧) بيهڻ جي حالت ۾ اوگهڙ نه کولجي پر ويهڻ جي ويجهو ٿي کولجي ، ضرورت کان وڌيڪ بدن نه کولجي-

(٨) ٻئي پير وٿيءَ سان رکجن ، يعني کلي ويهجي ۽ کابي پير تي زور ڏئي کابي پاسي ڏي جهڪجي-

(٩) ڳالهائڻ نه گهرجي، نه زبان ۽ نڙي وغيره سان الله جو ذڪر به نه ڪجي البته دل ۾ الله جي ذڪر جو خيال آڻي سگهي ٿو ، ان وقت جو ذڪر پنهنجي پليتين جو احساس ۽ الله پاڪ جي پاڪائي جو خيال آڻڻ آهي ، نڇ ، سلام ۽ اذان جو جواب نه ڏجي- پاڻ کي نڇ اچي ته دل ۾ الحمدلله پڙهي ڇڏي زبان سان نه پڙهي-

(١٠) ڪنهن ديني مسئلي تي غور نه ڪري-

(١١) بنان ضرورت جي پنهنجي اوگهڙ نه ڏسجي نه پيشاب پاخاني کي ڏسجي ، نه نڪ سڻڪجي نه ڪنگهجي ، نه هيڏانهن هوڏانهن نهارجي ، پنهنجي بدن سان راند راند روند ڪجي ، نه آسمان ڏانهن نهارجي ، بي سبب گهڻي دير تائين ويهي نه رهجي-

(١٢) جڏهن فارغ ٿئي ته مرد کابي هٿ سان پنهنجي شرمگاه کي پاڙجي پاسي کان مٿي ڏانهن سوٽ ڏئي جيئن جيڪي قطرا بيٺل هجن سي نڪري وڃن پوءِ پترن سان نجاست جي هنڌ کي صاف ڪري اٿي بيهي ۽ سڌي ٿيڻ کان اڳ بدن کي ڍڪي ڇڏي ، پيشاب به پتر سان خشڪ ڪري ۽ جڏهن قطرو اچڻ بند ٿي وڃي ته پاڻي سان طهارت لاءِ طهارت خاني وڃي-

(۱۳) بيت الخلاء مان ٻاھر اچي ھي دعا پڙھجي : الحمد الله الذي اخرج مايؤ ذيني وابقیٰ مايفعني ، غفرانک ربنا وإليک المصير . يا ھي دعا پڙھجي : غفرانک ، الحمد لله الذي اذھب عني الاذیٰ وعا فاني -

(۱۴) پاڻي سان پاڪائي ڪرڻ لاءِ ڪنھن ٻئي ھنڌ تي ويھي ، ۽ پھريائين ٻئي ھٿ ڪارائين تائين ڌوئي- پوءِ ساڄي ھٿ سان پاڻي وجھي ۽ کاٻي ھٿ سان ڌوئي ۽ پاڻي جو لوٽو مٿي رکڻ گھرجي تہ جيئن ان کي ڇنڊا نہ لڳن پوءِ ڪنھن پاڪ ڪپڙي سان اگھي ڇڏجي ، جيڪڏھن ڪپڙو نہ ھجي تہ ھٿ سان مھٽي ڇڏجي-

(۱۵) پاڻي سان استنجي ڪرڻ کان پوءِ ٻنھي ھٿن کي ڪارائين تائين ڌوئڻ جيئن چڱيءَ طرح صفائي ٿي وڃي بلڪ پاڪ مٽي ۽ ( صابڻ وغيره ) ھٿي ڌوئڻ مستحب آھي-

## بيت الخلاء جون مڪروه ڳالھيون:

(۱) قبلي ڏانھن منھن يا پٺي ڪري پيشاب يا پاخانو ڪرڻ مڪروه تحريمي آھي ، جيڪڏھن غلطي سان ائين ٿي وڃي تہ بھتر ھي آھي تہ قبلي جي پاسي کان جيترو تي سگھي پاسو ڪجي ۽ منھن ڦيرائي ڇڏجي ، گھر جي پاخانن توڙي جھنگ پٽ ۾ ھر ھنڌ اھوئي حڪم آھي- عورت لاءِ ننڍي ٻار کي قبلي ڏانھن ويھاري پيشاب پاخانو ڪرائڻ مڪروه ۽ منع آھي ۽ ان جو گناھ عورت تي آھي --

(۲) پيشاب پاخاني ڪرڻ وقت سج ۽ چنڊ ڏانھن منھن يا پٺي ڪرڻ ، مڪروھ تنزيھي آھي-

(۳) وھندڙ پاڻي يا بند پاڻي ۾ يا نھر ، کوھ ، حوض يا چشمي جي ڪناري يا ميوي واري وڻ جي ھيٺان يا پوک ۾ يا اھڙي ڇانو ۾ جتي ويھڻ ۾ آرام ملي ( اُتي ) پيشاب پاخانو ڪرڻ-

(۴) مسجد ۽ عيد گاه جي ڀت وٽ يا قبرستان ۾ يا چوپائي جانورن ۽ ماڻھن

جي ويھڻ يا واٽ تي پيشاب پاخانو ڪرڻ ،

(۵) بيٺل ٿوري پاڻي ۾ پيشاب پاخانو ڪرڻ حرام آهي ، بيٺل گهڻي پاڻي ۾ مڪروه تحريمي آهي ۽ وهندڙ ۾ مڪروه تنزيهي آهي ، البته جيڪي ماڻهو درياءَ ۽ سمنڊ ۾ سفر ڪري رهيا آهن انهن لاءِ مجبوري سانگي جائز آهي- مسجد ۾ يا مسجد جي ڇت تي پيشاب پاخانو ڪرڻ حرام آهي-

(٦) هيٺاهين هنڌ تي ويهي مٿانهين هنڌ ڏانهن پيشاب ڪرڻ-

(٧) ڪئي ، نانگ ۽ ماڪوڙي جي ٻر بلڪ هر سوراخ ۾ پيشاب ڪرڻ-

(٨) قافلي ، تنبو يا ڪنهن ميڙ جي ڀر ۾ پيشاب ڪرڻ-

(٩) سخت زمين تي پيشاب ڪرڻ ، جيڪڏهن اهڙي هنڌ ضرورت پوي ته پٿر يا لٺ وغيره سان ڪئي يا ڪوئي نرم ڪجي جيئن ڇنڊا نه اٿن-

(١٠) پيشاب ڪري ساڳئي هنڌ وضو يا غسل ڪرڻ ، يا وضو يا غسل جي جاءِ تي پيشاب پاخانو ڪرڻ ، اهي سڀ ڳالهيون مڪروه آهن-

وآخر دعوانا ان الحمد لله رب العالمين --

# دعوة اڪيڊمي جا مقصد

○ دعوت ۽ تبليغ جي ميدان ۾ تعليمي، تربيتي ۽ تحقيقي پروگرامن جي رٿابندي ڪرڻ ۽ انهن کي وڌائڻ ○ مسجدن جي امامن ۽ زندگي جي ٻين شعبن سان واسطو رکندڙن لاءِ تربيتي پروگرام تيار ڪرڻ. ○ دعوت وتبليغ ۽ امامن جي پروگرامن جو طريق ڪار مقرر ڪرڻ. ○ دعوتي ميدان ۾ اسلامي لٽريچر جي تياري ۽ ان کي ڦهلائڻ لاءِ مناسب رٿابندي ڪرڻ. ○ دعوتي نقطهٔ نظر سان سمعي ۽ بصري (ڪيسٽن جو) پروگرام رٿڻ. ○ ملڪ جي اندر ۽ ٻاهر اسلامي دعوت سان لڳاءُ رکڻ وارن ٻين ادارن سان سهڪار ۽ لاڳاپو رکڻ. ○ خط ۽ ڪتابت جي وسيلي عام ماڻهن تائين دين جي دعوت پهچائڻ. ○ دعوت ۽ تبليغ جو هڪ بين الاقوامي معلوماتي مرڪز قائم ڪرڻ ○ اڪيڊمي جي مقصدن کي پورو ڪرڻ لاءِ دعوتي ڪتابن، رپورٽن. تعليمي جائزن ۽ ٻئي اهڙي مواد جي اشاعت جو بندوبست ڪرڻ جيڪو دعوتي ڪم ۾ مددگار ٿئي ○ اڪيڊمي جي پروگرامن کي اڳتي وڌائڻ لاءِ علائقائي مرڪز قائم ڪرڻ.



دعوۃ اکیڈمی

بین الاقوامی اسلامی یونی ورسٹی اسلام آباد